



# انساني تهذيب جي ارتقا



وِل ڊيورانٽ

راز شر









Sindhica
سنڌيڪا

# انساني تهذيب
# جي ارتقا

غارن جي انسان کان وٺي مريخ تي رسڻ
جون تياريون ڪندڙ انسان تائين تهذيب جي
اُسرڻ جو سربستو احوال


ول ڊيورانٽ

سنڌيڪار
راز شر



Sindhica
سنڌيڪا




ڪتاب نمبر

143

چپائيندڙ جا سيئي حق ۽ واسطا محفوظ


پهريون ڇاپو: 2003ع

ڪتاب جو نالو: انساني تهذيب جي ارتقاءَ

ليکڪ: ول ڊيورانٽ

سنڌيڪار: راز شر

ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي

ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي

ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

مله: =/100 رپيا

**"Insani Tahzeeb Jee Irtqa"**
(Evolution of Civilization)
Written by: Will Durant
Translated by: Raz Shar
Published by: Sindhica Academy, Karachi-74400Phone: 7737290
E-mail:Sindhica_academy@yahoo.com


**اسٽاڪسٽ**

سنڌيڪا زونل آفيس 19 بلديہ پلازه گهنٽاگهر چوڪ سکر- ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي
شاه لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد- نڪشن بوڪ شاپ رابعہ اسڪوائر حيدرآباد
قليچ ڪتاب گهر، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد- سچل ڪتاب گهر حيدر چوڪ حيدرآباد
نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ لاڙڪاڻو- نيشنل بوڪ اسٽور بندر روڊ لاڙڪاڻو- رهبر بوڪ اڪيڊمي
رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو مڪتبہ باب الاسلام غالب نگر لاڙڪاڻو-
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ سکر- عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر-
عثمانيہ لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو. - قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو -
جاويد بوڪ اسٽور شهداد ڪوٽ- صوفي بوڪ اسٽور خيرپور- نيشنل بوڪ اسٽال خيرپور


لکپڙهہ ۽ وي پي ذريعي گهرائڻ لاءِ

سنڌيڪا اڪيڊمي

B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ

ڪراچي 74400

# فهرست

## پبلشر نوٽ

ول ڊيورانٽ کي قومن جي تاريخ ۾ مبصر تاريخدان طور عالمي ميجتا مليل آهي. قومن جي تاريخ ۾ 'ابن خلدون' ۽ 'توائن بي' کي هڪ ميجيل محقق واري حيثيت حاصل رهي آهي. انهن جي لکڻين سان تاريخ جي لهڻ ۽ ڊهڻ جي اسبابن ذريعي دنيا جي تاريخدانن، ڏاهن حاڪمن ۽ سياست جي شطرنج تي مهرن هلائڻ وارن کي صدين تائين رهنمائي ملي. ليڪن ول ڊيورانٽ جي عالمي تاريخ تي لکيل مبصرانہ ڪتابن جي ڇپجڻ کان پوءِ عوام کي قومن جي عروج ۽ زوال ۽ تاريخ جي لهڻ ۽ ڊهڻ جي رازن جي سولي منتقلي ٿي. عالمي تاريخ جهڙي وشال موضوع تي لکندي هو تاريخي حقيقتن کي ڳوڙهو ڪري بيان ڪرڻ بجاءِ واقعن کي هڪ لڙيءَ ۾ پوئيندو رهيو جنهن ڪري تاريخ ۾ دلچسپي وٺندڙن جو تعداد وڌيو. هن جي نقطہ نظر "Observations" ذريعي تاريخ جي نتيجن ۽ ان جي عوامل جي ڇنڊ ڇاڻ جنهن نموني سان سامهون اچي ٿي سا سندس ئي حصو آهي.

غارن واري انسان ڪانوني مريخ تي رسڻ جو ڪوششون ڪندڙ انسان ڪهڙن مرحلن مان گذريو، اهو تفصيل ڊيورانٽ جي ڪيچ جلدن تي مشتمل ڪتاب" انساني تهذيب جي ارتقا" ۾ موجود آهي. هي ڪتاب ان مان پهرئين جلد جي پهرين حصي جو ترجمو آهي، جيڪو انساني تهذيب جي ارتقا ۾ معاشي، تمدني ۽ ثقافتي عوامل جي ڇنڊ ڇاڻ ڪري ٿو. اسان کي اميد آهي تہ هي ڪتاب پڙهندڙن کي پنهنجي موضوع تي پڪ سان ڀرپور معلومات رسائڻ جو ڪارڻ بڻبو.

نور احمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

## سنڌيڪار پاران

اسان وٽ خانگي طور تي علم ادب جي ترقيءَ جا ادارا آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مس آهن ۽ انهن مان به سنجيده، ادب جي ترقي ۽ واڌ ويجھ وارن ادارن کي ته آڱرين تي ڳڻي نه ٿو سگھجي. جن مان سنڌيڪا اڪيڊمي اهو واحد ادارو آهي، جنهن لاءِ چئي سگھجي ٿو ته هن اداري ادبي فروغ ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو آهي، اهو نه رڳو تحسين لائق آهي پر ان تي فخر ڪرڻ بجا آهي. مختلف موضوعن تي بهترين ڪتاب خوبصورت گيٽ اپ سان ڇپرائي پڙهندڙن تائين مناسب قيمت ۾ پهچائڻ هن اداري جو ذمو رهيو آهي.

ٻئي طرف اسان جڏهن سرڪاري ادارن تي نظر ڊوڙايون ٿا ته اسان کي ڪاريءَ وارا ڪک نظر اچن ٿا. ادارن جي سربراهن جي چنبڙائپ ۽ ذاتي سفارن ادارن جو ڏينگو ڏيري ڪري ڇڏيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ انساني تهذيب جي ارتقا جي حوالي سان مواد تمام گهٽ آهي. تهذيبي تاريخ جي حوالي سان ول ڊيورانٽ جو نالو نهايت معتبر نالو آهي. جيتوڻيڪ وتس سنڌ جي تهذيب جي قدامت بابت ڪا گهٽي ڄاڻ ڪانهي پر پوءِ به مجموعي طور تي هو تهذيبي ارتقا جي تاريخ کان چڱيءَ ريت واقف آهي. هن ڪتاب به مجموعي انساني تهذيب جي حوالي سان هڪ ننڍو پر جامع دستاويز آهي، جيڪو تاريخ جي شوقينن لاءِ يقيناً ڪارگر ۽ لاڀائتو ثابت ٿيندو.

هن ڪتاب جي اشاعت لاءِ مان سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي روح روان محترم نور احمد ميمڻ جو دل جي گهرائين سان ٿورائتو آهيان. مان شڪريو ادا ڪيان ٿو محترم علي حسن چانڊيئي صاحب جو، جنهن هن ڪتاب جي تصحيح ڪئي ۽ ان کي خوبصورت بنايو

**راز شر**

باب پهريون

# تهذيب جون تقاضائون

تهذيب اها معاشرتي جوڙ جڪ آهي، جيڪا ثقافتي تخليق کي ترقي ڏياري ٿي. چار عنصر گڏجي تهذيب کي شڪل ڏين ٿا. معاشي وهنوار، سياسي تنظيم، اخلاقي روايتون ۽ علم ۽ فن جي ڳولا. تهذيب شروعات بگاڙ ۽ بدنظمي جي خاتمي کان شروع ٿئي ٿي. ڇو ته جڏهن خوف ۽ ڊپ ختم ٿي ويندو آهي ته تجسس ۽ تعميري سوچون آزاد ٿي وينديون آهن ۽ انسان قدرتي طور زندگيءَ کي سمجهڻ ۽ ان جي سنوار ڏانهن وڌڻ شروع ڪندو آهي.

ڪجھ شيون تهذيب کي طئہ ڪن ٿيون، اهي تهذيب کي يا ته تقويت پهچائينديون آهن يا وري ان جي رستي ۾ رڪاوٽ بنجنديون آهن. انهن مان پهريون عنصر زميني حالتون آهي. تهذيب برفاني دورن جي وچ وارو وقفو آهي. ڪنهن به وقت برف جي لهر ٻيهر ايري انساني ڪارنامن کي برف سان ڍڪي، زندگيءَ کي زمين جي ڪنهن ننڍي ٽڪي تائين محدود ڪري سگهي ٿي يا وري زلزلي جو ديوتا بي نيازيءَ سان پنهنجي ڪلهن کي جهٽڪو ڏيئي اسان کي هميشہ لاءِ تباھ ڪري سگهي ٿو.

ٻيو عنصر جاگرافيائي حالتون آهن، سرطان ۽ جديءَ جي ليڪن جي گرمي ۽ ان علائقي ۾ موجود لا تعداد ٻي مخلوق تهذيب جي دشمن آهي. ڪاهلي، بيماري، وقت کان اڳ واري بلوغت ۽ موت زندگي جي عنصرن کان توانايون کسي انهن کي بک ۽ پيدائش واري طاقت ۾ ضم ڪري ڇڏين ٿا، اهي سڀ، تهذيب کي جوڙين ٿا ۽ اهڙي ئي وقت ۾ آرٽ ۽ ذهن جي ڪم ڪرڻ لاءِ باقي ڪجھ به نہ ٿو بچي.

مينهن وسڻ لازمي آهي. چوٿون پاڻي زندگيءَ جو ذريعو آهي پاڻي سج جي روشنيءَ کان وڌيڪ اهم آهي. عنصرن جي سمجھ ۾ نه ايندڙ لهر نينوا ۽ بابل جهڙن علائقن کي پيڇي پوريءَ ڪري سگهي ٿي، جتي ڪڏهن بادشاهت ۽ صنعت هوندي هئي. يا برطانيا ۽ بگ سائونڊ جهڙن جي شهرن جي طاقت ۽ دولت وڌائڻ ۾ مدد ڏيئي سگهي ٿي، جيڪي شين جي آمد و رفت ۽ خبر پهچائڻ جي مکيه لائين ڪان پري هئا. جيڪڏهن زمين فصلن ۽ معدنيات لاءِ زرخيز آهي، جيڪڏهن درياءَ تبادلي لاءِ سؤلا ذريعا مهيا ڪندا هجن ۽ جيڪڏهن سمنڊ جا ڪنارا واپاري جهازن لاءِ قدرتي بندر آهن. (جيڪڏهن ڪا قوم عالمي واپار جي شاهراهه تي موجود آهي، مثال طور اٿينز، ڪارٿيج، فلورنس يا وينس ته جاگرافيائي حالتون تهذيب جي ترقيءَ ۾ مدد ته ڪري سگهن ٿيون پر ان جي تخليق نه ٿيون ڪري سگهن.)

تهذيب جي ترقيءَ لاءِ معاشي حالتون وڌيڪ اهم آهن. ڪا قوم آمريڪي انڊسينز وانگر باقاعدي هڪ عالمي اخلاق جي ضابطي ۽ آرٽ جي معمولي قسمن واري هوندي به جيڪڏهن شڪار جي مرحلي تائين محدود رهجي وڃي ۽ پنهنجي وجود جي بقا خاطر جانورن جي پٺيان ڊوڙڻ تي دارو مدار ڪندي هجي ته اها بربريت کان تهذيب تائين جو سفر طئه نه ڪري سگهندي. هڪ عربي بدو جهڙو خانه بدوش تمام گهڻو ذهين ۽ طاقتور ٿي سگهي ٿو. اهو ڪردار جي اعليٰ خوبين، جرئت، سخاوت ۽ نيڪي جو مظاهرو ڪري سگهي ٿو. ليڪن ڪلچر جو لازمي شرط يعني غذا جي لڳاتار فراهمي لاءِ ڪيس گهڻو جاکوڙڻو پوندو ڇو ته شڪار جي خطرن ۽ واپار جي چالاڪين ۾ ضايع ٿي وڃڻ ڪري تمدن جي سجاوٽ ۽ سنوارپ، تهذيب فن ۽ آسائش لاءِ باقي ڪجھ به نه بچندو.

(ڪلچر جي پهرين شڪل زراعت آهي. اها ان وقت ظاهر ٿيندي آهي. جڏهن انسان زمين کيڙڻ لاءِ هڪ جاءِ تي ويهي رهندو آهي ۽ غير يقيني آئيندي لاءِ شيون بچائي رکندو آهي. تحفظ جي ان ننڍڙي دائري ۾ پاڻي ۽ غذا جي معقول فراهميءَ جي ڪري هو پنهنجي جهوپڙي، عبادت گاهه ۽ اسڪول ٺاهيندو آهي. پيداواري اوزار ايجاد ڪندو آهي. ڪتا، ڳئون، سوئر ۽ پنهنجي اولاد کي سڌاريندو پالتو بڻائيندو آهي. هو نظم ۽

ضبط ۽ باقاعدگيءَ سان ڪم ڪرڻ سگهندو آهي. هو وڏيڪ عرصي تائين زنده رهندو آهي ۽ پنهنجي نسل جي ذهني ۽ اخلاقي ورثي کي پهريان کان بهتر پرپور انداز ۾، ايندڙ ٽهيءَ تائين منتقل ڪندو آهي.

ڪلچر زراعت جي تقاضا ڪندو آهي ۽ تهذيب وري شهر جي تقاضا ڪندي آهي. تهذيب هڪ لحاظ کان شائستگيءَ جو لباس آهي ۽ شائستگي اها نفاست آهي جيڪا شهر ۾ رهندڙن رڳو شهر ۾ ئي ممڪن ٿيئي سمجهي آهي. چوته(دولت ۽ ذهانت، جيڪا ٻهراڙيءَ جي علائقن ۾ پيدا ٿئي ٿي شهر ۾ يڪجاءِ ٿي ويندي آهي. شهرن ۾ ايجادون ۽ صفتون سهولتن ۽ عيش، آرام ۽ واندڪائيءَ کي وڌائي ڇڏينديون آهن، شهرن ۾ واپاري ملندا آهن ۽ شين جي خيالن جي ڏي وٺ ڪندا آهن. واپار جي انهن هنڌن تي ذهن هڪ ٻئي تي اثر قبول ڪندا آهن. انهن جي ذهانت تيز هوندي آهي ۽ تخليقي قوت ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. شهرن ۾ ڪجھ ماڻهو ساري ڪاروبار کان ڌار ٿي سائنس، فلسفو، ادب ۽ آرٽ تخليق ڪندا آهن. تهذيب هارين جي جهوپڙين کان شروع ٿيندي آهي پر ان جي اوسر شهرن ۾ ٿيندي آهي. تهذيب لاءِ ڪي نسلي شرط نه آهن. اها ٻه وڏي کنڊ ۽ ڪنهن به رنگ ۽ نسل پيڪن يا دهلي، ميمفس يا بابل، روينا يا لنڊن، پيرو يا يڪتان ۾ پيدا ٿي سگهي ٿي. ڪو وڏو نسل تهذيب کي پيدا نه ٿو ڪري بلڪ اها وڏي تهذيب ئي آهي جيڪا قومن کي پيدا ڪري ٿي. جاگرافيائي ۽ معاشي حالتون ڪلچر کي هتي وترائين ٿا ۽ ڪلچر هڪ نمونو تخليق ڪري ٿو. انگريزن انگريزي تهذيب کي تخليق نه ڪيو بلڪ ان تهذيب انهن کي تخليق ڪيو. جيڪڏهن اهي ان کي پنهنجو پاڻ سان گڏ کڻي گهمن ٿا ۽ مخصوص لباس پهرين ۽ کاڌو کائين ٿا ته ان جو اهو مطلب هرگز نه آهي ته اهي هينئر نئين تهذيب تخليق ڪري رهيا آهن بلڪ اهي پنهنجي روح تي ان تهذيب جي حڪمراني تسليم ڪن ٿا. اهڙيون ئي مادي حالتون ڪنهن ٻئي نسل وٽ هجن ته اهو اهڙائي نتيجا پيدا ڪندو. جاپان ويهين صدي ۾ انگلستان جي اڻويهين صديءَ جي تاريخ نئين سر پيدا ڪري رهيو آهي( تهذيب رڳو ان لحاظ کان نسل سان تعلق رکي ٿي ته مختلف نسلن جون ايڪڙ ٻيڪڙ گڏيل شاديون ان لاءِ اتساهيندڙ هونديون آهن ۽ اهي آهستي آهستي نسبتاً هڪ ئي قوم

۾ گهر ڪري وينديون آهن.

جسماني يا حياتياتي حالتون تهذيب جون فقط اڳواٽ رٿيل ضرورتون آهن. اهي ان کي شڪل نه ٿيون ڏين. ڪجهه باريڪ نفسياتي عنصر پنهنجو ڪم ڏيکارين ٿا. سياسي نظم ۽ ضبط هئڻ گهرجي پوءِ ڀلي اهو ڊرو ۽ چرواڳ ئي ڇو نه هجي جيئن پٿي دور جي وقت فلورنس يا روم ۾ هو. انسانن کي اهو احساس هئڻ گهرجي ته هر وقت ڪين موت ۽ ٽيڪسن کي منهن ڏيڻو نه پوندو. ذهني تبادلي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه زبان جي وحدت جو هئڻ ضروري آهي. ڪتنب، چرچ، مسجد يا اسڪول وسيلي متحد ڪرڻ وارو اخلاقي ضابطو هئڻ ضروري آهي. زندگيءَ جي راند ۾ ڪجهه اهڙا قانون هئڻ گهرجن جن کي اهي ماڻهو به مڃين جيڪي انهن جي پيڇڪري ڪن ٿا. اهي قانونُ عمل جي طرز کي هڪ ترتيب، ضابطو، رخ ۽ حرڪت ڏين. بنيادي يقين ۾ به عقيدي جي مافوق الفطر تي (فطرت کان متيري) يا خيالي وحدت هئڻ گهرجي. جيڪا اخلاقيات کي انگن ۽ اڪرن سان پرجوش محبت تائين کڻي وڃي ٿي. ۽ اسان جي فاني حياتيءَ کي شرافت ۽ معنويت ڏيئي ٿي. آخري ڳالهه اها ته تعليم جو ڪو نه ڪو فن هئڻ گهرجي ڀلي اهو ڪيڏو به جهونو هجي ته. جيئن ڪلچر جي واڌ ويجهه ٿي سگهي. نقل، تعليم، ماءُ پيءُ، استاد يا پادريءَ کي قبيلي جون روايتون روايتون ۽ وراثت زبان ۽ علم، اخلاق ۽ عادتون اِنهن سمورن ذريعن لاءِ ان جي ٽيڪنالاجي ۽ فن نئين نسل جي حوالي ڪرڻ گهرجن ڇو ته اِهي ئي اهي هٿيار آهن جن وسيلي اهي جانورن مان انسان بڻجن ٿا. انهن حالتن جي غائب ٿيڻ جي ڪري ڪڏهن، انهن سان هڪ جي به ختم يا غائب ٿيڻ جي تهذيب تباهه ٿي سگهي ٿي. هڪ زميني وڏي اٿل پٿل يا مڪمل موسمي تبديلي، هڪ بي قابو وبا، جنهن روم ۾ انشونينز جي دور ۾ اڌ آبادي کي چٽ ڪري ڇڏيو هو يا موت (Black death) جنهن جاگيرداريءَ جي دؤر کي ختم ڪرڻ ۾ مدد ڏني. جاگيرداريءَ جو خاتمو يا شهر جي هٽان ٻهراڙين جي پير ماريت سان زراعت جي تباهي پرڏيهي خوراڪ جي رسد تي خوفناڪ دارومدار جو نتيجو هوندي آهي. قدرتي ذريعن ٻارڻ يا ڪچي مال جي ناڪامي، واپار جي رستن جي تبديليءَ هڪ قوم کي عالمي واپار جي

مکيہ لائين کان ڈار ڪري ڇڏيو. (شهري زندگيءَ جي پريشانين ۽ رابطن جي ڪري ذهن اخلاقي ڪمي سماجي نظم ۽ ضبط جي زوايتي ذريعن جو ٽٽڻ ۽ ان کي تبديل ڪرڻ جيَ نا اهليت، هِڪ وکريل جنسياتي زندگي.)

(توڪل تي پٽل فلسفن سان نسل جو ڪمزور ٿيڻ. قابل ماڻهن جي سنڌيپ (سنڌي هٽڻ) ۽ انهن ڪٽبن جو نسبتاً ننڍو هئڻ جيڪي هڪ نسل جي ثقافتي وراثت کي مڪمل طور تي ايندڙ نسل جي حوالي ڪن ٿا. دولت جو بيمار ڇماءُ (هڪ جاءِ تي بيهي رهڻ) جيڪو طبقياتي جنگن جو سبب بڻجي ٿو. انتشار وارا انقلاب ۽ ڏيوالپڻو. اهي ڳالهيون اهڙيون آهن جن سان تهذيبون مري سگهن ٿيون. تهذيب ڪا خلقي واري شئي نہ آهي ۽ نہ ئي اها لازوال آهي. هر نسل کي ان کي نئين سر حاصل ڪرڻ گهرجي. ان جي مالیت يا ترسيل ۾ ڪابہ مداخلت ان کي ختم ڪري نہ سگهي ٿي. انسان جانورن کان رڳو تعليم جي اعتبار کان مختلف آهي جنهن جي تعريف تهذيب جي پهچ جي ٽيڪنڪ سان ڪري سگهجي ٿي.)

تهذيبون نسلي روح جون ڏاڪڻيون هونديون آهن. جهڙي ريت خانداني پرورش ۽ پوءِ لڳت نسلن کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿي، مرندڙ ماڻهن جي روايتن کي نوجوانن جي حوالي ڪري ٿي. اهڙيءَ ريت ڇپائي، واپار ۽ خبرون پهچائڻ (اطلاعات) جا هزارين طريقا تهذيبن کي هڪ جاءِ ڪن ٿا ۽ آئيندي جي تهذيبن لاءِ جيڪي اهميت وارا هوندا آهن، ان کي محفوظ رکن ٿا. اسان کي گهرجي تہ مرڻ کان اڳ پنهنجي تهذيبي وراثت کي پنهنجي ٻارباڻي حوالي ڪيون.

باب ٻيو

# تهذيب[1] جا معاشي عنصر

هڪ اهم اعتبار کان "وحشي" (مهذب) آهي، ڇوته نهايت احتياط سان پنهنجي ٻارن کي قبيلي جي وراثت ۾ اهي سموريون معاشي سياسي، ذهني ۽ اخلاقي عادتون ۽ دستور منتقل ڪري ٿو، جن کي هن زمين تي زنده رهڻ دوران تخليق ڪيو ۽ ترقي ڏني. هتي سائنسي طريقئہ ڪار سان سوچڻ ناممڪن آهي.

ڇوته ٻين انسانن کي "وحشي" يا "غير مهذب" چئي اسان ڪا معروفي (ٻاهرين) حقيقت بيان نہ ٿا ڪريون پر پاڻ لاءِ شديد محبت ۽ ٻين جي زندگيءَ جي طريقي لاءِ شرط جو اظهار پيا ڪريون. بيشڪ اسان انهن سادن ماڻهن لاءِ غلط اندازو پيا لڳايون، جن اسان کي مهمان نوازي ۽ اخلاق بہ گهڻو ڪجھ سيکاريو آهي. جيڪڏهن اسان تهذيبي بنيادن ۽ ترڪيبي جزن جي فهرست تيار ڪيون تہ اسان کي خبر پوندي تہ اگهاڙين قومن (Nacked Nations) اهي سموريون شيون حاصل ڪري ورتيون هيون ۽ اسان لاءِ هار سينگار، سجاوت ۽ تحرير (لکت) کان سواءِ ڪجھ بہ نہ ڇڏيو هو. شايد اهي قومون بہ ڪڏهن مهذب هيون ۽ سجاوت ۽ لکت کي تڪليف ڏيندڙ شيءِ سمجهي ان کان پري رهنديون هيون. اسان کي پنهنجي ابن ڏاڏن لاءِ وحشي ۽ غير مهذب جهڙا اصطلاح ڪتب نہ آڻڻ گهرجن.

---

١- هن ڪتاب ۾ لفظ تهذيب مان مراد سماجي تنظيم، اخلاقي نظام ۽ ثقافتي سرگرمي آهي. ڪلچر مان مراد عادتن، رسمن ۽ فنن يا ماڻهن جي ادارن، دستور ۽ فنن جو مجموعو آهي. لفظ ڪلچر غير تمدن يافتہ ۽ تاريخ کان پهرين معاشرن جي حوالي سان استعمال ٿيندو.

اسان کي انهن قبيلن کي جيڪي غير پيداواري ڏينهن لاءِ ڪجھ بچائي نہ تا رکن ۽ تحرير جو استعمال نہ تا ڪن، غير تهذيب يافتہ چوڻ نہ گهرجي ۽ مقابلي جي طور تي انهن کي تهذيب يافتہ نہ چوڻ گهرجي جيڪي پڙهيل لکيل هجن.

(I)

## شڪار کان پوکي راهي تائين

هڪ ڏينهن ۾ تي پيرا انتهائي اسريل يا سڌريل دستور آهي وحشي ماڻهو يا تہ تمام گهڻو کائيندا آهن يا بک تي رهندا آهن. آمريڪي انڊينز (Red Indions) ۾ ڪجھ اهڙا جهنگلي قبيلا آهن:

جيڪي ٻئي ڏينهن تائين خوراڪ کي محفوظ رکڻ نامناسب سمجھندا آهن. آسٽريليا جا مڪاني ماڻهو اهڙي محنت نہ ڪندا آهن جنهن جو ترت اجورو نہ ملي. جڏهن تہ آفريقا جا جهنگلي يا تہ ڪائي ڪائي ڦوڪجي پوندا يا وري بک تي سمهندا آهن. ان ڪوتاهہ انديشيءَ ۾ ٻين "اڻ سڌريل" عادتن وانگر هڪ گونگو عقل بہ شامل آهي. جنهن گهڙيءَ انسان سياڻي لاءِ سوچڻ شروع ڪندو آهي، ان وقت اهو خوشين جي باغ مان نڪري انديشن جي ماڙيءَ ۾ داخل تي ويندو آهي. غم سندس اندر ۾ ويهي رهندو آهي، لالچ وڌي ويندي آهي. غم سندس اندر ۾ ويهي رهندو آهي. لالچ وڌي ويندي آهي، ملڪيت شروع تي ويندي آهي جڏهن تہ بي فڪري جي ڪري انسان جي حقيقي خوشي ختم تي ويندي آهي. اڄ ڪلهہ آمريڪي نيگرو (ڪارو ماڻهو) ان تبديلي مان گذري رهيو آهي. چيريءَ پنهنجي هڪ اسڪيموگائيڊ کان پڇيو "ڪهڙي شيءِ بابت سوچي رهيو آهين" هن جواب ڏنو تہ "مون کي سوچڻو نہ پوندو آهي، مون وٽ تمام گهڻو گوشت آهي" ان وقت تائين نہ سوچجي جيسيتائين سوچڻو نہ پوي. اها ئي عقل جي ڳالهہ آهي تنهن هوندي بہ ان لاپرواهيءَ ۾ مشڪلون آهن ۽ جيڪي ان تي ضابطو آڻين تا اهي بقا جي جدوجهد ۾ واضع (متيرائپ) حاصل ڪري وٺن تا. اهو ڪتو جيڪو هڏي کي زمين ۾ پوري ڇڏي تو، اهي نوريئڙا جيڪي پوءِ جي خوراڪ لاءِ ميون جاگورا (Nuts) گڏ ڪن تا. اهي ماکيءَ جون مکيون جيڪي ماکي سان مانارو ڀري ڇڏين

ٿيون ۽ ڪوليون جيڪي ڏکين ڏينهن لاءِ خوراڪ گڏ ڪري ونن ٿيون، اهي حقيقت ۾ تهذيب جا پهريان خالق آهن. اهڙي ئي مخلوق اسان جي جهونن ۽ اڳوڻن ابن ڏاڏن کي پهرين ڏينهن جي وڏيڪ مال مان ٻئي ڏينهن لاءِ بچائي رکڻ جو هنر سيکاريو. هن گرمين جي مند ۾ سردين لاءِ ڪجھ بچائي رکجي.

اسان جي انهن ابن ڏاڏن ڪيڏي نه مهارت سان سمنڊ ۽ زمين مان کوٽي کوٽي خوراڪ ڪڍي، جنهن تي انهن جي سادي معاشري جي پيڙھ رکيل هئي. هنن خالي هٿين زمين مان ڪاٺ جهڙيون شيون ڪڍيون. هنن جانورن جا چنبا ۽ ڏند استعمال ڪيا ۽ هاٿي ڏندن، هڏن ۽ پٿرن مان اوزار ٺاهيا. مڇين ۽ ٻئي شڪار لاءِ وٽن جي کلن مان ڄار ٺاهيا. مطلب ته اڻ ڳڻيون ترڪيبون استعمال ڪيون. پولي نيشن وٽ هزارين گز ڊگها ڄار هوندا هئا. جن کي سوين انسان گڏجي استعمال ڪندا هئا. انهن طريقن سان سياسي تنظيم سان گڏو گڏ معاشي حصول ٻه، وڌندو ويو ۽ خوراڪ جي گڏيل ڳولا جي ڪري رياست وجود ۾ آئي. تلنگو ملاح پنهنجي مٿي تي سيل مڇيءَ وانگر ٽوپي پائيندا هئا پنهنجو پاڻ کي ٽڪرين جي پٺيان لڪائي ڇڏيندا هئا ۽ سيل مڇيءَ وانگر ئي آواز ڪيندا هئا. مڇيون انهن ڏانهن جڏهن ايندي هيون ته هو انهن ۾ نيزا کپائي ڇڏيندا هئا. گهڻا قبيلا ڍنڍن ۾ مڇين کي بيهوش ڪرڻ واريون دوائون وجهي ڇڏيندا هئا ته جيئن مڇين کي سولائيءَ سان پڪڙي سگهجي. مثال طور ٽاهيٽي جا ماٺهو پاڻيءَ ۾ ڪنهن ميري جي گورن ۾ نشيدار بوٽي جي پن مان ٺهيل بيهوش ڪندڙ مادو وجهندا هئا. مڇيون ان کي کائي وڏي مزي سان ترنديون مٿي سطح تي اچي ويندڻيون هيون ۽ ملاح انهن کي پڪڙي ويهندا هئا. آسٽريليا جا مڪاني ماٺهو پاڻيءَ جي سطح کان هيٺ تري، هيٺان کان ٻدڪن جون ٽنگون پڪڙيندا هئا ۽ جيسيتائين اهي چپ نه ٿي وڃن اهي ڪين پڪڙي رکندا هئا. "ترامر" ڪنهن سخت ريشي سان گڏ ڳر ملائي ان کي زمين ۾ اڌ پوري ڇڏيندا هئا. پڪي ڳر کائيندا هئا ۽ ترامر پکي کائيندا هئا.

اسان مان گهڻن لاءِ شڪار هڪ راند آهي جيڪو اڳاٽن ڏينهن جي ياد تازي ڪري ٿو. تن ڏينهن ۾ اهو شڪاري ۽ شڪار ٻنهي لاءِ زندگي

۽ موت جو مسئلو هو ڇو ته شڪار ۽ رڳو خوراڪ جي ڳولائي نه هئي پر سلامتي ۽ متيرائپ جي جنگ هئي. هڪ اهڙي جنگ جنهن جي اڻڳيان تاريخ ۾ لکيل جنگيون تمام ننڍڙيون لڳن ٿيون. جهنگ ۾ انسان اڄ به زندگيءَ جي جنگ وڙهي ٿو. جيتوڻيڪ جهنگ ۾ جانور خوراڪ کان گهڻو مايوس ٿي يا شڪاريءَ کان تنگ ٿي انسان تي حملو ڪندو آهي پر ان جي باوجود سدائين سيني لاءِ ڪاڌو نه هوندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته رڳو جنگجوئن کي ئي ڪاڌو نصيب ٿيندو آهي. اسان پنهنجي عجائب گهرن انهن ماڻهن جي جنگين جا يادگار ڪاتيون نيزا، تير، ڪمند، ڄار ۽ ڳچي جا ڳٽ ڏسون ٿا. جن سان قديم انسان زمين تي قبضو ڪيو ۽ ان آئنده جي نافرمان نسلن کي جانورن کان تحفظ سيکاريو. اهو ئي سبب آهي جو اڄ ڪيترائي نسل زمين تي جيئرا آهن. ڪڏهن ڪڏهن جهنگ ۾ گهمندڙ انسان اتي ڳالهائجندڙ زبانن جي رنگارنگيءَ کان حيران ٿي وڃي ٿو. ڪيئن، جيتن، رهندڙ جانورن ۽ گوشت کائيندڙ جانورن ۽ پکين تي عقل حيران ٿيو وڃي. اهو احساس ٿئي ٿو ته انسان هن هنگامي واري منظر ۾ بي جا مداخلت ڪري ٿو ۽ هو ڪائناتي دهشت ۽ ختم نه ٿيندڙ دشمنيءَ جو ذميوار آهي شايد ڪنهن ڏينهن اهي ڪاوڙيل جانور اهي هزارين پيرن وارا جانور، انسان ۽ ان جي سمورن ڪارنامن کي ڪائي وڃن ۽ ڦرلٽ ڪندڙ به پيري ڪان، انهن عجيب ۽ غريب غير فطري هٿيارن ۽ انهن جي رحم قدمن کان هن گرهه کي آزاد ڪرائي وٺن.

شڪار ۽ ماهيگيري جي اقتصادي ارتقا ۾ مرحلا نه هئا. اهي سڌريل معاشري جون اعليٰ مقام واريون سرگرميون هيون. ڪنهن زماني ۾ شڪار ۽ ماهيگيري زندگيءَ جو مرڪز هيون ۽ اڄ به زندگيءَ جا لڪل بنياد انهن ۾ آهن. اسان جي ادب ۽ فلسفي، اسان جي رسمن ۽ فن جي پٺيان ۽ پيڪنگ تائون جا مضبوط شڪاري بيٺا آهن. اسان پين وسيلي شڪار ڪيون ٿا لفظ راند جو مطلب ئي ڪمزور يا ياڇوڪڙ شڪار جي پٺيان لڳڻ جي تسڪين حاصل ڪرڻ آهي. آخري تجزئي جي اعتبار کان تهذب خوراڪ جي فراهميءَ تي دارومدار رکي ٿي. گرجا گهرن ۽ مندرن عجائب گهرن ۽ موسيقي گاهن، لائبيرين يونيورسٽين جي ڇهرن جي پٺيان قتل گاهون لڪل آهن.

(شڪار جي ذريعي زنده رهڻ انسان جي عادت نہ هئي. جيڪڏهن انسان پاڻ کي شڪار تائين محدود رکي ها تہ اهو رڳو گوشت خور هجي ها.) جڏهن شڪار جي غير يقيني صورتحال کان ٻاهر نڪتو تہ هن وڌيڪ تحفظ ۽ سڪون حاصل ڪيو ۽ مال پالڻ تي وڌيڪ بهتر ڄاتائين. ان ۾ ان کي گهڻا فائدا حاصل هئا. جانورن کي پالڻ جانورن جو نسل وڌائڻ ۽ کير جو استعمال وغيره. اسان کي اها خبر نہ آهي ڪڏهن ۽ ڪيئن جانورن جي پالڻ جو ڪم شروع ٿيو. غالباً تن ڏينهن ۾ اهو ڪم شروع ٿيو جڏهن (جانورن جي بي سهارا زخمي ٻچن کي مارڻ کان بچايو ويو ۽ انساني ٻارن جي رانديڪن جي طور تي انهن کي ڪيمپن ۾ آندو ويو. جانور خوري جاري رهي پر ايتري نہ. جانورن کي بار ڍوئڻ لاءِ ڪم آندو ويو پر انهن جي انساني معاشري ۾ گهر جي حصي جي طور قبول ڪيو ويو. اهو انسان جو دوست بڻجي ويو ۽ ان سان گڏجي محنت ۽ رهائش جي ڪم ۾ ڀائيوار ان جانور جي نسل وڌائڻ واري ڳجهہ کي سمجهي ورتو ويو ۽ ٻہ قيدي يعني جانور ۽ انسان هڪٻئي سان ڀاڪرين پئي مليا. جانورن جي کير جي ڪري عورت کي ڏکي عرصي تائين ٿڃ پيارڻ کان ڇوٽڪارو ملي ويو. ٻارن جي موت جي شرح ۾ ڪمي ٿي ۽ نئين ۽ اعتبار جوڳي غذا حاصل ٿي. آبادي وڌندي ويئي زندگي وڌيڪ مضبوط ۽ منظم ٿي ويئي ۽ زمين تي نئين آباد ٿيل انسان جو قبضو وڌيڪ ٿيندو ويو.)

(ان ئي دوران عورت سيني کان وڏو معاشي راز هٿ ڪري ورتو اهو راز زمين جي سخاوت يعني زراعت هئي.) جڏهن مرد شڪار تي ويندو هيو تہ ان کي جهوپڙيءَ جي پر پاسي ۾ جيڪا بہ کائڻ جهڙي شيءِ ملندي هئي تہ اها ان کي کٽي وٺندي هئي (آسٽريليا ۾ پنهنجي ساٿيءَ جي غير موجودگيءَ عورت وٽن ڦان ميوا پٽيندي هئي. ماڪي ٻج ۽ قدرتي اناج گڏ ڪندي هئي.) ايسيتائين جو اڄ بہ آسٽريليا جي ڪجهہ قبيلن ۾ جيڪو اناج پاڻ پيدا ٿئي ٿو ان کي ڏار ڪرڻ ۽ لٽڻ کان سواءِ گڏ ڪيو وڃي ٿو. سڪرانتو درياءَ جي ماٿري جا انڊينز ڪڏهن ان مرحلي کان اڳتي نہ وڌيا. اسان ڪڏهن بہ اهو معلوم نہ ڪري سگهندا سين تہ انسان ڪڏهن پهريون ڀيرو ٻج جي عمل جو غور سان جائزو ورتو ۽ ٻج پوکڻ

جو سلسلو جاري ڪيو. اهڙي شروعات تاريخ جي ڳجهه آهي، جنهن بابت اسان اندازو لڳائي سگهون ٿا پر ان جي ڄاڻ حاصل نہ ٿا ڪري سگهون. ممڪن آهي تہ (انسان جڏهن اناج گڏ ڪرڻ شروع ڪيو هجي تہ ميدان ۾ ڪيمپ جي وچ ۾ ٻج ڪري پيا هجن جن مان انهن جي وڌائڻ جي راز جي ڄاڻ حاصل ٿي هجي) يانگ قبيلي جا ماڻهو زمين ۾ گڏي ٻج اڇلائيندا هئا ۽ اهي داڻا پنهنجو رستو ڳولي ٻاهر سلي جي صورت ۾ ڦٽندا هئا. يورينو جا رهواسي مڙيل لٺ سان ڪوٽيل سوراخن ۾ ٻج وجهي ڇڏيندا هئا. زمين جي سيني کان وڌيڪ سادي پوکي راهيءَ جو ذريعو اهي ئي شيون هيون. ورگاسڪر بہ رڳو چاليهہ سال اڳ هٿن ۾ ڏونگڙيون لٺيون جهليل سپاهين وانگر قطار ۾ بيٺل عورتون ڏسي سگهجن ٿيون جيڪي هڪ اشاري سان پنهنجي لٺين کي زمين ۾ کپائي ڇڏينديون هيون. مٿي هٿائي ٻج اندر کان پوءِ هڪ ٻئي ٻاري ڏانهن هليون وينديون هيون. ٻي شڪل ڪوڏاري سان پوکي راهيءَ جي هئي. ڪوٽڻ واري لٺ تي هڏي چاڙهي ويندي هئي ۽ هڪ ٽڪري سان ڳنڍي ويندي هئي تہ جيئن پير جو دٻاءُ پئجي سگهي. جڏهن ميڪسٽيڊور (Coquista dsres) جيڪسيڪو پهتا تہ ڏٺائون تہ ازٽڪي (Aztecs) ڪوڏاري کان سواءِ پوکي راهيءَ جي ٻئي ڪنهن بہ طريقي کان واقف ئي نہ هئا.

جانورن جي پالڻ ۽ ڌات کي موڙڻ کان پوءِ وڌيڪ ڳرن اوزارن جو استعمال ممڪن ٿيو. ڪوڏاري هرجي شڪل اختيار ڪئي ۽ وڌيڪ اونهائيءَ تائين هر هلائڻ سان زمين جي زرخيزيءَ ۾ وڌيڪ واڌ آئي، جنهن سان انسان جو پورو آئيندو تبديل ٿي ويو. جهنگلي ٻوٽن جي پوک ٿيڻ لڳي نوان قسم پيدا ڪيا ويا ۽ پراڻن قسمن کي بهتر بڻايو ويو. فطرت آخرڪار اسان کي اڳتي ڏسڻ جو فن سيکاريو جيڪو دور انديشيءَ وارو ۽ وقت جو تصور آهي. پکين کي وڻن تي خوراڪ گڏ ڪندي ڏسي ۽ ماکيءَ جي مکين کي مانارن ۾ ماکي گڏ ڪندي ڏسي انسان ڊگهي عرصي جي خونخواريءَ کان پوءِ خوراڪ کي بچائي رکڻ سکيو. هو گوشت کي دونهون ڏيئي، لوڻ هڻي ۽ ٿڌو رکي محفوظ ڪرڻ جو طريقو سکي ويو. هن زميني ڪيئن مينهن ۽ چورن کانُ اناج محفوظ رکڻ لاءِ پاندا ٺاهيا ۽ ڏڪار جي ڏينهن لاءِ خوراڪ گڏ ڪري ورتي. آهستي

آهستي اها ڳالهه چٽي ٿي ويئي ته زراعت وسيلي شڪار جي پيٽ ۾ خوراڪ جي فراهمي وڌيڪ بهتر ۽ مستقل ٿي سگهي ٿي. ان احساس سان انسان هڪ قدم کنيو جيڪو ڪيس تهذيب ڏانهن وٺي ويو اهو قدم هو ڳالهائڻ، زراعت ۽ تحرير. اهو فرض نه ڪري وٺجي ته انسان هڪدم شڪار کان زراعت ڏانهن آيو. آمريڪي انڊينز وانگر ڪيترائي قبيلا سدائين ان عبوري عبوري دور ۾ رهيا. مرد شڪار ڪندو رهيو ۽ عورت پوکي راهي ڪندي رهي. اها تبديلي آهستي آهستي هئي ۽ سدائين نامڪمل رهي. انسان رڳو خوراڪ حاصل ڪرڻ جي پراڻي طريقي ۾ نئين طريقي جو واڌارو ڪيو. ۽ جيڪڏهن تاريخ جي وڌيڪ حصي ڪي ڏنو وڃي ته ان پراڻي خوراڪ کي نئين خوراڪ تي ترجيح ڏني. اسان قديم انسان کي زمين جي هزارين فصلن جو تجربو ڪندي ڏسون ٿا. اسان کي خبر پوي ٿي ته هو داخلي تسليءَ لاءِ جاڻ حاصل ڪرڻ چاهي پيو ته انهن مان کهڙي خوراڪ صحيح ۽ سالم کائي سگهجي پئي. هو انهن غذائن کي ميون، گوشت ۽ مڇيءَ سان ملائي کائيندو رهيو. مگر سدائين شڪار جي سڌ ڪندو رهيو (قديم انسان گوشت جو تمام گهڻو شوقين محسوس ٿئي ٿو. جڏهن ڪيس تازي مثل گوشت جو لاش ملندو هو ته ان جو نتيجو وحشياڻي انداز وارو هوندو هو.

اڪثر ان جي پچائڻ تي به ڪيس وقت ضايع نه ڪرڻو پوندو هو ۽ جيترو جلد ٿي سگهندو هو ان کي ڪچو ئي کاڌو ويندو هو ۽ باقي هڏيون وڃي بچنديون هيون. سڄا سڄا قبيلا سمنڊ جي ڪناري تي پيل وهيل مڇيءَ تي عيش ڪندا هئا. جيتوڻيڪ فجيءَ جا ماڻهو پچائي سگهندا هئا پر اهي ڪچي گوشت کي ترجيح ڏيندا هئا. جڏهن اهي ڪا مڇي پڪڙيندا هئا ته ان کي ڪلين ۾ چڪ وجهي ماري ڇڏيندا هئا ۽ پوءِ ڪنهن پئي رسم کان سواءِ منديءَ کان پڇ تائين ان کي کائي ويندا هئا. غذا جي غير يقيني فراهميءَ انهن فطري ماڻهن کي تقريباً هر وقت کائيندڙ (چارو) (Omnivorous) بڻائي ڇڏيو هو. ڪوڏ مڇي، سامونڊي ڪوئا ڏيڏر، نوريئڙا، ڪينئان، وڇون، پتنگ، سوپيريون، ماڪڙ، ڪرڙي، نانگ، وڏيون بلائون، ڪتا، گهوڙا، جون، لاروا، رڙهندڙ جانور ۽ پکين جا آنا وغيره مان هر هڪ شيءِ ۽ قديم انسان جي ڪڏهن نه ڪڏهن مرغوب غذا

هئي. ڪجھ قبيلا ڪولين جا زبردست شڪاري هئا ۽ ٻيا ڪينئن کي اس ۾ سڪائيندا هئا ۽ پوءِ کائڻ لاءِ گڏ ڪري رکندا هئا. ڪجھ هڪبئي جي وارن مان جون پڪڙي انهن کي مزي سان کائيندا هئا. جيڪڏهن وڏيڪ جون گڏ ڪيون وينديون هيون ته انهن کي خوشيءَ جا نعرا هڻي کاڌو ويندو هو، جڻ اهي انساني نسل جون دشمن هجن.

باھ جي دريافت سان اها درندگي گهٽجي ويئي ۽ زراعت جي بدولت انسان شڪار جي پٺيان لڳڻ کان آجو ٿي ويو. پچائڻ جي ڪري هزارين ناقابل هضم ٻوٽا ۽ نشاستا به کائڻ جي لائق ٿي ويا ۽ انسان وڌ ۾ وڌ اناج ۽ سبزين ڏانهن ڇڪجي ويو. اهڙيءَ ريت پچائڻ سان سخت غذائون به نرم ٿي ويون ۽ چٻاڙڻ جي ضرورت گهٽجي ويئي جنهن ڪري ڏندن جي ڪمزوري شروع ٿي جيڪا تهذيب جي علامتن مان هڪ آهي.

خوراڪ جي مختلف قسمن جي شين مان انسان سيني کان وڏيڪ لذيذ شيءِ پنهنجي همر جنس کي به شامل ڪيو. هڪ دور ۾ آدم خوري عملي طور تي موجود هئي. اها عادت تقريباً سمورين تهذيب يافته قومن ايسيتائين جو نسبتاً بعد جي قومن مثال طور آئرلينڊ، انبيريا پڪٽ ۽ يارهين صديءَ جي ڊسفارڪ جي ماڻهن ۾ به موجود هئي. ڪيترن ئي قبيلن ۾ انساني گوشت واپاري جنس هو ۽ دفن ڪفن جو ته نانءُ نشان ئي ڪونه هيو. ڪانگو جي سري واري علائقي ۾ جيئريون عورتون، مرد ۽ ٻار کاڌي جي شين جي طور تي وڪرو ٿيندا هئا. نئين برطانيا جي ٻيٽ تي انساني گوشت دڪانن تي ائين وڪيو ويندو هو جيئن هينئر ڪاسائي جانورن جو گوشت وڪڻن ٿا. ڪجھ مسلمان ٻيٽن تي انساني شڪار خاص طور تي عورتن جي گوشت جون دعوتون ائين ڪيون وينديون هيون جيئن سوئرن جي گوشت جون ٿينديون هيون. فجيءَ جا ماڻهو عورتن کي ڪتن کان بهتر سمجهندا هئا چو ته اهي چوندا هئا ته ڪتي مان بدبوءِ اچي ٿي. تهتيءَ ۾ هڪ پوڙهي پولينيزيه سردار پيري لوئيءَ کي پنهنجي خوراڪ ٻڌائيندي چيو ته "جڏهن ڪنهن گوري ماڻهو کي چڱي نموني تريو وڃي ته ان جو مزو پڪل ڪيلي وانگر هوندو آهي" تنهن هوندي به فجي جي ماڻهن جي خيال ۾ گورن ماڻهن جو گوشت وڏيڪ نمڪين ۽ سخت هو ۽ يورپي ملاح جي کائڻ جي لائق نه هو. ان جي ٻيٽ ۾ يڪ پولينيزين جو

گوشت وڌيڪ لذيذ هو.

ان عمل جي شروعات ڪهڙي هئي؟ جيئن پين ڳالهين ۾ به فرض ڪيو ويو آهي سائگي ريت فرض ڪجي.تو ته اهو رواج غذا جي کوٽ جي ڪري شروع ٿيو. جيڪڏهن ائين ٿيو ته پوءِ ذائقو جيڪو هڪ ڀيرو ٺهي ويو اهو غذا جي ڪميءَ جي ٿيڻ جي باوجود قائم رهيو ۽ هڪ لذيذ غذا بنجي ويو. هر طرف انساني رت هڪ مزيدار شيءِ سمجهيو ويندو هو. ان جو خوفناڪ تصور نه ڪيو ويندو هو ايسيتائين جو غير متمدن سبزي کائيندڙ به ان کي مزي سان کائيندا هئا.(اهڙا قبيلا به انساني رت پيئندا هئا جيڪي ظاهر طور تي بامروت ۽ سخي هئا. اهو رت ڪڏهن دوا جي طور تي ۽ ڪڏهن رسم جي طور تي ۽ اڪثر ان يقين سان پيتو ويندو هو ته پيئندڙ ۾ مقتول جو حياتي بخش رت قوت ۾ واڌارو ڪندو) انساني رت کي ترجيح ڏيڻ ۾ ڪنهن به قسم جو شرم محسوس نه ڪيو ويندو هو. (غير تهذيب يافته انسان اخلاقي طور تي انساني گوشت ۽ جانورن جو گوشت کائڻ ۾ ڪو به فرق نه ڪندو هو)

مليشيا ۾ جيڪو سردار پنهنجي دوستن جي مهماني پڳل انساني گوشت.سان ڪندو هو، سماجي طور تي ان کي وڌيڪ محترم سمجهيو ويندو هو. هڪ برازيلي سردار جو چوڻ هو ته "جڏهن مان پنهنجي هڪ دشمن کي قتل ڪيو آهي ته ان کي ضايع ڪرڻ کان بهتر آهي ته ان کي کاڌو وڃي)... انسان جو کاڌو وڃڻ خراب نه آهي پر ان جو مرڻ خراب آهي.

جيڪڏهن مان ماريو وڃان ته اها ڪي ڳالهه آهي ته منهنجي قبيلي جي دشمن مون کي کائي وڃن ها پر ان کان وڌيڪ پر ذائقه ٻي ڪا راند نه آهي.... توهان سفيد فام تمام گهڻا خوش ذائقه هوندا آهيو". بلاشڪ ان رسم جا ڪجهه سماجي فائدا به هئا. اها رسم ڏين سوفٽ جي رٿا، فالتو ٻارن جي استعمال جي اڳڪٿي هئي ۽ پوڙهن کي لاڀائتي طريقي سان مرڻ جو موقعو فراهم ڪندي هئي. اها رسم هڪ نقطئه نظر آهي جنهن ڪري دفن ڪفن هڪ غير ضروري لڳندو آهي. مونٽين جي بقول انسان کي نيڪيءَ جي پردي ۾ موت جي اذيت ڏيڻ، ان کي پڇي کائڻ کان وڌيڪ اذيت ناڪ عمل آهي. اسان کي هڪ ٻئي جي فريبن جو احترام

ڪرڻ گهرجي.

(II)

## صنعت جا بنياد

جيڪڏهن آدميت جي شروعات ڳالهائڻ سان ۽ تمدن جي زراعت سان ٿي آهي ته (صنعت جي شروعات باهه سان ٿي آهي. انسان باهه کي ايجاد نه ڪيو. شايد فطرت پنن يا ڏائبين جي رڳڙ، ڪنوڻ يا ڪيميائي شين جي ميلاپ سان اهو معجزو ڪري ڏيکاريو. انسان وٽ رڳو فطرت جو نقل ڪرڻ ۽ ان کي بهتر بنائڻ جي مهارت هئي. هن ان حيران ڪندڙ ايجاد جا هزارين استعمال ڪيا. سيني کان اڳواٽ هن ان مان روشنيءَ جو ڪم ورتو ته جيئن پنهنجي خوفناڪ دشمن اونداهيءَ تي ضابطو آڻي سگهي. پوءِ هن ان کي گرميءَ لاءِ ڪتب آندو ويو ۽ هو پنهنجي اباڻن خطن کان ٻين پرڀرن ڏانهن ويو ۽ آهستي آهستي هن گرم کي انساني ٿاهيندو ويو. پوءِ هن باهه کي مختلف ڌاتن تي استعمال ڪندي انهن کي نرم ڪيو، مضبوط ۽ لچڪيدار شين ۾ تبديل ڪيو. باهه ايڏي مهربان ۽ عجيب شيءِ هئي جو اڄ سڌريل انسان لاءِ هڪ معجزو هئي. انسان ان جي ديوتا وانگر پوڄا ڪندو رهيو. هن ان اڳيان اڻ ڳڻيون قربانيون پيش ڪيون ۽ ان کي پنهنجي زندگي ۽ گهر جو مرڪز ٿاهيو. خانه بدوشيءَ ۾ ان کي هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تائين حفاظت سان کڻي گهمندو رهيو ۽ سولائيءَ سان وسامڻ نه ڏنائين. ايسيتائين جو روم وارا ان پاڪدامن عورت کي به ماري ڇڏيندا هئا جيڪا باهه وسائي ڇڏيندي هئي.)

شڪار ۽ زراعت جي وچ ۾ به ايجادون ٿي رهيون هيون ۽ قديم ذهن زندگيءَ جي معاشي مونجهارن جو ميڪانيڪي حل ڳولڻ ۾ لڳل هو. (شروع ۾ انسان فطرت جي نعمتن مثلاً زمين جي ميوي کي غذا طور تي، جانورن جي کل ۽ پشم کي پوشاڪ جي طور تي ۽ جبلن جي غارن کي رهائش طور استعال ڪيو ۽ هو انهن مان مطمئن هو. پوءِ شايد (جو ته گهڻي تاريخ اندازو آهي ۽ باقي تعصب) هن اوزار ٺاهيا ۽ جانورن جي حرڪتن کي نقل ڪيو. هن پولڙي کي پنهنجي دشمنن تي پٿر ۽ ميوا اڇلائيندي ڏٺو، پکين کي آکيرا ٺاهيندي ۽ ڪارن پولڙن کي جهوپڙيون ٺاهيندي ڏٺو. هن انهن جي چنبن، ڏندن ۽ سڱن جي طاقت ۽ انهن جي

ڪل جي سختيءَ تي رشڪ ڪيو. هن اهڙائي هٿيار ۽ اوزار ٺاهڻ شروع ڪيا جيڪي انهن جهڙا ۽ انهن جي مقابلي جا هجن. فرينڪلن جي بقول ته انسان اوزار استعمال ڪندڙ جانور آهي ليڪن ٻين فرقن وانگر هي به رڳو هڪ درجي جو فرق آهي. ڪيترائي اوزار انسان.جي چوڌاري موجود ٻوٽن جي دنيا مان جڙيا. باسن جي لڪڙي مان ان اوزارن جا هٿيا، چاقو، سيون ۽ بوتلون ٺاهيون، ڌارن مان ان چمڙو ۽ انگوڙيون ٺاهيون.

وڻن جي ڇوڏن ۽ ريشن مان هن رسا ۽ ڪيترن ئي قسمن جا ڪپڙا ٺاهيا ۽ ان ڪان وڌيڪ هن پنهنجي لاءِ لٺ ٺاهي. اها هڪ معمولي ايجاد هئي پر ان جا استعمال ايڏا مختلف هئا جو انسان سدائين ان کي طاقت ۽ قوت جي علامت سمجهيو. پرين جي لٺ ۽ ريڍارن جي سونٽي مان موسيٰ جي عصا رومي ڪائونسل جي عاج جي لٺ ۽ مئجسٽريٽ ۽ بادشاهه جو لڪڻ، ٻئي پاسي زراعت ۾ لٺ ڪوڏارو بنجي ويئي. جنگ ۾ اها ڀالو، نيزو، تلوار ۽ سنگين بنجي ويئي. انسان معدني دولت کي استعمال ڪيو ۽ پٿرن کي هٿيارن هٿوڙا ۽ اوزارن ۾ تبديل ڪيو. هٿوڙا، تيرن جون چوٽيون، آريون پانا، ليوَر، ڪهاڙيون برما وغيره. جانورن جي دنيا مان هن ڏوئي چمچا، ٿانو، پليٽون، پيالا، پاڪيون ۽ ڪاتيون ٺاهيون. سخت يا نرم اوزار سڱن يا عاج ۽ هڏين ۽ جانورن جي وارن ۽ کلن مان ٺاهيا. انهن مان گهڻن شين جا هٿيا ڪاٺيءَ جا هئا، جيڪي انهن سان ڏاڍي هوشياريءَ سان ڳنڍيا ويا هئا. اهي ڇوڏن يا جانورن جي رڳن سان ڇڪي ٻڌل هوندا هئا ۽ ڪڏهن ته رت سان ٺهيل عجيب شيءِ سان چنبڙيل هوندا هئا. قديم انسان جي ڏاهپ جي رفتار سراسري طور جديد انسان جي برابر يا شايد ان ڪان وڌيڪ هئي. اسان انهن ڪان علم جي معاشرتي واڌاري، مادي ذريعن ۽ اوزارن ۾ مختلف آهيون. ذهن جي تخليقي متيرائپ جي ڪري مخلتف نه آهيون. بي شڪ فطري انسان پنهنجي جوڙيل ايجاد کي گهڻي وقت هئڻ جي ڪري ضابطي ۾ آڻيندو هو. اسڪيموز جي وڻندڙ راند سچائيءَ جي حالت ۾ ڏار ڏار علائقن ۾ وچي زندگيءَ جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ هڪٻئي ڪان گوءِ کڻڻ هوندي هئي.

اها قديم مهارت اٽت جي فن ۾ پنهنجي ڀرپور اظهار سان ظاهر ٿي.

هتي ٻه جانور انسان جي رهنمائي ڪئي. ڪوريئڙي جي ڄارن، پکين جي آکيرن، وڻن تي ريشن ۽ پنن جي قدرتي پرت اهڙا نمونا پيش ڪيا جو اُٽت شايد انساني نسل جي سيني ڪان شروعاتي فنن مان هڪ ثابت ٿي آهي. چوڏن، پنن ۽ گاهه جي تيلن مان اهڙي ريت ڪپڙو ۽ غاليچا ٺاهيا ويا جو اڄ جي مشيني ذريعن جي باوجود انهن سان بر ميچي نه ٿو سگهجي. اليسطيه جي عورت هڪ پوشاڪ ٺاهڻ ۾ هڪ سال لڳائيندي هئي. اتر آمريڪي انڊينز جي ٺاهيل ڪمبل ۽ لباس جي سجاوٽ جهالر ٺاهي ڪئي ويندي هئي. انهن کي خوبصورت رنگ ڏنا ويندا هئا ۽ فاد ٿيوڊو جي بقول ته اهي رنگ ايڏا ته اجرا هوندا هئا جو اسان جي دور جا رنگ انهن سان بر ميچي نه ٿا سگهجن. فن اتان ڪان شروع ٿيو جتان فطرت موڪلايو. پکين ۽ مڇين جي هڏن ۽ باس جي وڻن جي نازڪ شاخن مان شيون ٺاهيون ويون. (جانورن جي پنن مان ڌاڳو ٺاهيو ويو جيڪو ايڏو ته سنهو جو اڄوڪي دور جي عمدي ۾ عمدي سئيءَ جي پاڪي مان لنگهي سگهي ٿو. وڻن جي چوڏن کي ڪٽي تڏا ۽ ڪپڙا ٺاهيا ويندا هئا، ڪکن مان ڪپڙا ۽ جوتا ٺاهيا ويندا هئا. تيلن مان مضبوط ڌاڳو ۽ وڻن جي تارين مان خوبصورت ڪارا ٺاهيا ويندا هئا جيڪي جديد ترين نمونن ڪان خوبصورت هئا.)

ٿانون ٺاهڻ جي فن جي شروعات شايد ڪارا ٺاهڻ ئي ٿي. مٽيءَ کي ٽوڪريءَ ۾ رکيو ويندو هو ته جيئن ٽوڪري سڙي نه وڃي سخت ٿيڻ ڪان پوءِ ٽوڪري هٽائي ويندي هئي اهو پهريون مرحلو هو جيڪو پوءِ چينيءَ جي ٿانو ٺاهڻ تائين پهتو يا شايد مٽي جي مختلف ٽڪرن کي اس ۾ سڪايو ويندو هو جنهن جي ڪري ڪوزا ٺاهڻ جو فن وجود ۾ آيو. باهه ۾ ٿانو کي پچائڻ اس ۾ سڪائڻ ڪان پوءِ جو قدم هو. ائين هر طرح جي استعمال ڪائڻ، شيون رکڻ، اڇ وڃ ۽ آخرڪار سجاوٽ ۽ سينگارڻ لاءِ مٽيءَ مان مخلتف قسمن جا ٿانون ٺهڻ لڳا. آلي مٽيءَ تي آڱرين جي ننهن يا اوزارن سان جيڪي نمونا اڪيريا ويا اهي آرٽ جون ابتدائي شڪليون هيون ۽ شايد لکت جي شروعات ٻه اتان ڪان ئي ٿي.

اس ۾ سڪايل مٽيءَ مان قديم قبيلا سرون ٺاهيندا هئا ۽ ائين چئبو ته اهي مٽيءَ جي ٿانون جي زماني ۾ رهندا هئا. پر اڌاوت جو فن بعد جو

مرحلو هو. جنهن جي ارتقائي سلسلو غير تهذيب يافتہ ماڻهن جي گاري جي جهوپڙين کان وٺي نينواءِ بابل جي خوبصورت ٽائيلز تائين جاري رهي ٿو. ڪجھ قديم قومن مثال طور سيلون جي ويدھن وٽ رهڻ لاءِ ڪوبہ گهر نہ هو اهي زمين ۽ آسمان مان مطمئن هئا. ڪجھ قومون تسمانين وانگر سڪل وڻن جي پورن ۾ سمهنديون هيون. ڪجھ قومون نيو سائوٿ ويلز جي رهواسين وانگر غارن ۾ رهنديون هيون. ڪجھ قبيلا جهنگلي ماڻهن وانگر طوفان کان بچڻ لاءِ وڻن جي ڏارن سان جوڙي پنهنجا گهر ٺاهيندا هئا يا وري زمين کوٽي ان کي وڻن جي ڏارن سان ڍڪي ڇڏيندا هئا .انهن پناهگاهن جي پر پاسي ۾ جڏهن واڏارو ڪيو ويندو هو تہ هڪ جهوپڙي ٺهي پوندي هئي. اهڙيون جهوپڙيون سدائين آسٽريليا جي ماڻهن جي استعمال ۾ رهيون. انهن جهوپڙين ۾ ٻہ يا ٽي ماڻهو اچي سگهندا هئا. سيني کان وڏي جهوپڙيءَ ۾ ماڻهن جي اچڻ جي گنجائش ٽيھ يان ان کان وڌيڪ ماڻهن جي هئي. خانہ بدوش، شڪاري يا ان ميڙيندڙ تنبو کي وڌيڪ ترجيح ڏيندا هئا ڇوتہ ان کي وري ٻئي هنڌ کڻي سگهبو هو جيسيتائين شڪار جي پٺيان وڃڻو هوندو هو. آمريڪي انڊينز جهڙا وڌيڪ فطري ماڻهو ڪاٺ جون جهوپڙيون ٺاهيندا هئا.(مثال طور ايروقيس (Iroqvios)پنج سؤ فوٽ ڊگهين ڪاٺين جون حويليون ٺاهيندا هئا جن ۾ گهڻا ڪٽنب رهندا هئا. اوشيانا جا رهواسي احتياط سان ڪپيل تختن جا گهر ٺاهيندا هئا. اهڙي ريت ڪاٺ جي گهر ٺاهڻ جي ارتقا مڪمل ٿي.)

غير تهذيب يافتہ انسان کي معاشي تمدن جون گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ رڳو ٽن مرحلن جي وڌيڪ ضرورت هئي. جن ۾ آمدرفت يا شين کي هيڏانهن هوڏانهن کڻي وڃڻ جو سرشتو، واپار جو عمل ۽ ڏي وٺ جا ذريعا شامل هئا. جديد جهاز مان سامان کڻندڙ قلي سامان کي هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ جي تاريخ جي ابتدائي ۽ جديد ترين منزلن ٻنهي جو ايجاد ڪندڙ آهي. شروع ۾ انسان شاديءَ ٿيڻ تائين بار ڍوئڻ جو جانور پاڻ ئي هو. اڄ تائين ڏکڻ ۽ اوڀر ايشيا ۾ انسان ئي ويگن آهي ۽ انسان ئي گڏھ. تڏهن هن رسيون ليور ۽ چرخي ايجاد ڪئي. هن جانور کي فتح ڪيو ۽ مٿس وزن لڏيو. هن پهرين برف گاڏي ٺاهي جنهن کي ان جا جانور ڇڪيندا

هئا ۽ وڏا وڏا ڌار ان جي سامان کي کڻي پئي هليا. ان ڪاٺ جي ڳرن تڪرن کي گاڏيءَ جي رولر طور ڪتب آندو هن ڪاٺ جي ڳري تڪري کي گول ڪري ڪپيو ۽ ڦيٽي جي صورت ۾ سيني ڪان اهم ميڪانيڪي ايجاد ڪئي. هن گاڏي جي هيٺيان ڦيٽا هٽي چڪڙو ٺاهيو. هن ڪجھ ڪاٺيءَ جي تڪرن کي تختن جي طور تي پاڻ ۾ جوڙيو. جنهن سان دريائن ۾ سامان جي اچ وڃ سؤلي ٿي ويئي. خشڪيءَ تي هن ڏکين علائقن ۽ جابلو رستن ۽ آخر ۾ روڊن جو سفر ڪيو. هن تارن جو اڀياس ڪيو ۽ آسمان ۾ انهن جو رستو ڏسندي پنهنجي قافلن جي رهنمائي ڪئي. هو پيادل هليو. ٻيڙيون هلايائين هڪ ٻيٽ ڪان ٻئي ٻيٽ، هڪ ڪنڌ ڪان ٻئي ڪنڌ تائين بهادريءَ سان سفر ڪيو ۽ سمنڊن وسيلي پنهنجي ڪلچر کي وڌايو. هتي به لکت ۾ تاريخ شروع ٿيڻ کان اڳ وڏا وڏا مسئلا حل ڪيا ويا هئا.

(جيئن ته انساني هنر ۽ قدرتي ذريعا مختلف طريقن ۽ اڻ برابريءَ جي طور تي ورهايل آهن ان ڪري ڪابه قوم پنهنجي مخصوص قابليت جي ترقي ۽ ضروري سبڻ سان ويجهڙائيءَ جي ڪري ان لائق ٿي سگهي ٿي ته ڪجھ شيون پنهنجي پاڙيسرين کان وڌيڪ سستيون ۽ سٺيون پيدا ڪري سگهي. پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ ان قسم جون شيون پيدا ڪري ۽ ٻين قومن کي تبادلي جي طور پيش ڪري. اهڙي ريت واپار جي شروعات ٿي. ڪولمبيا جا چبچا انڊينز پنهنجي علائقي ۾ جهجهي مقدار ۾ موجود لوڻ ٻاهر ڏيندا هئا. ۽ ان جي بدلي ۾ اهي اهڙو اناج گهرائيندا هئا جيڪو انهن جي زمين ۾ پيدا نه ٿيندو هو. ڪجھ آمريڪي انڊينز جي ڳوٺن ۾ رڳو تير ٺهيندا هئا. نيو گيانا ۾ ٿانو ٺهندا هئا آفريڪا جي ڪجھ قبيلن ۾ لوهارڪو ڪم ٿيندو هو يا ٻيڙيون ۽ پالا ٺهندا هئا. اهڙا ماهر قبيلا يا ڳوٺ پنهنجي صفت جو نالو حاصل ڪري وٺندا هئا. (مثلاً سمٿ، پوٽر فشر وغيره) ۽ ڪجھ وقت سان گڏ اهو نالو ماهر ڪٽنب مان جڙي ويندو هو وڌيڪ پيداوار جو واپار پهريون سوڪڙين جي ڏي وٺ سان شروع ٿيو. ايسيتائين جو اسان جي واپاري دور ۾ به هڪ واپاري سوڪڙي واپار کي شروع يا ختم ڪندي آهي. جنگ ڏاڙن، ڏن، ڏنڊ ۽ ڀنگ وسيلي متبادلو آسان ٿيو. اهڙيءَ ريت شيون حرڪت ۾ رهيون. آهستي آهستي

ڏي وٺ جو هڪ منظم شرشتو ترقي ڪندو رهيو ۽ خاص موقعي خاص عرصي لاءِ مستقل ناڪا، منڊيون ۽ بازارون قائم ٿي ويون. جتي جنهن وٽ به ڪا فالتو شيءِ هوندي هئي ته هو ان کي پنهنجي ضرورت جي شيءِ سان بدلائي وٺندو هو. هڪ ڊگهي عرصي تائين ڏي وٺ جي اهڙي قسم جو واپار جاري رهيو. صدين کان پوءِ واپار کي تيز ڪرڻ لاءِ تبادلي جي قدر جو گردشي پيمانو ايجاد ڪيو ويو. هڪ ڊياڪ ميڻ جو گولو هٿ ۾ ڪٽي ڪيترن ئي ڏينهن تائين بازار ۾ گراهڪ جي ڳولا ۾ گهمندي گهمندي نظر آيو ته جيئڻ ڪيس بدلي ۾ ڪا لاياڻتي شيءِ ملي سگهي. سيني کان شروعاتي تبادلي جا اوزار اهڙيون شيون هيون جن جي طلب هر جاءِ تي هئي جيڪي قيمت ادا ڪري ڪوبه خريد ڪري پئي سگهيو، ڪتل، لوڻ، ڪلون، ان، زيور، اوزار هٿيار اهڙي واپار ۾ ڊگهڻ جورابن جو هڪ جوڙو هڪ چاقوءَ جي برابر هئو، ٽي چاقو هڪ ڪمبل جي عيوض، چار چاقو هڪ بندوق جي بدلي ۾ ۽ پنج چاقو هڪ گهوڙي جي بدلي ۾ هئا. قاڙهي جا ٻه ڏند هڪ ٽٽون (ننڍي گهوڙي) جي برابر ۽ اٺ ٽٽون هڪ زال جي برابر هئا. ڪابه شيءِ اهڙي نه هوندي جنهن کي ڪنهن نه ڪنهن قوم دولت جي طور تي ڪتب نه آندو هجي. ڦريون، مڇي قاسائڻ وارو ڪنڊو، موتي، مٽڪا، ٻج، چانهه، مرچ وغيره بعد ۾ ريدون، ڳئون ۽ غلام وغيره. شڪارين ۽ اناج ميڙيندڙن جي وچ ۾ مال قدر جو آسان معيار ۽ تبادلي جو پيمانو هو. انهن ۾ دلچسپي نسل وڌائڻ جي ڪري هئي ڇوته انهن کي ساڻ ڪاهي وڃڻ سؤلو هو. ايسيتائين جو هومر جي زماني ۾ به انسانن ۽ شين جي قيمت جانورن جي وسيلي ادا ڪئي ويندي هئي. دايوميد جي نئين زره نون جانورن جي برابر هئي جڏهن ته هڪ هنر مند غلام چئن جانورن جي برابر هو. روم وارا جانورن ۽ دولت لاءِ محبت ڀريا لفظ PECUS ۽ PECVNIA ڪتب آڻيندا هئا. هنن پنهنجي ابتدائي اسڪول تي ڏاند جي شڪل ٺاهي ٻڌي هئي. انگريزي زبان جا لفظ Capital ۽ Chattle, Cattle فراسينسي زبان وسيلي لاطيني زبان جي لفظ Capitale سان ملن ٿا. جنهن جي معنيٰ ملڪيت ۽ جائيداد آهي ۽ اهو لفظ هڪ ٻئي لفظ Caput تان ورتل آهي جنهن جو مطلب Head يعني جانور آهي جڏهن ذات کي پگهاريو ويو ته اهي آهستي آهستي ٻين شين

جي جاءِ تي قدر جو ميعار بڻجي ويئي. ٽامو ڪنجهو، لوهه بعد ۾ وڏيڪ ماليت ڪان گهٽ پيماني ۾ آسانيءَ سان پيش ڪرڻ لاءِ چانديءَ ۽ سون کي ڪتب آندو ويو. علامتي شين کان ذات جي ناڻي تائين پيش رفت غير تهذيب يافته انسان جو ڪارنامو نه آهي. سڪا ناهڻ ۽ اعتباري ناڻو تاريخي تمدن جي ايجاد آهن. ائين وڏيڪ پيداوار جي تبادلي کي انسان جي دولت ۽ آسائش ۾ واڌاري لاءِ وڏيڪ آسان ناهيو ويو.

(III)

## معاشي تنظيم

واپار اڻ سڌريل دنيا کي درهم برهم ڪري ڇڏيو ڇوته ان جي شروعات سان دولت ۽ نفعي جي شروعات ٿي، ان کان اڳ ملڪيت جو تصور نه هو. ان ڪري دعوت به نه هئي. معاشي ارتقا جي ابتدائي مرحلن ۾ ملڪيت گهڻو ڪري ذاتي استعمال جي شين تائين محدود هئي. اهڙين شين (جن ۾ زال به شامل آهي) سان گڏ ملڪيت جو اهڙو تصور لاڳاپيل هو جو انهن کي انهن جي مالڪ سان گڏ ئي دفن ڪيو ويندو هو، ان جو دارو مدار اهڙين شين تي تمام گهٽ هو جيڪي ذاتي استعمال ۾ نه هيون. ان معاملي ۾ ملڪيت جو تصور لڳاتار تعليم جي تقاضا جي ڪري رهيو هو.

اڻ سڌريل ماڻهن ۾ ذري گهٽ هر پاسي زمين ڪميونٽيءَ يا برادريءَ جي ملڪيت هوندي هئي. اتر آمريڪا جا انڊينز، پيرو جا رهواسي انڊيا (بنگلاديش جي چٽاگانگ) جا جابلو قبيلا، يورينا جا رهواسي ۽ ڏکڻ سمنڊ جي ٻيٽن جا رهواسي گڏيل طور تي زمين جي ملڪيت رکندا هئا: ان ۾ پوکي راهي ڪندا هئا ۽ ان جي فصل ۾ گڏجي پيائيوار ٿيندا هئا. اوماها انڊينز چوندا هئا ته زمين پاڻي ۽ هوا وانگر آهي جيڪا وڪرو نه ٿي ڪري سگهجي. گورن ماڻهن جي اچڻ کان اڳ سمووا ۾ زمين وڪڻڻ جو تصور به ڪونه هو. پروفيسر ريورز ميلينيا ۽ پولي نيشيا ۾ زمين جي اشتراڪيت ڏٺي ۽ اندرون لبيريا ۾ اها اڄ به ڏسي سگهجي ٿي.

خوراڪ ۾ اشتراڪيت گهٽ رهي. اڻ سڌريل ماڻهن ۾ اها ڳالهه عام هئي ته جن ماڻهن وٽ خوراڪ هوندي هئي اهي انهن کي پيائيوار

ڪندا هئا جن وٽ خوراڪ نہ هوندي هئي. ساڳيءَ ريت مسافر ڪي رستي تي جيڪو گهر پسند ايندو هو اتي ترسي پوندو هو ۽ ڪائي پي وتندو هو. جيڪي ماڻهو ڏڪار جو شڪار ٿيندا هئا تن کي سندن پاڙيسري خوراڪ فراهم ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو شخص جهنگ ۾ ڪجھ ڪائڻ پيئڻ ويهندو هو تہ وڏي آواز سان هوڪو ڏيندو تہ جيڪڏهن ڪو آهي تہ ساڻس گڏجي ماني کائي. جڏهن ٽرنر سموا جي هڪ رهواسيءَ کي لنڊن جي غريبن بابت ٻڌايو تہ ان "اڻ سڌريل ماڻهو" حيرانيءَ مان پڇيو تہ "اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ غذا نہ آهي؟ دوست نہ آهن رهڻ لاءِ گهر نہ آهي، هو ڪيئن وڏو ٿيو؟ هن جي دوستن جا گهر نہ آهن؟ ڪنهن بکئي هندستاني کي چونڊ جي دير هئي. ڪاڏو پلي ڪيڏو بہ ٿورو چونہ هجي ان کي جيڪڏهن ضرورت پوندي هجي ها تہ ملي وڃي ها. ڪنهن لاءِ غذا ختم نہ ٿي ٿي سگهي جيڪڏهن شهر ۾ ڪنهن بہ هنڌ اناج موجود آهي". هوٽنسٽن ۾ اهو رواج هو تہ جنهن وٽ ٻين ڪان وڌيڪ هوندو هو تہ اهو وڌيڪ هو ٻين ۾ ورهائي ڇڏيندو هو ائين مڙئي هڪجهڙا ٿي ويندا هئا. آفريقا ۾ تهذيب جي اچڻ کان اڳ گورن سيلانين اهو ڏٺو تہ ڪنهن ڪاري ماڻهوءَ کي جيڪڏهن ڪنهن ڪائڻ جي شيءِ يا ڪنهن ٻي قيمتي شيءِ جي سوکڙي ملندي هئي تہ هو ترت ئي ان کي ورهائي ڇڏيندو هو. جڏهن انهن مان ڪنهن هڪ کي ڪپڙن جو سوٽ ڏنو ويو تہ ٿوري دير کان پوءِ ڏٺو ويو تہ ان کي رڳو ٽوپي پاتل هئي. هڪ ٻئي ماڻهو پتلون پائي ڇڏي. ۽ هڪ ٽين دوست ڪوٽ پائي ورتو. اسڪيمو شڪاريءَ جو پنهنجي شڪار تي انفرادي حق نہ هو. ڪيس شڪار کي ڳوٺ جي رهواسين ۾ ورهائڻو هوندو هو. اعزاز ۽ ٻيون شيون سيني جون گڏيل هونديون هيون. ڪيپٽن ڪارور لکي ٿو تہ آمريڪي انڊينز ملڪيت بابت گهريلو استعمال جي شين کان سواءِ نا واقف هئا. هو هڪ ٻئي بابت نهايت آزاد خيال ۽ پنهنجي دوستن جي ڪميءَ کي پاڻ وٽ پيل فالتو شين مان پورو ڪندا هئا. هڪ مشينري ريورٽ موجب ۽ انهن جو پاڻ ۾ محبت ۽ شرافت وارو ورتاءُ انتهائي حيران ڪندڙ هو جيڪو گهٽين ئي تهذيب يافتہ قومن جي عام ماڻهن ۾ موجود ڪونہ هوندو هو" بيشڪ اهو ان حقيقت مان پيدا ٿئي ٿو تہ ان وحشين لاءِ "تنهنجو" ۽ "منهنجو" جهڙا

لفظ ۾ ڪونہ هئا جيڪي سينٽ ڪرائي سوسمر موجب ۽ اسان جي دلين ۾ نيڪيءَ جي روشنيءَ کي وسائي لالچ جي باھ ٻاري ڇڏين ٿا." هڪ ٻيو شاهد چوي ٿو تہ "مون انهن جو شڪار ورهائيندي ڏٺو آهي. جڏهن هڪ ئي شڪار جون پتيون پتيون ڪرٽيون پونديون هيون تہ ڪڏهن انهن ۾ اها ڳالھ نہ ڏٺي ويئي تہ ورهاست اڻ برابريءَ واري آهي يا اعتراض جوڳي آهي. اهي خالي پيٽ سمهڻ برداشت ڪندا پر اهو الزام پنهنجي مٿان نہ کڻندا تہ انهن ضرورت مندن جي ضرورت پوري نہ ڪئي..... اهي پنهنجو پاڻ کي هڪ عظيم ڪٽنب تصور ڪن ٿا".

تهذيب جي نمودار ٿيڻ سان گڏ اها قديم اشراڪيت ڪيڏانهن گم ٿي ويئي. سمنر جو خيال آهي تہ اشراڪيت غيرحياتياتي ثابت ٿي. جدوجهد جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻي. ان ايجاد جي قوتن محنت ۽ بچت کي گهٽ تحريڪ ڏني. وڏيڪ ڪابل ماڻهوءَ کي اجر ۽ گهٽ کي سزا ڏيڻ ۾ ناڪاميءَ سان اهليت برابر ٿي ويئي. جيڪا ترقي ۽ ٻين گروهن سان ڪامياب مقابلي جي دشمن هئي. لوسڪيل ڪجھ ڏکڻ ۽ اوڀر وارن هندستاني قبيلن بابت لکيو آهي تہ "اهي اَيڏا تہ سست هئا جو خود پاڻ ڪجھ بہ نہ اپائيندا هئا ۽ ان اميد تي ويٺا رهندا هئا تہ ٻيا انهن کي پنهنجي پيداوار ۾ شريڪ ڪندا. اهڙي ريت محنتي ماڻهو پنهنجي محنت جو ڦل ايتروئي ڪائيندا هئا جيترو نڪما، نتيجي جي طور تي انهن گهٽ پيداوار اپائڻ شروع ڪري ڇڏي. ڊارون جو خيال هو تہ فيوجا جي رهواسين جي وچ ۾ مڪمل برابري سندن مهذب بنجڻ لاءِ هاڃيڪار هئي. يا فيوجا جا رهواسي اهو چوندا هئا تہ تهذيب انهن جي مساوات لاءِ نقصانڪار آهي. اشتراڪيت اهڙن مرڻي ماڻهن لاءِ يقيني تحفظ جو سبب بڻي. جيڪي اڻ سڌريل معاشري جي بک ۽ جهالت جي ڪري بيمارين ۽ حادثن کان بچي ويندا هئا پر اها انهن کي بک کان ٻاهر نہ ڪڍي سگهي. انفراديت پنهنجي پلون ۾ دولت تہ آندي پر عدم تحفظ ۽ غلامي بہ آندا. ان برتر انسانن جي لڪل قوتن کي اجاگر ڪيو پر زندگيءَ جي مقابلي ۾ شديد ڪري ڇڏيو ۽ انسان کي اهڙي ڇتي بک جو احساس ٿيو جيڪو ان وقت نہ هو. جڏهن سڀ گڏجي کائيندا هئا ۽ ڪنهن تي بہ ظلم نہ ٿيندو هو.

اشراڪيت وڏيڪ سهولت سان اهڙن معاشرن ۾ باقي رهي سگهي

جتي انسان سدائين حرڪت ۾ رهندا هئا ۽ خطرو ۽ ڪوت سدائين رهندي هئي. شعارين ۽ ان ميڙيندڙن ڪي زمين جي ذاتي ملڪيت جي ضرورت نه هئي. پر جيئن ئي زراعت انسان جي باقاعدي زندگيءَ جو حصو بڻجي وئي ته ان ڳالھ جو احساس پيدا ٿيو ته زمين جي پوک ان وقت ئي لاڀائتي ٿيندي جڏهن ان جي محنت جو اجورو ان خاندان کي ملي جنهن ان ۾ پوکي راهي ڪئي آهي. ان ڪري ادارن ۽ تصورن، نظامن ۽ گروهن جي فطري چوندڻ بي نتيجي ۾ شڪار کان زراعت جو سفر قبائلي ملڪيت کان خانداني ملڪيت ۾ تبديل ٿي ويو. پيداوار جو مڙنيءَ کان ڪفايتي ادارو ملڪيت جو ادارو بنجي ويو. جيئن جيئن خاندان پدري (پيءُ ڏانهن منسوب) شڪل اختيار ڪندو ويو ۽ خاندان جو اختيار سيني کان وڏي بزرگ مرد جي هٿن ۾ هليو ويو ته ملڪيت وڌ ۾ وڌ انفرادي ٿيندي وئي جتان کان شخصي ملڪيت جي شروعات ٿي.

اڪثر ڪري مهمر جو ماڻهو گهر ڇڏي روايتن سرحدن کان ٻاهر نڪري ويندو هو ۽ سخت محنت سان جهنگ ۾ زمين کي سنوت ۾ آڻيندو هو. ان جي حفاظت ڪندو هو ۽ ان کي پنهنجي ملڪيت سمجهندو هو. ايستائين جو معاشرو ان جي ان حق کي ميڃي وٺندو هو. اهڙي ريت انفرادي ملڪيت جي هڪ ٻي شڪل اڏو آئي. جيئن جيئن آباديءَ جو دٻاءُ وڌندو ويو ۽ پراڻي زمين ختم ٿيندي وئي ته زمين جي نئين پوکائي وڌ کان وڌ ٿيندي وئي. ايستائين جو گڏيل معاشرن ۾ انفرادي ملڪيت وقت جي ضرورت بنجي وئي. ناڻي جي ايجاد سان انفرادي ملڪيت کي مدد ملي. ان سان جائداد کي گڏ ڪرڻ ۽ منتقل ڪرڻ سؤلو ٿي ويو. ٻهڙاري جي ڪميونٽي يا بادشاھ جي زمين جي فني ملڪيت ۽ ان جي نئين سر معياري وريچ پراڻن قبائلي حقن ۽ روايتن پاڻ کي ٻيهر قائم ڪيو پر پراڻي ۽ نئين نظام ۾ قدرتي ٽڪراءَ جي هڪ ڊگهي عرصي کان پوءِ ذاتي ملڪيت مڪمل طور تي پاڻ کي تاريخي معاشري جو بنيادي معاشي ادارو ميجرائي ورتو.

زراعت جيڪا تمدن پيدا ڪري رهي هئي. نه رڳو ذاتي ملڪيت پر غلاميءَ جو به سبب بڻي. خالص شڪار جي دور ۾ غلامي نه هئي. شڪاريءَ جي زال ۽ ٻار گهريلو ڪم ڪار لاءِ ڪافي هئا. مرد شڪار يا

جنگ ۾ مصروف هوندا هئا يا پيٽ پري سستيءَ ۾ ڪريا پيا هوندا هئا. اڻ سڌريل ماڻهن جي مخصوص ڪاهلي وهڙه يا شڪار جي ٽڪ سان آهستي آهستي چتيءَ جي عادت بدلجي ويئي. ان ڪيفيت کي باقاعدي ڪم ۾ مصروف رکڻ لاءِ ٻين شين جي ضرورت هئي. يعني پوکي راهيءَ جو معمول ۽ پورهئي جي تنظيم.

جتي ماڻهو پنهنجي لاءِ ڪم ڪندا آهن اتي تنظيم ڍري ۽ طبع زاد هوندي آهي. جتي ماڻهو ٻين لاءِ ڪم ڪندا آهن ته اتي محنت جي تنظيم جو دارو مدار طاقت تي هوندو آهي. زراعت جي واڌاري ۽ انساني اڻ برابريءَ جي ڪري معاشرتي طور تي ڪمزور ماڻهو طاقتور ماڻهن جي ڪم ۾ لڳي ويا. ان وقت فاتح کي اهو احساس نه ٿيو هو ته هڪ جيئرو انسان سٺو قيدي آهي. ان دور ۾ انسانن جو قتل عام ۽ آدم خوري گهٽجي ويئي ۽ غلاميءَ ۾ واڌارو ٿيو. جڏهن انسان پنهنجي هم جنس کي قتل ڪرڻ يا کائڻ ڇڏي ڏنو ته ربگو انهن کي غلام بڻايو ويو ته ان وقت اهو هڪ وڏو اخلاقي سڌارو هو. وڏي پيماني تي اهڙي ئي صورتحال اڄ به ڏسي سگهجي ٿي. جڏهن هڪ قوم جنگ ۾ فتح حاصل ڪري وٺندي آهي ته فاتح قوم فتح ٿيل قوم کي ختم ڪرڻ بجاءِ ٻنگ طور ان کي غلام بڻائي ڇڏيندي آهي. جڏهن هڪ ڀيرو غلامي وجود ۾ اچي ويئي ۽ سودمند ثابت ٿي ته ان کي واعدا نه پاڙيندڙ قرضدارن ۽ ضدي ڏوهارين تائين پکيڙيو ويو ۽ غلامن کي پڪڙڻ لاءِ وڏيون جاکوڙون ڪيون ويون. جنگ مان غلاميءَ وجود ۾ آئي ۽ غلاميءَ وري جنگ کي پيدا ڪيو.

شايد صدين جي غلاميءَ جي ڪري اسان جي نسل ۾ بهادريءَ جون روايتون ۽ عادتون پيدا ٿيون. جسماني، سماجي يا معاشي سزا مان گذرڻ کان سواءِ ڏکيو يا ديريا ڪم نه پيو ٿي سگهي ان ڪري غلامي ان نظم ۽ ضبط جو حصو بنجي ويئي جنهن جي بدولت انسان محنت لاءِ تيار ٿيو ۽ ان سڌو سنئون ان تمدن کي هٿي وٺرائي ڇوته غلاميءَ دولت ۾ واڌارو ڪيو ۽ اقليت لاءِ وقت جي بچت ڪئي. ڪجھ صدين کان پوءِ ماڻهن ان کي مڃي ورتو؛ ارسطوءَ غلاميءَ کي فطري ۽ اٽل قرار ڏنو. سينٽ پال پنهنجي رضامنديءَ جو اظهار ڪيو. شايد انهن جي دور ۾ غلامي خدا جي طرفان مقرر ڪيل ادارو بنجي چڪو هو.

زراعت، غلامي، محنت جي ورهاست ۽ انسان جي قدرتي تفاوت جي ڪري فطري معاشري جي برابري آهستي آهستي اڻ برابري ۽ طبقاتي ورهاست ۾ بدلجي ويئي. ”اڻ سڌريل گروهه ۾ اسان اصولي طور تي غلام ۽ آزاد ۾ فرق نه ٿا ڪري سگهون نه ئي غلامي، ذات پات، سردار ۽ رعيت ۾ ڪو متيپد موجود آهي“ آهستي آهستي اوزارن ۽ واپار جي وڌندڙ مونجهاري غير هنرمند ۽ ڪمزورن کي هنرمند ۽ طاقتور جو غلام بڻائي ڇڏيو. هر نئين ايجاد طاقتور جي هٿ ۾ نئون هٿيار هئي. جنهن ڪمزورن تي ضابطو آڻڻ ۽ انهن کي وڌيڪ استعمال ڪرڻ ۾ طاقتورن جي مدد ڪئي. وراثت جائداد ۾ واڌاري جو اعليٰ موقعو پيدا ڪيو ۽ هڪ دور جي معاشري کي طبقن ۽ ذات پات ۾ ورهائي ڇڏيو. امير ۽ غريب زبردست نموني امارت ۽ غربت بابت باشعور ٿيندا ويا. طبقياتي جنگ سڄي تاريخ جي ورهاست ۾ هڪ ڳاڙهي ليڪ ٺهي بيٺي. طبقن کي ضبط ۾ آڻڻ، جائداد کي تحفظ فراهم ڪرڻ، جنگ ڪرڻ ۽ امن قائم ڪرڻ لاءِ رياست هڪ اڻ ٽر حيثيت ۾ اڏو آئي.

باب ٽيون

# تهذيب جا سياسي عنصر

## (I)

## حڪومت جي شروعات

انسان شوق مان سياسي جانور نہ آهي. انسان نر پنهنجي ساٿين سان پنهنجي خواهش جي ڪري نہ پر عادت، پوئلڳي ۽ حالتن جي مجبوريءَ جي ڪري گڏجندو آهي. هو معاشري سان ايترو پيار نہ ٿو ڪري جيترو هو پنهنجي اڪيلائيءَ کان ڊڄي ٿو. هو ٻين ماڻهن سان ان ڪري ملندو آهي جو اڪيلائي ان کي خطري ۾ وجهي ڇڏيندي آهي ۽ پيو تہ گهڻائي اهڙا ڪم آهن جيڪي اڪيلائيءَ جي ڀيٽ ۾ گڏجي سٺي طريقي سان ڪري سگهجن ٿا. پنهنجي اندر ۾ هو هڪ اڪيلو انسان آهي جنهن کي دنيا سان وڙهايو ويو آهي. جيڪڏهن سراسري انسان وٽ پنهنجو ڪو رستو هجي ها تہ شايد ئي ڪا رياست وجود ۾ اچي ها. هو اڄ بہ ان جي خلاف ڪاوڙيل آهي ۽ ان حڪومت جو ڳولائو آهي جيڪا گهٽ ۾ گهٽ حڪمراني ڪندي هجي. جيڪڏهن هو حد کان وڌ ۾ وڌ قانونن جو مطالبو ڪري ٿو تہ ان ڪري جو ڪيس خاطري آهي تہ ان جي پاڙيسرين کي انهن جي ضرورت آهي. ذاتي طور تي هو هڪ غير فلسفيانہ مزاج وارو آهي ۽ پنهنجي لاءِ قانونن کي فضول سمجهي ٿو.

سڌن سادن معاشرن ۾ حڪومت نہ هوندي آهي. اڻ سڌريل شڪاري ضابطي کي رڳو ان وقت مڃيندا هئا جڏهن اهي شڪارين جي ٽولي ۾ شامل ٿي پنهنجي عمل لاءِ تيار هوندا هئا. جهنگلي انسان گهڻو ڪري ڌار

ڌار ڪٽنبن ۾ رهندا هئا.

آفريڪا جا ڄامڙا ۽ آسٽريليا جا سڌا سنوان ماڻهو رڳو عارضي طور تي سياسي تنظيم ڪي مڃيندا هئا ۽ پوءِ پنهنجي خانداني ٽولن ۾ ورکي ويندا هئا. تسمانيہ جي رهواسين جا سردار نہ هئا. قانون نہ هئا ۽ نہ ئي باقاعدي حڪومت هئي. سيلون جا ويڌا خاندان مٿي مائٽي موجب ننڍا ننڍا ٽولا ٺاهي وٺندا هئا پر انهن جي حڪومت نہ هئي. سمارٽا جا ڪيوبو حڪمرانن کان سواءِ رهندا هئا" هر خاندان پنهنجو حڪمران ڪنهن يڪراءِ فيصلي تي متفق ٿيندا هئا. ان کان سواءِ ايروقيس جي مشهور ليگ هئي جنهن وسيلي گهڻا قبيلا امن امان قائم رکڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري وٺندا هئا ۽ پنهنجي واعدي کي پاڙيندا هئا. انهن اڻ سڌريل ماڻهن ۽ جديد مملڪتن جي وچ ۾ گهٽو وڌو مفاصلو نظر نہ ٿو اچي جيڪي امن قائم ڪرڻ لاءِ پاڻ کي گڏيل قومن سان سلهاڙي ڇڏين ٿيون.

جنگ جي ڪري سردار بادشاهہ ۽ رياست جهڙا عنصر وجود ۾ اچن ٿا ۽ اهي ئي جنگ کي پيدا بہ ڪن ٿا. سمووا ۾ جنگ جي دوران سردار بااختيار هوندو هو پر ٻين وقتن ۾ ان کي گهڻي اهميت نہ ڏني ويندي هئي. ڊياڪون ۾ پنهنجي ڪٽنب جي اڳواڻ کان سواءِ ڪنهن جي حڪومت نہ هوندي هئي. جنگ جي صورت ۾ اهي پنهنجي ڪنهن بهادر جنگجو کي قيادت سونپيندا هئا. ان جي سختيءَ سان فرمانبرداري ڪندا هئا پر جڏهن جنگ ختم ٿي ويندي هئي تہ ان کي فارغ ڪري ڇڏيندا هئا. امن جي ڏينهن ۾ پادري يا سيني کان وڌو جادوگر سيني کان وڌيڪ بااثر ۽ بااختيار هوندو هو. جڏهن آخرڪار عمومي حڪومت جي شڪل ۾ مستقل بادشاهت قائم ٿي تہ اڪثر قبيلن ۾ اها جنگجوئن ۽ پادرين جي ڪري وجود ۾ آئي. معاشرن تي ٻن قوتن جي حڪمراني هوندي هئي. امن ۾ لفظن ۽ جنگ ۾ تلوارن جي طاقت رڳو ان وقت استعمال ٿيندي هئي جڏهن ذهن جي صفائيءَ جو عمل ناڪام ٿي ويندو هو قانون ۽ اڳڪٽيون صدين تائين هڪٻئي سان گڏ گڏ پاڻ هوندو هو. فيوجيءَ جا رهواسي ٻارهن ماڻهن کان وڌيڪ نہ رهندا هئا. تنڪو ماڻهو ڏهن تنبن کان وڌيڪ گڏ نہ رهندا هئا. آسٽريليا جي خانہ بدوشن جي جرڳي ۾ ٦٠

ڪان وڌيڪ ماڻهو نہ رهندا هئا. اهڙن معاملن ۾ شڪار جهڙن مقصدن لاءِ منجهن ميل ميلاپ ۽ سهڪار هوندو هو. اهي ڪنهن مستقل سياسي تنظيم ڪي نہ جوڙيندا هئا.

مستقل سياسي تنظيم جي سيني ڪان ابتدائي شڪل هڪ جٿو هو. ويجهن مائٽ ڪٽنبن جو هڪ گروهہ جيڪو گڏيل زمين جي هڪ ٽڪري تي قابض هو جنهن جو هڪ ئي ٽوٽم(Totem) (نشان) ۽ هڪ ئي رواج ۽ قانون هو. جڏهن جٿن جو هڪ گروهہ پاڻ ۾ هڪ سردار جي سرداريءَ ۾ گڏ ٿيو تہ هڪ قبيلو وجود ۾ آيو جيڪو اسٽيٽ (ممڪلت) جي رستي جي ٻي وک هو. پر اها سست رفتار ارتقا هئي. ڪيترن ئي ٽولن جو ڪوبہ سردار نہ هو. ۽ گهڻا ئي ٽولا پنهنجي سردار ڪي رڳو جنگ جي وقت ئي برداشت ڪندا هئا. جمهوريت جيڪا اسان جي دور ۾ زوال ٿيندڙ نظام آهي. اڻ سڌريل قبيلن ۾ بهترين شڪل ۾ موجود هئي.

جتي حڪومت رڳو گروهہ جي اڳواڻ جي هوندي هئي ۽ ڪا آمريت جي اختياري نہ هئي. ايروقيس ۽ دلاوري جا انڊينز ڪٽنب ۽ جٿي جي نظام ڪان سواءِ ڪنهن بہ قسم جي قانونن يا پابندين ڪي نہ ميڃيندا هئا. انهن جي سردارن وٽ معمولي اختيار هوندا هئا جن ڪي ڪنهن وقت بہ قبيلي جا بزرگ ختم ڪري سگهندا هئا. سٿن ماڻهن تي ٻڌل پنچائت اوماها جي انڊينز تي حڪمراني ڪندي هئي، جيڪي سوچ ويچار ڪان پوءِ هلندا هئا. يا تہ اهي ڳڏيل سهڪار سان يا واري واري سان اهي انساني نسل جو انتظام سنڀاليندا رهيا آهن. اسان جي پنهنجي دور تائين ڪا رياست انهن ڪي ڏار نہ ڪري سگهي ۽ شايد سياڻي اهي وري متحد ٿي وڃن.

جنگ جي ڪري رياست ڪيئن وجود ۾ آئي؟ اهو درست نہ آهي تہ انسان فطري طور تي جنگ ڏانهن راغب ٿيو. ڪجهہ عاجز ماڻهو وڏا پرامن هوندا هئا.

اسڪيمو اها ڳالهہ سمجهي نہ سگهندا هئا تہ ڪهڙي ريت ان ئي علائقي جا يورپي هڪ ٻئي جو ميڃيءَ وانگر شڪار ڪن ٿا ۽ هڪبئي جي زمين ڦٻائي وٺن ٿا. اهي پنهنجي زمين ڪي مخاطب ٿي چوندا هئا تہ

"ڪيڏي نہ چڱي ڳالھ آهي جو تون برف سان ڍڪيل آهين ڪيڏي نہ چڱي ڳالھ آهي جو جيڪڏهن تنهنجي ٽڪرين جي چوٽين ۾ سون ۽ چاندي لڪل آهي جنهن لاءِ عيسائي ايڏا چتا ٿي پيا آهن ۽ اهي ايتري قدر تہ برف ۾ ڍڪيل آهن جو هو انهن کي حاصل ڪري نہ ٿا سگهن. اي زمين تنهن جو سنڌيڻو اسان، کي خوش ڪري ٿو ۽ اسان کي اذيت کان بچائي ٿو." تنهن هوندي بہ غير مهذب زندگي جنون سان ڀريل هئي. شڪاري اهڙن علائقن لاءِ وڙهيا جتي شڪار گهڻو هو. ڍنار اهڙين جاين لاءِ وڙهيا جتي سندن مال آسانيءَ سان چري سگهي. آبادگار نين نين زمينن لاءِ وڙهيا. اهي سمورا ماڻهو ڪنهن قتل جو بدلو وٺڻ يا پنهنجي نوجوانن کي سخت بنائڻ ۽ نظم ۽ ضبط پيدا ڪرڻ يا زندگيءَ جي ساڳيائپ ٽوڙڻ يا خالي ڦرلٽ يا لڄالٽ لاءِ وڙهيا. مذهب خاطر تمام گهٽ ويڙهہ ٿي. قتل ۽ غارت جي حد بندي ڪرڻ لاءِ مختلف ادارا ۽ رسمون هيون. ڪڏهن تہ ڪلاڪن، ڏينهن، هفتن ۽ مهينن دوران ڪو شريف "وحشي" قتل نہ ڪري سگهندو هو. ڪجھ منصب دارن کي قتل نہ ڪيو ويندو. ڪجھ رستن مندرين ۽ پناهگاهن کي امن جو علائقو قرار ڏنو ويو هو. ايرو قيس جي ليگ ٿي سؤ سالن تائين عظيم امن قائم رکيو. اڻ سڌريل قومن ۽ گروهن ۾ جنگ گهڻو ڪري فطري دور ۾ وڻندڙ شيءِ رهي.

ان جا نتيجا ختم ٿيندڙ نہ هئا. ان ڪمزور انسانن لاءِ ڀيانڪ موت جو ڪم ڪيو ۽ انساني نسل جي بهادري، تشدد، ظلم، ذهانت ۽ ظلم جو درجو وڌايو ويو. ان ايجاد کي حرڪت ۾ آندو اهڙا هٿيار ٺاهيا جيڪي بعد ۾ لاڀائتا اوزار بڻجي ويا، اهڙيءَ ريت جنگ جون حڪمت عمليون امن جون حڪمت عمليون بڻجي ويون. (ڪيترين ئي ريلوي لائينون جنگ لاءِ وڇايون ويون پر اهي واپاري مقصد لاءِ ڪتب آيون) ان کان سواءِ جنگ غير مهذب اشتراڪيت ۽ فراجيت کي ختم ڪري ڇڏيو. تنظيم ۽ نظم ۽ ضبط کي اڳيان آندائين. قيدين جي غلامي طبقن جي غلامي ۽ حڪومت جي ترقيءَ جو سبب بڻي. ملڪيت رياست جي ماءُ ۽ جنگ ان جو پيءُ هئي.

(II)

## رياست

نتشي چوي ٿو تہ "خطرناڪ شڪاري جانورن جو هڪ ڌڻ، فاتحن ۾ حڪمرانن جو هڪ نسل جيڪو پنهنجي سموري جهنگلي تنظيم ۽ تنظيمي طاقت سان ڪنهن آباديءَ تي حملو ڪري ٿو. تعداد ۾ گهڻو هئڻ جي باوجود بي شڪل هوندو آهي.......پر ان سان رياست جي شروعات ٿئي ٿي" ليسٽر وارڊ چوي ٿو تہ "رياست جيڪا (قبائلي) تنظيم ڪان مخلتف صورت رکي ٿي، هڪ نسل جي ٻئي نسل جي هٿان فتح سان اها صورت اختيار ڪري ٿي." اوهن هائمر چوي ٿو "هر پاسي اسان ڪنهن جنگجو قبيلي کي ڪمزور قبيلي جون سرحدون ٽوڙيندي ڏسون ٿا. اهو اتي اميرن جي حيثيت سان رهائش اختيار ڪري ٿو ۽ پنهنجي رياست قائم ڪري وٺي ٿو." ريتزمنهوفر چوي ٿو "تشدد اهو عنصر آهي جنهن رياست پيدا ڪئي آهي". گمپلو وڪز چوي ٿو "رياست فتح جو نتيجو آهي ۽ فاتحن جي بطور حڪمران نسل جي فتح ٿيلن تي حڪومت جو نالو آهي." سمنر چوي ٿو "رياست طاقت جي پيداوار آهي ۽ طاقت جي بدولت قائم رهي ٿي".

عام طور تي ڪنهن آباد زرعي گروهہ کي شڪارين يا ڌنارن ان خطرناڪ غلاميءَ جي دائري ۾ آندو ڇو تہ زراعت انسان کي صلح جا طريقا سيکاري ٿي. هڪ ٻي مزيٰ معمول ۾ وڪوڙي ڇڏي ٿي ۽ ڊگهي ڏينهن جي پورهئي جي ڪري ٿڪائي ڇڏي ٿي. اهڙا ماڻهو دولت گڏ ڪن ٿا پر اهي جنگ جي فن ۽ جذبن کي وساري ڇڏين ٿا "شڪاري يا ڌنار يا مالوند ماڻهو خطري جا عادي ۽ رت وهائڻ ۾ مهارت رکن ٿا. اهي جنگ کي شڪار وانگر ئي سمجهن ٿا جيڪا انهن جي لاءِ گهڻي خطرناڪ نہ آهي. جڏهن ٻيلا انهن جي لاءِ وڏيڪ شڪار مهيا نہ پئي ڪري سگهيا. چراگاهن جي گهٽجندڙ انگ جي ڪري سندن مال گهٽجي ويو تہ اهي ڳوٺن جي پچندڙ فصلن کي رشڪ جي نظر سان ڏٺو ۽ حملي جو ڪو مناسب سبب پيدا ڪري ورتائون انهن حملا ڪيا فتح حاصل ڪيائون، غلام بڻائي حڪمراني ڪيائون..

رياست هڪ جديد ارتقا هئي ۽ لکيل تاريخ جي وقت ظاهر ٿي ڇو تہ

اها سماجي تنظيم جي اصول ۾ تبديليءَ جي اڳڪٿي هئي. هڪ ڪٽنب جي مٿي مائٽيءَ ۽ حڪمراني تائين اڻ سڌريل معاشرن ۾ ڪٽنب جي بزرگ جو راڄ هو.حڪمراني اتي وڏيڪ ڪامياب ٿيندي آهي جتي اها مختلف فطري گروهن کي نظم ۽ ضبط ۽ واپار جي فائدي مند وحدت ۾ آڻيندي هجي. اهڙي فتح گهڻ ديرپا هوندي آهي رڳو ان جاءِ کان سواءِ جتي ايجاد جي ترقيءَ مضبوط طبقي جي هٿن ۾ اوزار ۽ هٿيار ڏيئي ڇڏيا هجن جن جي بدولت اهي بغاوت کي چيپاٽي ڇڏين. دائمي فتح ۾ حڪمرانيءَ جو اصول تقريباً لا شعوري ٿي وڃي ٿو. جن فرانسيسن ١٧٨٩ع ۾ بغاوت ڪئي، اهي ان حقيت کان بي خبر هئا ته جنهن اشرافيه (وڏي طبقي) انهن تي هزار سالن تائين حڪومت ڪئي انهن کي طاقت سان فتح ڪيو اهو طبقو جرمنيءَ کان آيو هيو. ان جو احساس ڪميلي ڊسيمولنز کين ڏياريو.

وقت هر شيءِ کي مقدس بڻائي ڇڏيندو آهي. ايسيتائين جو هڪ ڦوروءَ جي چوري ان جي پوٽي جي هٿن ۾ مقدس جائيداد بڻجي ويندي آهي. هر رياست جي ابتدا ڏاڍ سان ٿيندي آهي پر تابعداريءَ جون عادتون ضمير جو اطمينان بڻجي ويندون آهن. ۽ ترت ئي هر شهري حڪمرانن لاءِ وفاداريءَ جو اقرار ڪندو آهي.

شهري پنهنجي جاءِ تي سچو هوندو آهي. ڇو ته رياست ڪيئن به شروع ٿئي جلد ئي نظم ۽ ضبط لاءِ اٽٽر سهارو بنجي ويندي آهي. جيئن جيئن واپار جٽن ۽ قبيلن کي متحد ڪندو آهي ته اهڙا لاڳاپا پيدا ٿي ويندا آهن جيڪي مٽيءَ مائٽي بجاءِ واپاري فائدي تي دارو مدار رکندا آهن. ان ڪري انهن کي نظم ضبط لاءِ غير فطري اصولن جي ضرورت هوندي آهي. ڀهراڙي ۾ رهندڙ ڪميونٽي ان جو بهترين مثال آهي.

ان عمل جٽي ۽ قبيلي کي تاريخ کان اڳ مڪاني تنظيم جي شڪل طور پيش ڪيو ۽ ڪٽنبن جي اڳواڻ جي پنچائت وسيلي سادي ۽ جمهوري (ذري گهٽ) حڪومت ناهي ورتي. پر اهڙين برادرين کي ڪنهن ٻاهرين قوت جي ضرورت محسوس ٿي جيڪا انهن جي گڏيل لاڳاپن کي ضابطي ۾ آڻي انهن کي هڪ وڏي معاشي ڌارا ۾ ٻڌي سگهي. جيتوڻيڪ رياست اجا به شروعاتي شڪل ۾ هئي پر پوءِ به ان انهيءَ

ضرورت کيَ پورو ڪيو ان نہ رڳو هڪ نظم قوت پر منجهيل ڪي شڪل جي هزارن هڪ پئي سان وڙهندڙ گروپن جي مفادن کي تحفظ ڏيڻ جو ڪم سر انجام ڏنو ۽ وسيع علائقن ۾ پنهنجي قوت ۽ قانون جي اصولن کي وڌايو. جيتوڻيڪ ان ٻاهرين جنگ کي اڳي کان وڌيڪ خطرناڪ بنائي ڇڏيو پر داخلي امن قائم رکيو.

رياست جي تعريف هيئن ڪري سگهجي ٿي تہ اها ٻاهرين جنگ لاءِ اندروني امن کي برقرار رکي ٿي. ماڻهن فيصلو ڪيو تہ پاڻ ۾ وڙهڻ بجاءِ ٽيڪسون ادا ڪيون وڃن. سيني کي رشوت ڏيڻ کان تہ بهتر هو تہ ڪنهن وڏي ڌاڙيل کي ڏن ڏنو وڃي. حڪومت جي عادي معاشري ۾ عدم حڪمرانيت جو مطلب ڇا ٿيندو ان کي اسان بگانداجي رهندڙن جي رويي مان ڏسي سگهون ٿا تہ جڏهن انهن جو بادشاهہ مري ويندو هو تہ هر هڪ انهن مان هٿيار بند ٿي ويندو هو، لاقانونيت شروع ٿي ويندي هئي. هر پاسي رت وهڻ لڳندي هئي ۽ ڦرلٽ ڪئي ويندي هئي(اسپنسر چيو آهي تہ "آمريت واري حڪمراني کان سواءِ معاشري جي ارتقا شروع نہ ٿي ٿي سگهي.")

"(جيڪا رياست رڳو طاقت تي دارو مدار رکي ٿي، جلدئي زوال جو شڪار ٿي ويندي آهي. جيتوڻيڪ فطري انسان دوکو ڪائي سگهي ٿو. پر اهو فطري ضدي بہ آهي. ۽ طاقت ٽيڪسن وانگر اتي ڪامياب ٿيندي آهي جتي اها غير محسوس ۽ سڌي ريت هجي. ان ڪري رياست پنهنجو وجود برقرار رکڻ لاءِ خاندان چرچ ۾ اسڪول جهڙا ذهني صفائيءَ جا اوزار گهڙيا تہ جيئن ماڻهن جي روح ۾ حب الوطني ۽ وفاداريءَ جو عنصر وجهي سگهجي. ان سان هزارين پوليس وارن کي بچايو ويو ۽ عام ذهن کي ان اطاعت لاءِ تيار ڪيو ويو جيڪا جنگ لاءِ اٽٽر هئي. ان کان سواءِ حڪمرانن جي اقليت پنهنجي جائز حڪمرانيءَ کي قانون ۾ بدلائڻ لاءِ گهٽي ڪوشش ڪئي، جن ان حڪمرانيءَ کي مضبوط بنائيندي ماڻهن کي تحفظ ۽ نظم ۽ ضبط فراهم ڪيو ۽ معقول حد تائين رعيت جي حقن کي مڃيو تہ جيئن اهي قانون کي قبول ڪري سگهن ۽ رياست سان ڳنڍيل رهن.

(III)

## قانون

قانون جائداد، شادي ۽ حڪومت سان گڏ ايندو آهي. سيني ڪان گهٽ درجي وارا معاشرا قانون کان سواءِ زندگي گهاري سگهن ٿا. الفريڊ رسل ويليس لکي ٿو "مان اوير ۽ اتر آمريڪا ۾ اڻ سڌريل ماڻهن سان گڏ رهيو آهيان، جن وٽ قانون يا قانوني عدالتون نه آهن. ڳوٺ جي عام راءِ جي اظهار لاءِ لکيل موقعا ميسر آهن. هرانسان ٻين جي حقن جو لحاظ ڪري ٿو ۽ انهن اصولن کان ڪڏهن به منهن نه ٿو موڙيو وڃي. اهڙي برادريءَ ۾ ذري گهٽ سمورن ماڻهن تي هڪ جهڙا حق حاصل هوندا آهن." هرمن ميلويل مارڪو ليزا ٻيٽ جي رهواسين بابت به اها ئي ڳالهه لکي ٿو "جيترو عرصو مان ٽائيپس قبيلي جي ماڻهن سان رهيس ته ان دوران ڪنهن تي به ٻين کي نقصان پهچائڻ جي الزام ۾ ڪيس نه هلايو ويو. ان ماڻري ۾ هر ڪم بي مثال توازن ۽ عمدگيءَ سان طئي ٿئي ٿو. جهڙي ريت عيسائيت ۾ اعليٰ ۽ نيڪ انسانن جا لاڳاپا هوندا آهن. قديم روسي حڪومت اليوئين جي ٻيٽن ۾ قانوني عدالتون قائم ڪيون پر پنجاهه سالن ۾ انهن عدالتن ۾ ڪوبه ڪم نه ٿيو." برفتن چوي ٿو ته ايروقيس جي معاشرتي نظام ۾ ڏوهه ۽ قانوني پيچيدگيون اٽريون ته گهٽ هيون جو انهن وٽ ڪو به سزا جو قانون نه هو. اها ئي مثالي صورتحال آهي جنهن لاءِ نرابي ۽ اشتراڪي سدائين سوچيندو رهي ٿو."

انهن بيانن ۾ ڪجهه ترميمن جي ضرورت آهي. فطري معاشرا اڄوڪي ٻيٽ ۾ قانون کان آزاد هوندا هئا. ان جو هڪ سبب اهو به هو ته اهي قانون جهڙين احترام لائق رسمن جي حڪمرانيءَ ۾ هوندا هئا. ٻيو سبب اهو هو ته تشدد جا ڏوهه شروع ۾ ذاتي معاملا سمجهيا ويندا هئا ۽ ذاتي انتقام لاءِ ڇڏيا ويندا هئا.

معاشري جي پوري وجود جي پٺيان رواج جو هڪ سلسلو آهي، جيڪو سوچ ۽ عمل جو ٺوس ميلاپ هو. اهو سلسلو قانون جي عدم موجودگيءَ ۾ تبديلي ۽ مداخلت جي دوران معاشري کي جٽاءُ ۽ نظم ۽ ضبط مهيا ڪندو هو. رواج ڪنهن گروهه کي اهڙو ئي جٽاءُ فراهم ڪري ٿو جهڙو جٽاءُ فرد کي عادت فراهم ڪري ٿي. معمول موجب عمل

انسان کي سياڻو بڻائي ٿو. ڇو ته جيڪڏهن سوچ ۽ عمل کي لاشعوري طور تي آسانيءَ سان حرڪت ڏيڻ وارا رستا موجود نه هجن ته ذهن سدائين پيچ ڊڪ ۾ هوندو ۽ ترت ئي ديوانگيءَ ۾ پناهه وٺندو. جبلت ۽ عادت، رسم ۽ رواج ۾ معيشت جو قانون ڪم ڪري ٿو. خودڪار رد عمل لڳاتار تحريڪ يا روايتي حالتن ۾ سيني کان سؤلو رد عمل آهي. سوچ ۽ ورجاءُ باضابطہ قانون ۾ خلل وجهي ٿو ۽ ان کي اڪثر نامطابقت جي ڪري برداشت ڪيو ويندو آهي. جڏهن اهي رواج ۽ رسمون مذهب جا مافوق الفطرت قانون بنجي وڃن ٿا ۽ ابن ڏاڏن جون رسمون ديوتائن جا حڪم بنجي وڃن تيون تڏهن رواج قانون کا وڏيڪ مضبوط ٿي وڃي ٿو ۽ اڻ سڌريل آباديءَ ۾ ڪافي فرق اچي وڃي ٿو. قانون جي پيچڪريءَ کي اڏ آباديءَ کان وڌيڪ جي حمايت حاصل هوندي آهي. اها آبادي ڳجهي نموني اهڙي پئي آبادي تي چٽرون ڪري ٿي جيڪا اگ واري قانون کي مٽيرو سمجهي ٿي ۽ اهڙي ريت پراڻن رواجن کي ٽوڙي نون رواجن کي مذهبي حيثيت ڏني وڃي ٿي. ڇوته رواج ماڻهن جي اندر مانَ ڦٽي ٿو جڏهن قانون انهن جي ٻاهران لاڳو ڪيو وڃي ٿو. قانون گهڻو ڪري مالڪ جو حڪم هوندو آهي پر رواج عملن جا اهي طريقا آهن جن کي گروهه جي تجربي ۾ گهڻو آسان محسوس ڪيو ويو. ۽ رياست جڏهن خاندان، جتي قبيلي ۽ ٻهراڙي جي برادريءَ جي فطري سرشتي جي جاءِ تي اچي ويندي آهي: ته قانون جزوي طور تي رواج جي جاءِ تي اچي ويندو آهي. جڏهن لکت اڳيان ايندي آهي ته قانون وڌيڪ پريور طريقي سان رواج جي جاءِ والاري وٺندو آهي ۽ قانون بزرگن ۽ پادرين جي ياداشت مان نڪري باقاعدي قانون سازيءَ جو حصو بنجي ويندا آهن پر اها تبديلي ڪڏهن به مڪمل نه ٿي سگهي. قانون جي پٺيان موجود قوت، تخت جي پٺيان قوت انساني زندگيءَ جو آخري حاڪم آهي جيڪا لڳاتار هلندي رهندي آهي.

قانون جي ارتقا ۾ پهريون مرحلو شخصي پلاند نظر اچي ٿو. اڻ سڌريل شخص چوندو هو ته "پلاند منهنجو آهي ۽ مان ان کي پورو ڪندس" ڪليفورنيا جي لاڙي حصي جي انڊين قبيلن ۾ هر شخص پنهنجي پوليس پاڻ هو ۽ هو پنهنجي حيثيت موجب پلاند وٺندو هو. ان

ڪري ڪيترن ئي ابتدائي معاشرن ۾ ڪرڙ جي هٿان ڪانڊيري جو قتل جو پلاند ڪانڊيري جي پٽ ڪرڙ کان ورتندو هو. خالص آمريڪي خاندانن ۾ اهي مثال اڄ به ملن ٿا. پلاند جو اهو اصول قانون جي پوري تاريخ ۾ موجود آهي. اهو روم جي قصاص جي قانون جي نظر اچي ٿو. حمورابيءَ جي قانون ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪري ٿو ۽ موسيٰ جي اک جي بدلي ۾ اک ۽ ڏند جي بدلي ۾ ڏند جي قانون ۾ نمايان نظر اچي ٿو ۽ اهو اڄ به اسان جي دور ۾ گهٽين قانوني سزائن جي پٺيان موجود آهي.

ڏوھ جي نبيري لاءِ قانون ۽ تهذيب ۾ ٻي وک پلاند جي ڏن آهي. اڪثر داخلي توازن کي برقرار رکڻ لاءِ سردار پنهنجو اثر استعمال ڪندو هو ته پلاند بابت ڪاوڙيل ڪٽنب کي خون جو بدلو خون ڏيڻ بجاءِ سون يا سامان ڏيئي مطمئن ڪيو وڃي. ترت ئي اک، ڏند ٻانهن يا پوري زندگيءَ جو ڏنڊ ادا ڪرڻ رقم مقرر ڪئي ويئي. حمورابيءَ اهڙن اصطلاحن ۾ وڏي پيماني تي قانون سازي ڪئي. حبش ڪا رهواسي ان معاملي ۾ ايڏا ته سخت هئا جو جڏهن ڪو ڇوڪرو وڻ تان ڪري پنهنجي دوست جي مٿان اچي پوندو هو ۽ مري ويندو هو ته منصفن جي فيصلي موجب مارجي ويل جي ماءُ پنهنجي پٽ کي ساڳي ريت وڻ تي چاڙهيندي هئي ته اهو ساڳي ريت قاتل جي منڍيءَ جي تي اچي ڪري. روڪ رقم ادا ڪرڻ جي صورت ۾ ڏنڊ جنس عمر ۽ ڏهاري ۽ زخميءَ جي مرتبي موجب مختلف هوندو هو. مثال طور فجي جي رهواسين ۾ هڪ عام ماڻهوءَ جي نتڍي چوري سردار جي قتل کان وڌيڪ خطرناڪ ڏوھ سمجهي ويندي هئي.

قانون سازيءَ جي تاريخ دوران ڏوھ جي اهميت ڏوهاريءَ جي معاشرتي حيثيت کان گهٽ رهي. جيئن ته اهي ڏند پلاند کي ٽارڻ لاءِ ادا ڪيا ويندا هئا ان ڪري ڏوهن ۽ نقصانن جو فيصلو ڪرڻ جي ضرورت هئي. قانون جي سلسلي ۾ ٽين وک عدالتون قائم ڪرڻ هو. سردار، بزرگ يا پادري پنهنجي ماڻهن جي جهيڙن جو فيصلو ڪرڻ ويهندا هئا. اهڙيون عدالتون سدائين فيصلن جون عدالتون نه هونديون هيون. گهڻو ڪري اهي رضاڪاراڻي نبيري جي بورڊ جو ڪم ڏينديون هيون. ۽ جهيڙي جو دوستاڻو حل ڪڍيو ويندو هو. ڪيترن ئي قومن ۾ صدين

تائين عدالتن ڏانهن رُجوع ڪرڻ هڪ اختياري عمل هو. ان کان پوءِ به جيڪڏهن مظلوم ڌر عدالتي فيصلي کان غير مطمئن هوندي هئي ته اها ذاتي پلاند وٺڻ لاءِ آجي هوندي هئي.

گهڻن ئي معاملن ۾ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ گهٽ نقصان پهچائيندڙ باڪسنگ کان وٺي موت جي جنگ تائين مقابلو ڪيو ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڏوهاري ۽ فريادي‌ءَ جي اڳيان ٻه پيالا رکيا ويندا هئا جن مان هڪ ۾ زهر هوندو هو ٻنهي کي هڪ هڪ پيالو کڻڻ جو اختيار هو. خيال اهو هوندو هو. ته جيڪو غلطي‌ءَ تي هوندو ان کي سزا ملندي تڏهن جهيڙو ختم ٿي ويندو هو ڇوته ٻئي ڌريون سزا جي حقيقت تي يقين رکنديون هيون. ڪجهه قبيلن ۾ اهو رواج هو ته جيڪو شخص جرم مڃي وٺندو هو اهو فريادي‌ءَ اڳيان پنهنجي ٽنگ رکندو هو ۽ فريادي ان ۾ نيزو ٽنبي ڇڏيندو هو. جوابدار فريادين جي اڳيان اٿي بيهندو هو ۽ اهي ان کي نيزا اڇلائي هڻندا هئا. اگر انهن مڙني‌ءَ جو نشانو گسي ويندو هو ته ان کي بي گناهه قرار ڏنو ويندو هو ۽ ائين معاملو ختم ٿي ويندو هو. اهڙي‌ءَ ريت شروعاتي صورتن ۾ اهي سزائون موسيٰ ۽ حمورابي جي قانونن کان وٺي وچين دور تائين جاري رهيون. گڏيل مقابلو جيڪو سزا جي هڪ صورت آهي ۽ جنهن بابت تاريخدانن جو خيال آهي ته ختم ٿي چڪي آهي، اسان جي پنهنجي زماني ۾ به بحال ٿي رهي آهي. ڪجهه معاملن ۾ اڃا سڌريل ۽ جديد انسان ۾ تمام ٿورو فرق آهي ۽ جيترو انهن ٻنهي ۾ فرق آهي اوتري ئي مختصر تهذيب جي تاريخ آهي.

قانون جي ترقي‌ءَ ۾ چوٿون مرحلو اڳواڻ يا رياست طرفان ڏوهن کي روڪڻ ۽ سزا ڏيڻ جي شروعات آهي. ڏوهن کي روڪڻ جو مرحلو جهيڙن جو نبيرو ڪرڻ ۽ ڏوهه جي سزا ڏيڻ کان پوءِ جي وک آهي. ان ڪري اڳواڻ نه رڳو منصف پر قانون ڏيڻ وارو بڻجي ويو، گروهه جي رسمن مان پيدا ٿيل ”عام قانون“ ۾ ”مثبت قانون“ جو واڌارو ٿيو جيڪو حڪومت جي حڪمن وسيلي پيدا ٿيو. هڪ پاسي قانون پيدا ٿيا ۽ ٻئي پاسي اهي لاڳو ڪيا ويا. هر معاملي ۾ قانون پنهنجي حسب نسب جي نشاني کڻي هلندا هئا ۽ ان پلاند جا سخت جذبا باقي بچي اڏامي ويندا هئا جن کي هو تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. اڃا سڌريل انسانن

جون سزائون وڏيڪ ظالماڻيون هونديون هيون ڇوته اهڙا معاشرا پنهنجو پاڻ کي غير محفوظ سمجهندا هئا پر جيئن جيئن معاشرتي تنظيم ٺهندي ويئي سزائن جي شدت ۾ ڪمي ايندي ويئي.

تهذيبي دور جي مقابلي ۾ قدرتي معاشري ۾ فرد جا حق گهٽ هئا. انسان هر پاسي زنجيرن ۾ جڪڙيل هو ۽ اهي زنجيرون وراثت، ماحول، رسمن رواجن ۽ قانون جي صورت ۾ موجود هيون. اڻ سڌريل انسان قاعدن ۽ قانونن جي سخت ڄار ۾ جڪڙيل رهيو هزارين رڪاوٽون ان جي عمل کي پابند بنائينديون رهيون. هزارين خوف ان جي ارادي کي محدود ڪندا رهيا. نيوزي لينڊ جا مڪاني ماڻهو بقا جو قانونن کان سواءِ زندگي گهاريندا هئا (پر درحقيقت انهن جي زندگيءَ جي مڙني پهلوئن تي لوهي رسمن جي حڪمراني هئي) نه بدلجندڙ رسمون بنگالين جي اٿڻ، ويهڻ، سمهڻ، جاڳڻ ۽ کائڻ پيئڻ جا طور طريقا طئه ڪنديون هيون. (فطري معاشري ۾ فرد جي ڌار وجود کي تسليم نه ڪيو ويندو هو. جن شين جي اهميت هئي انهن ۾ خاندان، جرڳو، قبيلو ۽ پرڳڻو شامل هئا) انهن جي قبضي ۾ زمين هوندي هئي ۽ اهي طاقت استعمال ڪندا هئا. فرد هڪ نمايان حقيقت جي طور تي ان وقت اڳيان آيو جڏهن شخصي جائداد جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ان کي معاشي اختيار مليو ۽ رياست ان جي قانوني مان مرتبي حقن کي مڃيو. فطرت جيڪا مڪار پٽي ۽ طاقت کان سواءِ ڪنهن به قسم جا حق نه ٿي ڄاڻي، حق اها رعايت آهن جيڪا برادري فرد کي ٻين گهٽن ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ ڏيئي ٿي. آزادي تحفظ جو ڦل آهي ۽ آزاد فرد تهذيب جي علامت ۽ پيداوار آهي.

## (IV)

## ڪٽنب

(ٻک ۽ محبت جيئن ته انسان جون بنيادي ضرورتون آهن ان ڪري معاشي وهنوار ۽ حياتياتي بقا معاشي تنظيم جا بنيادي ٿنيا ٿيا.) ساڳيءَ ريت ٻارن جي لڳاتار پيدائش ۽ غذا جي فراهميءَ جي تسلسل جي اهميت وڌي. انهن ادارن سان جن مادي بهتري ۽ سياسي نظم ۽ ضبط جو ڪم ڪيو. معاشري انساني نسل جي بقا جي اداري کي به شامل ڪري ورتو.

رياست جي باقاعدي شروعات کان اڳ جرڳي مختلف جٿن ۽ نسلن ڇي وچ ۾ لاڳاپن کي باضابطي بنائڻ جو نازڪ ڪم ڪيو. ايستائين جو رياست جي معاشرتي نظم ۽ ضبط لاءِ مرڪزي ۽ مستقل ذريعو بنجڻ جي باوجود(انساني نسل جي لازمي حڪومت سيني کان اهم تاريخي اداري يعني خاندان ۾ رهي.)

ان ڳالهه جو اندازو نه ٿو ڪري سگهجي ته شڪار جي زماني جو انسان ڏار ڏار ڪٽنبن ۾ رهندو هو ڇوته جيڪڏهن ائين هجي ها ته جسماني طور تي ايرائپ وارا خاندان خونخوار جانورن جو شڪار بنجي وڃن ها. عام طور تي اها مخلوق جيڪا انفرادي بچاءَ جي لائق نه هوندي آهي، فطري طور گروهن ۾ رهندي آهي ۽ ڊگهن تکن ڏندن، خونخوار، چنبن ۽ سخت کلن وارن جانورن جي دنيا ۾ بچاءَ جا مختلف ذريعا ڳوليندي آهي. شايد انسان سان به اهو ئي معاملو هو، ان ڪري ان شڪاري جٿن ۽ جرڳن ۾ متحد ٿي پنهنجو بچاءُ ڪيو. معاشرتي تنظيم جي طور تي(جڏهن معاشي لاڳاپن ۽ سياسي غلبي مائٽي مٿيءَ جي جاءِ والاري ته جرڳي جي معاشرتي حيثيت ختم ٿي ويئي. ڇو ته هيٺين سطح تي خاندان ۽ مٿين سطح تي رياست ان جي اهميت کي گهٽايو.)حڪومت نظم ۽ ضبط ۽ خاندان صنعت جي نئين سر تنظيم ۽ نسل کي جاري رکڻ جو ڪم سنڀالي ورتو. هيٺين درجي جي جانورن ۾ نسل جي تحفظ جو احساس نه هوندو آهي. ان ڪري هي وڏي انگ ۾ بيدا ڏيندا آهن جن مان ڪجهه بيدن مان ٻچا ڦٽي وڏا ٿيندا آهن جڏهن ته انهن جو گهڻو انگ ضايع ٿي ويندو آهي يا انهن کي کاڌو ويندو آهي. گهڻيون مڇيون هر سال لکين بيدا ڏينديون آهن. ڪجهه مڇيون پنهنجي اولاد لاءِ گهڻ تڪليف ڪنديون آهن. ۽ پنهنجي مقصدن لاءِ هر سال پنجاهه بيدن کي ڪافي سمجهنديون آهن. پکي پنهنجي ٻچن جي بهترين سارسنڀال ڪندا آهن ۽ هرسال پنجن کان ٻارهن بيدن مان ٻچا ڪڍندا آهن. کير ڏيندڙ جانورن جي مادي هر سال رڳو ٽن ٻچن تائين پيدا ڪندي آهي. جانورن جي پوري دنيا ۾ پيداوار يا تباهي والدين جي سارسنڀال ۾ واڌاري سان گڏ گهٽبي يا وڌندي آهي. پوري انساني دنيا ۾ موت ۽ پيدائش جي شرح جي تهذيب جي ڪري ئي گهٽ وڌ ٿيندي رهندي آهي. سٺي خانداني سار سنڀال جي

ڪري ئي ڳهڻ وڌ ڏيندي رهندي آهي. سني خانداني سار سنڀال جي ڪري ڊگهو ننڍپڻ ممڪن هوندو آهي. جنهن سان ٻار پنهنجي پيرن تي بيهڻ کان اڳ ڀرپور سيکا حاصل ڪري سگهندا آهن.

جيستائين اسان تاريخ جي ڪوهيڙي ۾ ڏسون ٿا ته شروع ۾ ماءُ گهڻو ڪري خانداني ڪم سرانجام ڏيندي هئي. ان ڪري خاندان ۾ مرد جي حيثيت سطحي ۽ هلڪڙي هئي. جڏهن ته عورت جي حيثيت بنيادي ۽ مٿيري هئي. جيئن جانور جي نر جي ڪردار تي ڌيان نه ڏنو ويندو هو جيڪي جنسي عمل مان گذرندي ۽ ٻار پيدا ڪندي باقي شين کان قطعي بي خبر هوندو هو، ساڳيءَ ريت انسانن ۾ مرد جي ڪردار کي وڌيڪ اهم نه سمجهيو ويندو هو. ترو برياني ٻيٽ جي رهندڙن لاءِ پيٽ ڀرڻ کو جنسي معاملو نه هو پر انهن جي خيال ۾ عورت ۾ ڪو ڀوت داخل ٿي ويندو ۽ اهو ڀوت گهڻو ڪري ان وقت داخل ٿيندو هو جڏهن عورت وهجندي هئي ۽ چوڪري چوندي هئي ته هڪ مڇيءَ مون کي ڏنگي وڌو آهي. ميلينيوسڪي چوي ٿو ته مان پڇندو هوس ته "ڪڏهن ان ٻار جو پيءُ ڪير هو" اڳيان هڪ ئي جواب ملندو هو ته پيءُ نه هو ڇو ته چوڪري اڻ پرڻيل هئي." مان سڌي طريقي سان پڇندو هوس ته جسماني پيءُ ڪير هو؟ پر منهنجي سوال کي وري به نه سمجهيو ويندو هو ۽ اڳيان جواب ملندو هو ته "هڪ ڀوت ان کي ٻار ڏنو آهي" ان ٻيٽ وارن جو هڪ عجيب ۽ غريب عقيدو هو ته ان عورت ۾ ڀوت جلدي داخل ٿي وڃي ٿو جنهن جا مردن سان وڌيڪ لاڳاپا هوندا آهن. پيٽ ڀرڻ جي خلاف حفاظتي اپائن طور اهي چوڪريون وڏين ڇولين واري پاڻيءَ ۾ وهنجڻ کان پرهيز ڪنديون هيون. جڏهن ته مردن سان لاڳاپا رکڻ کان ڪين ڪيٻائينديون هيون. اها هڪ دلچسپ ڪهاڻي آهي جيڪا "سخاوت" جي نتيجي ۾ وڏي سهولت ثابت ٿي هوندي.

ملينيا ۾ پيٽ ڀرڻ جو سبب جنسي عمل کي قرار ڏنو ويندو هو پر اڻ پرڻيل ڇوڪريون پنهنجي غذا ۾ ڪنهن شيءِ جي موجودگيءَ کي ان جو سبب قرار ڏينديون هيون. ايستائين جو مرد جي عمل کي سمجهي وڃڻ جي باوجود جنسي لاڳاپن جي بي قاعدگيءَ جو سبب پيءُ جو تعين ڪرڻ سولو معاملو نه هو. نتيجي طور اڻ سڌريل زماني جي ماءُ پنهنجي ٻار جي

پيءُ بابت وڏيڪ فڪرمند نہ ٿيندي هئي ڇوتہ اُن جي سڄاڻپ اُن جو مڙس نہ هو پر جيئن تہ هو پنهنجي پياءُ، پيءُ يا جرڳي جي ملڪيت هوندي هئي. انهن سان هوءَ رهندي هئي ۽ ان جو ٻار ان جي ئي مرد مائٽن کي سڃاڻيندو هو. پياءُ ۽ پيڻ جي وچ ۾ محبت جو تعلق مڙس ۽ زال جي تعلق کان وڏيڪ مضبوط هو. گهڻن قبيلن ۾ مڙس پنهنجي ماءُ جي ڪٽنب ۽ جرڳي ۾ رهندو هو ۽ پنهنجي زال سان رڳو لڪي ملندو هو. ايسيتائين جو ڪلاسليڪي تهذيب ۾ بہ پياءُ مڙس کان وڏيڪ پيارو هوندو هو. نتافرينس جي زال ڏاڏي جي غضب کان پنهنجي مڙس بجاءِ پياءُ کي بچايو هو. اينٽنگنيءَ پنهنجي پياءُ لاءِ پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي هئي. ”اهو تصور تہ ماٺهو ءَ جي زال ان لاءِ دنيا جي سيني کان وڏيڪ پياري شخصيت آهي. نسبتاً جديد تصور آهي ۽ اهو اهڙو تصور آهي جيڪو انساني نسل جي ننڍي حصي تائين محدود آهي.“

اڻ سڌريل معاشري ۾ پيءُ ۽ ٻارن جي وچ ۾ تعلق ايترو گهٽ هوندو هو جو گهڻن قبيلن ۾ زال مڙس ڌار ڌار رهندا هئا.

آسٽريليا ۽ نيوگيانا، آفريڪا ۽ مائيڪرو وينيا، آسام ۽ برما ۾ اليوئن، اسڪيموز ۽ سيموئيڊون کان سواءِ زمين تي اڄ بہ هيڏانهن هوڏانهن اهڙا قبيلا ملي سگهن ٿا جن ۾ ظاهري طور خانداني زندگي نہ آهي. مرد عورتن کان ڌار رهن ٿا ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن وٽ وڃن ٿا ۽ ايسيتائين جو ماني بہ ڌار ڌار کائن ٿا. اترياپوا ۾ معاشرتي طور مرد جو عورت سان ملڻ جلڻ مناسب تصور نہ ڪيو ويندو آهي پيلي عورت ان جي ٻارن جي ماءُ ڇونہ هجي تهتيءَ ۾ خانداني زندگيءَ جي واقفيت ئي نہ آهي. پن جنسن جي ان علحدگيءَ جي ڪري ”مقدس ميلاپ“ جو تجسس گهٽو ڪري مردن ۾ وڏيڪ پيدا ٿيو جيڪو اڻ سڌريل نسلن ۾ هر جاءِ تي نظر اچي ٿو ۽ عورت جي خلاف اڪثر پناهہ گاهہ جو ڪم ڏيئي ٿو. اهو هڪ ٻئي نقطي يعني پنهنجي تربيتي سرشتي ۾ اسان جي جديد محبتن سان مشابهت رکي ٿو.

(خاندان جي سادي شڪل عورت ۽ ان جا ٻار هئا جيڪا جرڳي ۾ پنهنجي ماءُ يا پياءُ سان گڏ رهندي هئي. ان قسم جو سرشتو جانورن جي خاندان جو فطري نتيجو ۽ اڻ سڌريل انسان جي حياتياتي جهالت هو) هڪ

ٻي متبادل شڪل "مادر مڪاني شادي" هئي. ان قسم جي شاديءَ ۾ مڙس پنهنجو جرڳو ڇڏي زال جي جرڳي ۽ خاندان ۾ رهڻ شروع ڪري ڇڏيندو هو ۽ ان سان گڏ ان جي والدين جي خدمت لاءِ محنت مزدوري ڪندو هو. انهن مامرن ۾ حسب نسب عورت طرفان ٿيندو هو ۽ وراثت ٻه ماءُ جي ذريعي منتقل ٿيندي هئي اهو "مادري حق" "مدرسري حڪومت" نه هو ڇوته ان جو مطلب مرد تي عورت جي حڪومت نه هو. ايسيتائين جو عورت جي ذريعي جائداد منتقل ڪئي ويندي هئي پر ان وقت ٻه ان جا اختيار گهٽ هئا. ان کي مٿي مائٽيءَ جا ذريعا ڳولڻ جي طور تي ڪتب آندو ويندو هو، جيڪا شيءِ قديم ماڻهن جي غفلت يا آزاديءَ جي ڪري ٻي صورت ۾ عدم موجود هوندي هئي. اهو سچ آهي جو معاشري جي ڪنهن ٻه سرشتي ۾ عورت جي اهميت، ڪاڏو ونڊڻ ۽ مرد جي ضرورت پوري ڪرڻ، جنهن سان هوءَ انڪار جي صورت ٻه رکي ٿي. ڪان وڏيڪ نه هئي اهو ٻه سچ آهي ته ڪڏهن ڪڏهن ڏکڻ آفريقا جي ڪجھ قبيلن ٻه عورتون حڪمران رهيون آهن. پيڪو جي ٻيٽ ۾ قبيلي جو سردار، ان قبيلي جي پوڙهين عورتن جي صلاح ڪان سواءِ ڪوبه وڏو ڪم نه ڪندو هو. اير قيول ۾ قبائلي صلاحڪاريءَ ۾ زالن کي ڳالهائڻ ۽ راءِ ڏيڻ جو هڪ جيترو حق هو.

(سنيڪا ايڊينز ۾ عورتن وٽ وڏا اختيار هوندا هئا. ايسيتائين جو اهي قبيلي جون سردار ٻه ٿي سگهنديون هيون) پر اهڙا معاملا تمام گهٽ هئا. مجموعي طور تي( ابتدائي معاشري ۾ عورت جي حيثيت غلاميءَ جي ويجهو هئي. ان جي جسماني مجبوري، هٿيار ڪان عدم واقفيت، ٻار جي پيدائش ۽ پرورش ۾ ان جي حياتياتي قوت جي استعمال وغيره جنس جي ان ويڙهه ۾ ان کي لاچار ڪري ڇڏيو ۽ سيني ڪان ادنيٰ ۽ اعليٰ معاشرت ۾ ان جي حيثيت ڪمتر رهي) تمدن جي ترقيءَ سان گڏ ان جي حيثيت ۾ ڪوبه واڌارو نه ٿيو پر پيريڪلنز جي زماني ۾ ان جي حيثيت اتر آمريڪي انڊينز جي عورتن جي مقابلي ۾ گهٽجي ويئي. اهو مقام ان جي عملي اهميت موجب گهٽبو وڌندو رهيو جڏهن ته انسانن جي تهذيب ۽ اخلاق ۾ ترقي ۽ تنزل سان ان ۾ ڪو خاص فرق نه پوندو هو.

شڪار جي زماني ۾ اها شڪار ڪان سواءِ هر قسم جو ڪم

ڪندي هئي. جڏهن ته مرد شڪار جي خطرن ۽ سختين کي منهن ڏيڻ لاءِ سڄو سال آرام ڪندو هو. عورت ڪثرت سان ٻار پيدا ڪندي هئي. انهن جي پالنا ڪندي هئي، گهر جي سار سنڀال ڪندي، ٻيلن ۽ ٻنين مان غذا گڏ ڪندي، ڪاڏو پچائيندي، صفائي ڪندي، ڪپڙا سبدي ۽ جوتا وغيره ٺاهيندي هئي. ان ڪري جڏهن قبيلو هڪ جاءِ تان لڏ پلاڻ ڪندو هو ته مرد جي شڪار جي سامان کان سواءِ ڪجھ به نه کڻندو هو. جو ته ان کي ٻاهرين حملي کي منهن ڏيڻو پوندو هو جڏهن.ته عورت باقي سموري گهر جو سامان کڻندي هئي. جهنگلي عورتون نوڪرن ۽ بار ڍوئڻ جي جانورن جي طور تي استعمال ٿينديون هيون. جيڪڏهن اهي ڪمزوريءَ جي ڪري نه ڪري سگهنديون هيون ته انهن کي سندن حال تي ڇڏيو ويندو هو جڏهن لاڙي مري (Marray) جي مڪاني ماڻهن، سامان سان لڏيل ڏاند ڏٺا ته انهن سمجهيو ته اهي گورن ماڻهن جون.زالون آهن. طاقت ۾ فرق (جنهن جي بنياد تي ٻن جنسن ۾ متيبد قائم ڪيو ويندو آهي" ان زماني ۾ نه هو. اهو فرق خلقي نه پر ماحولياتي آهي، پنهنجي(حياتياتي مجبورين جي باوجود عورت قد، برداشت، طاقت ۽ همت ۾ مرد جي برابر هئي جو ته ان وقت تائين ان کي زيور، سجاوت جي شيءِ ۽ جنسي رانديڪو نه سمجهيو ويندو هو بلڪ هوءَ هڪ جانور هئي، جيڪا ڏکي وقت تائين ڏکيو ڪم ڪري سگهندي هئي)شيپيورا جي هڪ سردار جو چوڻ هو ته "عورت ڪم لاءِ پيدا ٿي آهي.(هڪ عورت ايترو وزن ڇڪي يا کڻي سگهندي آهي جيترو ٻه مرد کڻن ٿا. هو تنبو ٺاهي ڪپڙا تيار ڪري، انهن جي مرمت ڪري ۽ رات جي وقت اسان کي گرم رکي ٿي. اسان ان کان سواءِ سفر نه ٿا ڪري سگهون. هو تمام گهٽ قيمت تي وڏيڪ ڪم .ڪري ٿي. جوته هوءَ سدائين پچائڻ جو ڪم ڪندي رهي ٿي ۽ هوءَ ڏکئي وقت ۾ رڳو آڱريون چٽي ٻه گذارو ڪري سگهي ٿي.)"

ابتدائي معاشري ۾ به معاشي ترقي گهٽو ڪري مرد بجاءِ عورت جي دولت هئي. صدين تائين مرد شڪار ۽ اناج ڪٺو ڪرڻ جي قديم طريقن سان چنبڙيو رهيو. جڏهن ته(عورت پنهنجي ساهي پٽڻ واري هنڌ جي ڀرپاسي ۾ زراعت ۽ اهڙن ٻين فنن کي هٿي وٺرائي جيڪو عمل پوءِ به زماني جي اهم صفت بنجي ويو. "ووئڻ جو پوتو" جنهن کي يونان وارا

"ان سان لڏيل" وڃ چوندا هئا. قديم عورتون ان مان ڏاڳو ٺاهينديون هيون ۽ سٽ جو ڪپڙو تيار ڪنديون هيون اهي عورتون ئي هيون جن سبڻ، پرڻ، ڪپڙا اڻڻ ٽوڪرا ٺاهڻ، ٿانو ٺاهڻ، ڪاٺ جو ڪم ۽ عمارت جي اڏاوت شروع ڪئي. گهڻن معاملن ۾ عورت ئي شروعاتي واپار ڪي رواج ڏنو. هن گهر جي سجاوٽ ڪئي ۽ پنهنجي پالتو جانورن جي فهرست ۾ مرد کي به شامل ڪيو ۽ ان کي سماجي لاڙن ۽ خوش اخلاقيءَ جي سکيا ڏني جيڪا تهذيب جي نفسياتي بنياد آهن.

پوءِ جيئن جيئن زراعت ۾ مونجهارا پيدا ٿيڻ شروع ٿيا ۽ انهن مان وڏيڪ فائدو حاصل ٿيڻ شروع ٿيڻ لڳو تيئن سگهاري صنف (مرد) ان وڏ ۾ وڏ پنهنجي هٿ ڪرڻ شروع ڪيو. مال پالڻ مان مرد کي دولت جو نئون ذريعو، طاقت ۽ قوت ملي. زراعت جيڪا قديم طاقتور نمرودن کي بي مزي لڳندي هئي. آخرڪار مردن ان کي تسليم ڪري ورتو. ان سان گڏ ئي معاشي رهنمائي جيڪا هڪ وڏي عرصي تائين عورت وٽ هئي اها هاڻي مردن جي اختيار ۾ اچي ويئي. عورتن جا سيڪاريل جانور جڏهن ميدان ۾ ڪم ڪرڻ لڳا ته اهي عورتن جو نعم البدل ثابت ٿيا" جيڪي ان وقت تائين پوکن ۾ ڪم ڪنديون هيون. ان ڪري هاڻي پوک جو ڪم به مرد جي هٿ ۾ اچي ويو ڪوڏاري ڪان هر ڏانهن ترقيءَ سان جسماني قوت ۾ واڌارو اچي ويو ۽ مرد ان لائق ٿي ويو ته پنهنجي مٿيرائپ جي دعويٰ ڪري سگهي. مال ۽ زميني پيداوار جي ملڪيتي تبديليءَ جي واڌاري جي ڪري عورت جي جنسي هيٺانهپ جو پيو درجو شروع ٿيو ڇوته مرد هاڻي عورت ڪان ان جي وفاداريءَ جي گهر ڪري رهيو هو جنهن وسيلي هو پنهنجي جائداد پنهنجي ٻارن ڏانهن منتقل ڪري سگهي. آهستي آهستي مرد پنهنجو اختيار مڃائي ورتو. پيءُ جي اختيار کي تسليم ڪيو ويو ۽ جائداد مرد وسيلي منتقل ٿيڻ لڳي. ماءُ جي حق پيءُ جي حق اڳيان مٿو ٽيڪيو ۽ پدري خاندان، جنهن ۾ سڀني کان پوڙهو مرد سردار هوندو هو، معاشري جو معاشي، قانوني، سياسي ۽ اخلاقي يونٽ بنجي ويو. اڳ نسواني (عورت جا) ديوتا هوندا هئا. جيڪي هاڻي مرداڻا بڻجي ويا ۽ انهن جا اهڙا اهڙا حرم (گهر) هئا جن جا ماڻهو اڪيلائي ۾ خواب ڏسندا هئا. مدري نظام سان پدري نظام منتقلي عورت جي حيثيت

لاءِ هاجيڪار هئي. مڙني اهم پهلوئن جي اعتبار کان هوءَ ۽ ان جا ٻار
پهرين ان جي پيءُ ۽ سيني کان وڏي ڀاءُ ۽ پوءِ ان جي مڙس جي ملڪيت
بنجي ويا. ان کي شاديءَ لاءِ ائين خريد ڪيو ويو جيئن غلام کي منڊيءَ
مان خريد ڪيو ويندو هو. جڏهن ان جو مڙس مري ويندو هو ته اها جائداد
جي طور تي ان جي وارثن وٽ ايندي هئي. نيوگيانا، نيو هيبرو، سليماني
ٻيٽ، فجي ۽ انڊيا وغيره ۾ ته ان کي پنهنجي مڙس جي موت سان گڏ مرڻو
پوندو هو يا وري اها اميد ڪئي ويندي هئي ته اها ايندڙ جهان ۾ پنهنجي
مڙس جي خدمت لاءِ آپگهات ڪري ڇڏيندي. پوءِ پيءُ کي اهو حق
حاصل هو ته پنهنجي زالن ۽ ڌيئرن سان جيڪو وڻيس سو سلوڪ ڪري
ڀلي اهو انهن کي ائين ئي ڪنهن کي ڏئي يا وڪڻي ڇڏي. پدري نظام
۾ مرد کي اهو اختيار حاصل هو ته گهر کان ٻاهر به جنسي لاڳاپا قائم
رکي. جڏهن ته عورت شادي کان اڳ مڪمل طور تي پنهنجي عصمت
قائم رکڻ ۽ شادي کان پوءِ پنهنجي مڙس جي وفادار رهڻ جي پابند هئي.
ائين زندگيءَ جو ٻٽو معيار پيدا ٿيو. عورت جي عام طور تي محڪومي
جيڪا شڪار جي دور ۾ موجود هئي ۽ جنهن ۾ مدري حق جي دور ۾
ٿوري گهٽتائي اچي وئي هئي. هاڻيِ وڌيڪ عام ۽ بي رحم ٿي وئي
هئي. قديم روس ۾ پيءُ پنهنجي ڌيءَ جي شاديءَ تي ان کي هلڪو ڪوڙو
هڻندو هو ۽ پوءِ اهو ئي ڪوڙو گهوٽ کي پيش ڪندو هو جيڪو ان ڳالهه
جي علامت هو ته ان کي مارڻ جو حق هاڻي مڙس کي حاصل ٿي ويو
آهي. ايسيتائين جو آمريڪي انڊينز، جن وٽ مدري دور جو زمانو ڊگهي
عرصي تائين رهيو، پنهنجي عورتن سان سختيءَ سان پيش ايندا هئا. انهن
کي "ڪتي" جي نالي سان سڏيندا هئا. انهن کان خدمت ڪرائيندا هئا.
هر پاسي عورت جي زندگي مرد جي مقابلي ۾ ڪريل سمجهي ويندي
هئي. جڏهن ڇوڪريون پيدا ٿينديون هيون ته ائين خوشي نه ملهائي ويندي
هئي جيئن ڇوڪرن جي پيدائش جي وقت ملهائي ويندي آهي. ڪڏهن
ڪڏهن به مائرون پنهنجي نياڻين کي پريشانين ۽ مصيبتن کان بچائڻ لاءِ
پاڻ ئي ماري ڇڏينديون هيون. فجيءَ ۾ زال کي خوشيءَ سان وڪيو ويندو
هو، جنهن جي عام طور تي قيمت هڪ بندوق هوندي هئي. ڪجهه قبيلن
۾ مرد ۽ عورت گڏ نه سمهندا هئا ڇوته ٿي سگهي ٿو ته متان عورت جو

ساھ مرد کي ڪمزور ڪري ڇڏي. فجيءَ ۾ مرد لاءِ باقاعدگيءَ سان گھر ۾ سمھڻ مناسب تصور نہ ڪيو ويندو ھو. نيوڪليندونيا ۾ عورت ھڪ منھ ۾ سمھندي ھئي جڏھن تہ مرد گھر ۾ اندر سمھندو ھو. فجيءَ جي ڪجھ مندرن ۾ ڪتن کي تہ داخل ٿيڻ جي اجازت ھئي پر عورتن کي داخل ٿيڻ کان منع ڪئي ويندي ھئي.(مذھبي رسمن مان عورتن جي نيڪالي اڄ بہ اسلام ۾ موجود آھي) بي شڪ عورت سدائين اھڙي مھارت مان مزو ورتو جيڪو دير تائين ٿيندڙ گفتگو مان حاصل ٿيندو آھي. مرد کي ڏڪاريو ويندو ھو يا ڪڏھن ڪڏھن ان کي مار بہ ڏني ويندي ھئي. پر ھو مجموعي طور تي آقا ھو ۽ عورت پانھي. ڪافر عورتن کي غلامن وانگر خريد ڪندا ھئا جيڪي سڄي زندگيءَ جي ڪمائيءَ جو ذريعو ھونديون ھيون. جڏھن گھٽي انگ ۾ زالون گڏ تي ويندون ھيون تہ اھو مرد باقي زندگي آرام ڪندو ھو ۽ ان جون زالون ان جو سڄو ڪم ڪنديون ھيون. قديم ھندستان جي قبيلن ۾ عورت کي پالتو جانورن وانگر موروثي جائداد جو حصو سمجھيو ويندو ھو. موسيٰ جي آخري حڪم ۾ بہ ان معاملي ۾ ڪو چٽو فرق نہ آھي. نيگرو آفريڪا ۾ عورت ۽ غلام ۾ ڪو بہ فرق نہ ھو. سواءِ ان جي تہ اھا معاشي ڪم کان سواءِ جنسي لذت جو بہ سبب ھئي( شادي ملڪيت جي قانون ۽ غلاميءَ جي حصي جي طور تي شروع ٿي)

باب چوٿون

# تهذيب جا اخلاقي عنصر

ڪوبہ معاشرو نظم ۽ ضبط کان سواءِ قائم نہ ٿو رهي سگهي ۽ نظم ۽ ضبط قاعدن قانونن کان سواءِ ناممڪن آهي. اسان ان کي تاريخ جو قانون سمجهي سگهون ٿا ڇوتہ قانون جي گهٽائيءَ وانگر ارواجن ۽.دستورن جي قوت ۾ بہ تبديل ٿيندي رهندي آهي. سوچ ۽ فڪر جي گهٽائيءَ وانگر جبلت جي قوت بہ تبديل ٿي سگهي ٿي. زندگيءَ جي ڪيل لاءِ ڪجهہ ضابطا لازمي آهن. اهي ضابطا مختلف گروهن ۾ مختلف ٿي سگهن ٿا پر گروهہ جي اندر انهن کي هڪ جهڙو هئڻ گهرجي.اهي ضابطا رسمون، رواج اخلاقي ضابطا، ۽ قانون ٿي سگهن ٿا.

**رسمون:**

انساني ورتاءَ جون اهي شڪليون آهن جن کي ماڻهن مناسب ڄاتو.

**رواج:**

هي اهي رسمون آهن جن کي ايندڙ نسلن آزمائش غلطين ۽ گهٽائڻ وڌائڻ کانپوءِ قدرتي طور تي چونڊي قبول ڪيو.

**اخلاقي ضابطا:**

هي اهڙا رواج آهن جن کي گروهہ پنهنجي بهبود ۽ ترقيءَ لاءِ لازمي ڄاڻي ٿو. اڻ سڌريل معاشرن ۾ جڏهن قانون لکت ۾ نہ هوندو هو تہ اهي اهم رواج ۽ اخلاقي قانون انسان جي هر شعبي کي ضابطي ۾ آڻيندا هئا ۽ معاشرتي نظام کي جٽاءُ ۽ تسلسل ڏيندا هئا. وقت جي درجي وار روشني مان اهڙيون رسمون لڳاتار تڪرار جي بدولت فرد جي فطرت بنجي وينديون

آهن. جيڪڏهن هو انهن ڪي توڙي ٿو ته هو هڪ خاص قسم جو خوف، بي چيني ۽ شرم محسوس ڪري ٿو. اها ان ضمير يا اخلاقي سوچ جي شروعات آهي جنهن ڪي ڊارون جانورن ۽ انسانن ۾ اثرائتو فرق سڏي ٿو. پنهنجي اعليٰ شڪل ۾ ضمير معاشرتي شعور آهي. فرد جو گروهه سان تعلق هئڻ جو احساس آهي جنهن ڪري هو وفاداري ۽ سچائيءَ جهڙا قدم کڻي ٿو. اخلاقيات جز ۽ ڪل ۽ ننڍي گروهہ جو ڪنهن وڏي گروهه جي وچ ۾ سهڪار آهي. بيشڪ ان سهڪار کان سواءِ تهذيب ممڪن نہ آهي.

## (I)

## شادي

اهڙيون رسمون جيڪي ڪنهن گروهه جي اخلاقي ضابطي کي جوڙين ٿيون. انهن رسمن جو پهريون ڪم مخالف جنس جي وچ ۾ لاڳاپن کي ضابطن ۾ آڻڻ آهي. ڇوته اهي لاڳاپا خرابي، تشدد ۽ ممڪن زوال جو مستقل ذريعو آهن. ان جنسي ضابطي بنديءَ جي بنيادي شڪل شادي آهي. جنهنَ جي تعريف هيئن ڪري سگهجي ٿي ته "اها ٻارن جي سار سنڀال لاءِ هڪ جوڙي جي گڏيل ميلاپ يا رابطي جو نالو آهي. اهو هڪ تبديل ٿيندڙ ۽ غير مستقل ادارو آهي جيڪو پنهنجي تاريخ دوران تقريباً هر تصور لائق شڪل ۽ تجربي اڻ سڌريل دور ۾ جوڙي کان سواءِ گڏجي پيدا ڪندڙ ٻارن جي سار سنڀال کان وٺي جديد دور ۾ ٻارن جي سار سنڀال کان سواءِ گڏجي رهڻ تائين گذريو آهي.

اسان جي حيوانن جهڙن ابن ڏاڏن ان کي ايجاد ڪيو. ڪجهه پکي ٻچا ڏيندڙ ساٿين جي طور تي سدائين لاءِ هڪ ساٿي سان گڏ رهندا آهن. بن مانسن (جهنگلي ماڻهو) ۾ پيدائش جي موسم تائين والدين سان گڏجي رهندا آهن. انهن ۾ ڪيتريون ئي انساني عادتون آهن. ماديءَ جي ڪنهن قسم جي غيرمحتاط ورتاءُ تي نر سختيءَ وارو سلوڪ ڪندو آهي. ڊي ڪرسپگني چوي ٿو ته "يونيو جابن مانس خاندان ۾ رهن ٿا. نر مادي ۽ هڪ ٻچو" ڊاڪٽر سيوج بن مانسن بابت لکي ٿو ته "پوڙهن بن مانسن کي وڻ جي هيٺان ويهي ميوا کائيندي ۽ مشڪريون ڪندي ڏسي سگهجي

ٿو. جڏهن تہ انهن جا ٻچا انهن جي چئني پاسي هڪ ڏار ڪان ٻئي ڏار تي ٽپنگ ٽپا ڏيئي رهيا هوندا آهن" شاديءَ جو عمل انسان ڪان وڌيڪ پراڻو آهي. شادي ڪان بنا معاشرا تمام گهٽ آهن. پر ڪو هٽيار محقق اهڙن ڪافي معاشرن جي جاچ ڪري نندڙن کير ڏيندڙ جانورن ڪان وٺي اڻ سڌريل انسان جي شادين تائين آزاد مباشرت (مرد ۽ عورت جي جنسي ميلاپ) جي عبوري دور کي طئہ ڪري سگهي ٿو. فٽونا ۽ هوائي ۾ ماڻهن جي گهڻائي شادي نہ ڪندي هئي. (ليوبو جا رهواسي آزاديءَ سان بنا ڪنهن متيبد جي مباشرت ڪندا هئا ۽ انهن ۾ شاديءَ جو تصور نہ هو. يورنيو جا ڪجهہ قبيلا بنا شاديءَ جي ملي پڪين ڪان وڌيڪ آزاد رهندا هئا ۽ قديم روس جي ڪجهہ قبيلن ۾ مرد عورت کي بنا ڪنهن دٻ دٻاءَ يا جهل پل جي استعمال ڪندو هو. ان ڪري ڪنهن عورت جو ڪو مخصوص مڙس نہ هو. افريقا جي چامڙن ۾ شادين جو دستور تہ هو پر "اهي حيواني جبلت بنا ڪنهن بندش جي پوري ڪندا هئا." عورت جو قومي مڪليت هئڻ جو اهو اڻ سڌريل عمل جيڪو اڻ سڌريل دور جي زمين ۽ غذا جي اشتراڪيت مان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلندو رهيو، اهو ايترو تہ جلد مري ويو جو هاڻي ان جون ڪجهہ بہ نشانيون باقي نہ آهن. تنهن هوندي بہ ان جون يادون اڄان تائين باقي آهن فطري انسان جو خيال هو تہ هڪ زال وارو عمل (جنهن کي اهي مزد جي عورت تي اجاره داري سمجهندا هئا) غير فطري ۽ غير اخلاقي آهي. "اختيار ۽ آزادي جي موسمي ميلن ۾ (اڄ بہ ميڊبري گراس ۾ ڪنهن حد تائين موجود آهي) عارضي طور تي جنسي پابنديون هٽايون وينديون هيون. ان ۾ ڪابہ عورت مرد جي درخواست تي شادي ڪان اڳ پنهنجو پاڻ کي ان جي حوالي ڪري سگهندي هئي. جيئن بابل ۾ مليشا جي مندر ۾ ٿيندو هو. زال اڌاري ڏيڻ جي رسم گهڻين ئي اڻ سڌريل مهمان نوازين جي رسمن ۾ لازمي هئي. شروعاتي جاگيرداري واري يورپ ۾ پهرين رات جي حق وسيلي جاگيردار ڪنوار سان پهرين رات گذاريندو هو. ان ڪان پوءِ گهوٽ کي شاديءَ جو عمل پورو ڪرڻ جي اجازت ڏني ويندي هئي.

اهڙن تجربن جي مختلف قسمن آهستي آهستي بي ريا لاڳاپن جي جاءِ ورتي. ملاڪا جي اورنگ سڪائي ۾ هڪ ڇوڪري قبيلي جي هر

مرد سان ڪجھ وقت لاءِ رهندي هئي ۽ هڪ کان ٻئي ڏانهن منتقل ٿيندي رهندي هئي. جڏهن هڪ چڪر مڪمل ٿيندو هو ته پوءِ نئين سر ٻيو چڪر شروع ٿيندو هو. سائيبريا جي ياڪوتن، ڏکڻ آفريڪا جي بوتو قدن، تبت جي هيٺين طبقي ۽ ٻين ڪيترن ئي قبيلن ۾ شادي بلڪل تجرباتي هئي ۽ ڪنهن به ڌر جي ارادي تي بنا سبب ٻڌائڻ جي ختم ڪري سگهبي هئي. جهنگلي ماڻهن شاديءَ جي تعلق ختم ڪرڻ لاءِ معمولي اختلاف ڪافي هو. ۽ ٻئي ڌريون ترت ئي نئين جاءِ تي پنهنجا لاڳاپا قائم ڪري وٺنديون هيون. سر فرانسسز گالٽن جي راءِ موجب ته "مارا جا رهواسي هر هفتي جوڙ بدلائيندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته مون کي تحقيق ڪرڻ کان سواءِ خبر نه پوندي هئي ته ڪنهن خاص وقت ۾ فلاڻي عورت جو ڪهڙو مڙس هو. بيلا قبيلي ۾ "عورتن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي ۽ اهي پنهنجي مرضي تي هڪ مڙس کي ڇڏي ٻئي مڙس وٺ وجي سگهنديون هيون. نوجوان ڇوڪريون جيڪي پنهنجي عمر جا ويھ سال مس پورا ڪنديون هيون ته انهن جا چار پنج جيئرا مڙس هوندا هئا." هوائيءَ ۾ شاديءَ لاءِ جيڪو لفظ ڪتب ايندو هو ان جو مطلب "ڪوشش ڪرڻ" هو. تهتيءَ ۾ هڪ صدي کان اڳ تائين ٻارن جي پيدائش گڏجي رهڻ آزاد هو. جيڪڏهن ٻار پيدا ٿي پوندو هو ته والدين بنا ڪنهن ٽڪ ٽڪ چنبي جي ان کي ماري ڇڏيندا هئا يا جوڙو ٻار جي پرورش لاءِ وڌيڪ تعلق جوڙي سگهندو هو. مرد مامتا جي فرض کي پوري ڪرڻ جي بدلي ۾ عورت جي مدد جي حامي ڀري.

(مارڪو پولو وچ ايشيائي قبيلن بابت جيڪو تيرهن صديءَ ۾ (جيڪو هاڻي ڪيريا آهي) ۾ رهندو هو، لکي ٿو ته "جيڪڏهن ڪو شادي شده مرد ويهن ڏينهن لاءِ ڪيڏانهن پري هليو وڃي ٿو ته ان جي زال کي حق حاصل آهي ته جيڪڏهن اها چاهي ته پنهنجي لاءِ ٻيو مڙس ڳولهي سگهي ٿي ۽ اهڙيءَ ريت مڙس کي اهو حق حاصل آهي ته هو جتي ترسي ٿو اتي پنهنجي لاءِ زال کي چونڊي سگهي ٿو." شادي ۽ اخلاقيات ۾ جديد تصور ڪيڏا نه قديم آهن.)

لي ٽورينو شاديءَ بابت بابت چيو ته "وحشي معاشري جي دوران هر ممڪن تجربو آزمايو ويو آهي. ڪيترن ئي نسلن ۾ اجا به ان تي عمل ٿئي

ٿو ۽ يورپ ۾ موجود عمودي اخلاقي تصورن کي ان سلسلي ۾ ٿوري بہ اهميت نہ ڏني ويندي هئي" مستقل تجربن کان سواءِ گڏيل تجربا بہ هئا. ڪجھ معاملن ۾ "گروهي شاديون" ملن ٿيون. جنهن مطابق هڪ گروھ سان تعلق رکندڙ ڪيترائي مرد هڪ ٻئي گروھ سان تعلق رکندڙ ڪيترين ئي عورتن سان گڏيل شادي ڪري وٺندا هئا مثال طور تبت ۾ اهو رواج هو ڀائرن جو هڪ گروھ ڀينرن جي هڪ گروھ سان شاديءَ جي ڪري وٺندو هو ۽ اهي ٻئي گروھ جنسي اشراڪيت تي عمل ڪندا هئا. هر مرد هر عورت سان گڏ رهندو هو. قيصر قديم برطانيا ۾ هڪ اهڙي ئي رواج جو ذڪر ڪيو آهي. ان جون نشانيون ابتدائي يهودين ۽ ٻين قومن ۾ ملن ٿيون. جن موجب هڪ ڀاءُ جو فرض هو تہ ٻئي ڀاءُ جي بيواھ سان شادي ڪري. اِن قانون جي ڪري اونان وارا ڏاڍا تنگ ٿيا هئا.

انسان کي اڻ سڌريل معاشري جي اڌ آزاد جنسي مباشرت کي انفرادي شادي ۾ تبديل ڪرڻ جي ضرورت ڇو محسوس ٿي؟ جيئن تہ فطري انسانن جي اڪثريت ۾ شادي کان اڳ جنسي لاڳاپن تي پابنديون نہ هيون. ان ڪري شاديءَ جو دستور جسماني خواهش ڪري وجود ۾ نہ آيو. ڇوتہ شادي پنهنجي پابندين ۽ نفسياتي مونجهارن جي ڪري جنسي اشتراڪيت وانگر مردن جي نفس جي خواهش جي تسڪين نہ پئي ڪري سگهي. نہ ئي مرد شروع ۾ انفرادي طور تي خانہ واريءَ جي معامرن ۾ ايڏا مضبوط هئا جو پنهنجي ٻارن جي پرورش انهن جي ماءُ، خاندان ۽ جرڳي جي مقابلي ۾ وڌيڪ بهتر طور تي ڪري سگهن. ڪجھ ٺوس معاشي مقصد اهڙا هوندا جن شاديءَ جي ارتقا ۾ مدد ڪئي هوندي. (اسان کي ياد رکڻ گهرجي تہ اسان شروعات بابت تمام گهڻ ڄاڻون ٿا) شايد اهي مقصد ملڪيت جي ترقي ڪندڙ اداري سان گڏيل هئا.X

انفرادي شادي مرد جي سستن غلامن ۽ پنهنجي جائداد کي ٻين مردن جي ٻارن وٽ وڃڻ کان بچائڻ جي خواهش جي نتيجي ۾ عمل ۾ آئي. زالن جي گهٽائي گهڻ مڙسي (هڪ عورت جا گهڻا ئي مڙس) جي ڪري اڳيان آئي. مثال طور ٿوڊا ۽ تبت جي ڪجھ قبيلن ۾ اهو رواج موجود آهي ۽ اهو دستور راج بہ انهن علائقن ۾ ڏسي سگهجي ٿو جتي عورتن جي پيٽ ۾ مرد، گهڻا هوندا آهن. پر اهو دستور ترت ئي فاتح مرد جو شڪار

بنجي ويو ۽ ترت ئي هڪ مرد جي گهڻين زالن وارو رواج عمل ۾ آيو . وچين دور ۾ الاهيات پسندن جو خيال آهي ته محمدﷺ جن گهڻيون زالون رکڻ جي رواج کي شروع ڪيو پر اهو اسلام کان ڪجهه سال اڳ جو دستور هو جيڪو قديم زماني ۾ شاديءَ جو مروج طريقو هو. ان کي عام بنائڻ ۾ گهڻائي سبب شامل آهن. قديم معاشري ۾ شڪار ۽ جنگ جي ڪري مرد جي زندگي وڌيڪ پرتشدد ۽ وڌيڪ خطري واري هئي. مردن جي موت جي شرح عورتن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هئي. ان نتيجي ۾ عورتن جي گهڻائيءَ جي ڪري ڪنوارين عورتن جي چوند زالن جو تعداد وڌائڻ جو وڏو سبب هئي پر اهي ڪنوارپ انهن قبيلن لاءِ ناقابل برداشت هئي جيڪي موت جي شرح جي واڌ جي نقصان جو پورائو گهڻا ٻار پيدا ڪرڻ چاهيندا هئا. اهڙا قبيلا بنا مڙس وارين بي اولاد عورت کان نفرت ڪندا هئا. ان کان سواءِ مرد زالن ۾ واڌارو چاهيندا هئا. انگولا جا نيگرو چوندا هئا ته "اهي سدائين هڪ ٿالهي ۾ کاڌو کائڻ پسند نه ڪندا آهن". ٻيو ته مرد جوان عورتن کي وڌيڪ پسند ڪندا هئا جڏهن ته اڻ سڌريل معاشرن ۾ عورتون جلد پوڙهيون ٿي وينديون هيون. اڪثر عورتون گهڻيون زالون رکڻ جي عمل کي گهڻو پسند ڪنديون هيون. ان ڪري اهي ٻارن جي ڏکهي پرورش ۽ گهڻائي سان ٻار پيدا ڪرڻ جي زحمت کان بچي وينديون هيون. جڏهن ته مرد جي جنسي ۽ وڌيڪ ٻار پيدا ڪرڻ جي خواهش ۾ به رڪاوٽ پيدا نه ٿيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو ته جڏهن پهرين زال محنت ڪري ٿڪاوٽ کان چور ٿي ويندي هئي ته پنهنجي مڙس لاءِ هڪ ٻئي زال حاصل ڪرڻ ۾ ان جي مدد ڪندي هئي ته جيئن ان جو بوجهه گهٽجي وڃي ۽ واڌو ٻار خاندان جي پيداواري قوت ۽ دولت ۾ واڌارو ڪري سگهن. ٻار معاشي اثاثو هئا ۽ مرد عورتن کي سيڙپڪاري ڪري وياج جي طور تي ڪائڻ ٻار حاصل ڪندا هئا. پدري نظام ۾ زالون ۽ ٻار مرد جا غلام هوندا هئا. اهي تعداد ۾ جيترا گهڻا هوندا هئا اهو مرد ايترو ئي امير هوندو هو. غريب ماڻهو هڪ ئي زال رکندو هو، پر هو ان کي شرمناڪ صورتحال سمجهندو هو. جنهن مان هو گهڻيون زالون ۽ وڌيڪ ٻار هوندا هئا. انڪري گهڻيون زالون حاصل ڪري هڪ ڏينهن باعزت مقام حاصل ڪرڻ جا خواب ڏسندو هو.

بيشڪ گهڻيون زالون رکڻ ان معاشري جي ازدواجي ضرورتن جي عين مطابق هو. جتي عورتون مردنَ جي مقابلي ۾ وڌيڪ هيون. جديد معاشريَ ۾ قابل ۽ ذهين ماڻهو وڌيڪ عمر ۾ شادي ڪري ٿو ۽ انِ جا گهڻ ٻار هوندا آهن. وڌيڪ زالونَ رکڻ وراي رواج هيٺ قابل ترين ماڻهوءَ جون گهڻيون زالون رکڻ جو رواج مڙني فطري قومن ايستائين جو مهذب انسانن جي اڪثريت ۾ ٻه باقي رهيو. اوپر جي ملڪنَ ۾ اهو رواج هاڻي ختم ٿيڻ شروع ٿيو آهي. تنهنَ هوندي ٻه انهن ڪجھ حالتِن ان جي خلاف عمل ڪيو. زرعي زندگيءَ جي بدولت ۽ خطري ۽ تشدد ۾ ڪميءَ جي بدولت مخالف جنس تعداد جي اعتبار کان هڪ جيتري ٿي ويئي. انهن حالتن هيٺ ڪليل نموني گهڻيون زالون رکڻ خوشحال اقليت جو خاص اعتبار بنجي ويون. ماڻهن اڪثريت سان گهڻو ڪري اهڙي يڪ ازدواجيءَ (هڪ رکڻ جو عمل) تي عمل ڪيو جنهن ۾ زنا ڪاري پڻ شامل هئي. جڏهن ته ٻئي اقليت يعني ڪنوارن ماڻهن، اميرن جي گڻ شاديءَ ۾ توازن پيدا ڪيو. مرد ۾ حسد ۽ عورت ۾ ملڪيت جو تصور اثرائتي طور تي ان صورتحال ۾ داخل ٿيو جڏهن ٻئي جنسون تعداد ۾ هڪ جيتريون ٿي ويون. ڇوته هاڻي طاقتور مرد وڌيڪ تعداد ۾ زالون نه پئي رکي سگهيو. هو اهو پئي ڪري سگهيو ته ٻين جي حقيقيَ ۽ امڪاني زالن. کي حاصل ڪري پنهنجي زالن کي ڇڙ ڏياري ۽ ائين ڪرڻ لاءِ اتساهي. ان ڪري گهڻ پرڻي جو رواج هڪ ڏکيو معاملو بنجي ويو ۽ چالاڪ ترين مرد ئي ان کي قائم رکي سگهيا. جيئن جيئن جائداد وڌندي وئي ۽ مرد ايندڙ نسلن لاءِ ننڍن ننڍن ٽڪرن ۾ جائداد جي ورڇ کان نفرت ڪرڻ لڳو ۽ ان کي خيال آيو ته ”وڏي بيگم“ باقي ڪنيزن ۾ فرق ڪري ته جئين رڳو وڏي بيگم جا ٻار ئي وراثت ۾ حصيدار ٿين. اسان جي نسل تائين ايشيا ۾ شاديءَ جي رڳو اها ئي حيثيت باقي رهجي ويئي. آهستي آهستي وڏي بيگم ئي اڪيلي زال رهجي وئي. باقي ڪنيزن کي ڏار ۽ لڪائي رکيو ويو يا وري اهي غائب ٿي ويون. يورپ ۾ جيئن جيئن عيسائيت منظر عام تي آئي ته جنسي لاڳاپي جي قانوني شڪل طور هڪ شادي جي عمل گهڻ پرڻي جي عمل جي جاءِ والاري. پر لکت ۽ رياست وانگر هڪ شاديءَ وارو عمل ٻه هٽرادو ۽ جڙتو آهي ۽ اهو نه تاريخ جو

حصو آهي ۽ نه ئي تهذيب جي شروعات جو.

جنسي لاڳاپن جي پلي کهڙي به صورت هجي شادي تقريباً اڻ سڌريل قومن ۾ فرض هئي. اڻ پرڻيل مرد جي برادريءَ ۾ ڪابه عزت نه هوندي هئي ۽ ان کي اڌ مرد ليکيو ويندو هو. جرڳي کان ٻاهر به شادي لازمي هئي يعني مرد مان اها اميد رکي ويندي هئي ته هو پنهنجي جرڳي بجاءِ ڪنهن ٻئي جرڳي مان زال حاصل ڪري. ڇا اهو دستور ان لاءِ پيدا ٿيو ته اڻ سڌريل ذهن ٻارن تي ويجهڙائيءَ واري شاديءَ جي ڪري پيدا ٿيندڙ خراب اثرن بابت شڪ ڪندو هو يا اهڙيءَ ريت ڪيترن ئي گروهن جي وچ ۾ شاديون سياسي اتحاد کي مضبوط بنائينديون هيون. معاشرتي تنظيم کي هٿي وٺرائينديون هيون ۽ جنگ جي خطرنڪي گهٽ ڪنديون هيون. يا ٻئي قبيلي مان زال حاصل ڪرڻ مردانگيءَ جي علامت بنجي وئي يا اهو ته قرب مان نفرت پيدا ٿيندي آهي ۽ مفاصلو خيال کي وڌيڪ دلربائي بخشيدو آهي. اسان ان بابت ڪجھ نه ٿا ڄاڻون تنهن هوندي به اڻ سڌريل معاشري ۾ پابندي همه گير هئي.(جيتوڻيڪ فرعونن بطليموسين ۽ آنڪا جي رهواسين ان جي زبردست ڀڃڪڙي ڪئي. اهي سڀ ڀاءُ ڀيڻ جي شاديءَ جا حامي هئا. اهو رواج رومين ۽ جديد قانون ۾ باقي رهجي ويو ۽ شعوري ۽ لاشعوري طور تي اڄ به اسان جي روين کي ترتيب ڏيئي ٿو)

مرد ٻئي قبيلي مان ڪيئن زال حاصل ڪندو هو؟ جيئن مدري تنظيم مضبوط هئي ان ڪري ان کي اڪثر پنهنجي گهربل ڇوڪريءَ جي جرڳي ۾ وڃي رهڻو پوندو هو پر جيئن پدري نظام ترقي ڪندو ويو ته مرد کي اجازت ملي وئي ته ڇوڪريءَ کي پنهنجي پيءُ جي ڪجھ خدمت ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي زال کي پنهنجي قبيلي ۾ کڻي وڃي. يعقوب ليح ۽ راشيل زاءِ لابان جي خدمت ڪئي. ڪڏهن ڪڏهن عاشق طاقت جي زور تي پنهنجي محبوبه کي حاصل ڪري وٺندو هو زال کي ڀڃائي وڃڻ ۾ فائدو به هو ته شان به، ڇوته اها نه رڳو هڪ سستي غلام هئي پر ان مان نوان غلام پيدا ٿيندا هئا. جيڪي ان جي غلاميءَ کي وڌيڪ جڪڙي ڇڏيندا هئا. ڀڄائي کڻي وڃڻ واري شادي جيتوڻيڪ قانون ۾ شامل نه هئي پر اڻ سڌريل دور ۾ اڪثر ٿيندي هئي. اتر آمريڪا

جي ايڊينز ۾ عورتن کي جنگ ۾ غنيمت جو مال سمجھيو ويندو هو. جنهن ڪري اڪثر ائين ٿيندو هو جو ڪجھ قبيلن ۾ مڙس ۽ زالون پاڻ ۾ ڌاري زبان ۾ ڳالهائيندا هئا. روس ۽ سربيا جا سيلوز گڏريل صديءَ تائين ڦرلٽ وسيلي عارضي شاديون ڪندا هئا. ان جون نشانيون شادي وهانءُ جي رسمن ۾ گهوٽ طرفان ڪنوار کي پڪڙڻ مان ملن ٿيون. اهو قبيلن جي وچ ۾ اڻ کٽ جنگ جو منطقي پهلو هو. ۽ مخالف جنس جي وچ ۾ دائمي جنگ جي شروعات جو نقطو هو. جنهن جو واحد نتيجو رات جو آخري پهر جي لذت هو.

دولت ۾ واڌاري سان گڏ ڌارئي جرڳي ۾ وڃي ڇوڪريءَ جي والد جي خدمت ڪرڻ يا ڦرلٽ جي شاديءَ جي ڪري ٿيندڙ ويهڙھ جي تشدد جو خطرو کڻڻ جي ڀيٽ ۾ ڇوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ سندس پيءُ کي دولت جو تحفو ڏيڻ وڌيڪ سؤلو ٿي ويو. نتيجي جي طور خريد جي شادي ۽ والدين جي طئہ ڪيل شادي شروعاتي معاشرن ۾ قانوني حيثيت اختيار ڪئي. ڪجھ عبوري شڪليون بہ ظاهر ٿيون ميلينسين قبيلي جا ماڻهو زالون چورائي وٺندا هئا پر پوءِ ڇوڪريءَ جي پيءُ کي ادائگي ڪري چورئي کي قانوني بڻائي وٺندا هئا.

نيو گيانا جي ڪجھ مڪاني ماڻهن ۾ مرد ڇوڪريءَ کي ڀڄائي وٺي ويندو هو ۽ اهي بئي جڏهن لڪل هوندا هئا تہ مرد پنهنجي دوستن کي ڇوڪريءَ جي مائٽن سان قيمت تي سؤديباري ڪرڻ لاءِ موڪليندو هو ۽ سولائي اخلاقي غصي کي دٻايو ويندو هو. "هڪ ماوري ماءُ اوچي آواز ۾ رڙيون ڪندي ان نوجوان کي پٺون پاراتا ڏيئي رهي هئي جيڪو سندس ڌيءَ کي ڀڄائي وٺي ويو هو ۽ آخرڪار ان نوجوان ڪمبل ڏيئي چپ ڪرايو. هن چيو تہ مون کي ان جي ئي ضرورت هئي. مان رڳو ڪمبل حاصل ڪرڻ لاءِ گوڙ ڪري رهي هئس. گهڻو ڪري ڪنوار جي قيمت ڪمبل کان وڌيڪ هوندي هئي. هو ٽنٽوٽن ۾ عورت جي قيمت ڳئون يا ڏاند هئي. ڪرؤٽن ۾ ٿي ڳئون ۽ هڪ رڍ. ڪافرن ۾ ڇهن ء٦ کان ٿيھ جانور جن جو دارو مدار ڇوڪريءَ جي خانداني حيثيت تي هو ۽ ٽوگو جي ماڻهن ۾ سورهن ڊالر روڪ ۽ ڇهن ڊالرن جو سامان عورت جي قيمت هو.

اڻ سڌريل دور جي آفريڪا ۾ شروع ڪان ئي خريد جي شاديءَ جو رواج رهيو ۽ اڄ به چين ۽ جاپان ۾ اهو هڪ عام دستور آهي. ان رواج قديم هندستانِ، جوڙيا ۽ ڪولمبس جي دريافت کان اڳ جي مرڪزي آمريڪا ۾ پيروءَ ۾ ترقي ڪئي. اڄوڪي يورپ ۾ ان جا مثال ملن ٿا. اها پدري ادارن جي فطري ارتقا آهي. پيءُ ڌيءَ جو مالڪ هوندو آهي ۽ پنهنجي مرضيءَ سان ان کي جتي چاهي ۽ جنهن کي چاهي حوالي ڪري سگهي ٿو. اورنيڪو جا اندِ ينز ان جو اظهار هيئن ڪندا هئا ته "طالب (عاشق مرد) کي گهرجي ته پنهنجي استعمال جي ڇوڪريءَ لاءِ ڇوڪريءَ جي پيءُ کي کيس پرورش جو خرچ ادا ڪري." ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪريءَ کي طالبن جي اڳيان ڪنوار جي لباس ۾ پيش ڪيو ويندو هو. ان ڪري سماليون ۾ ڪنوار کي خوب سنواري گهوڙي تي ويهاري چڙهيو ويندو هو يا پيادل هلايو ويندو هو. فضا کي خوشبودار ڪيو ويندو هو ته جيئن چاهيندڙن کي وڌيڪ قيمت ڏيڻ تي راضي ڪري سگهجي، خريد جي شاديءَ بابت عورت جي اعتراض جو ڪوبه رڪارڊ موجود نه آهي. ان جي ابتڙ انهن کي پنهنجي مٿان خرچ ڪيل رقم تي گهڻو غرور هوندو هو. جو محبت جي مقابلي ۾ بدمعاش مرد ڪجھ نه ڪجھ ڏيئي گهڻو ڪجھ حاصل ڪندو رهندو هو. ان جي ابتڙ ڇوڪريءَ جو پيءُ گهڻو ڪري گهوٽ جي ادا ڪيل رقم جي بدلي ۾ ان کي تحفو ڏيندو هو جيڪو وقت گذرڻ سان گڏ ڪنوار لاءِ پيش ڪيل رقم جيترو ٿي ويو. امير پيئر جيڪي پنهنجي ڌيئرن جي راهه هموار ڪرڻ جي فڪر ۾ هئا. واپسي ۾ آهستي آهستي انهن تحفن کي وڌائيندا هليا ويا ۽ آخرڪار ڏاج جو دستور نڪتو.

شاديءَ جي انهن سمورن قسمن ۽ شڪلين ۾ رومانوي محبت جي نشاني نه ٿي ملي. نيوگيانا جي پاپوان قبيلي ۾ محبت جي شاديءَ جا ڪجھ ٿورڙا واقعا ملن ٿا. ٻين اڻ سڌريل قومن ۾ به واقعا آڏو آيا آهن (گڏيل ضرورت جي بجاءِ گڏيل محبت جي شڪل ۾) پر ان محبت جو شاديءَ سان ڪوبہ تعلق نه هوندو هو. سادگيءَ واري دور ۾ مرد سستي محنت، نفعي لاءِ اولاد پيدا ڪرڻ ۽ باقاعدي کائڻ لاءِ شادي ڪندو هو. ليبر چوي ٿو ته "يريبا ۾ مڪاني ماڻهو قطعي لا تعلقيءَ سان شادي ڪندا

هئا مرد زال حاصل ڪرڻ بابت ايترو گهٽ سوچيندو هو جيترو اناج جو داڻو پٽڻ بابت سوچيندو هو. جنهن ۾ محبت قطعي طور تي موجود نه هوندي هئي.“ جنسي عمل ۾ رڪاوٽ نه هئڻ سبب جذباتيت گڏ نه ٿا ٿين ان ڪري اهي زال جي چونڊ لاءِ تمام گهٽ اثر انداز ٿين ٿا. خواهش نجي پوزرائي ۾ دير نه هئڻ جي بنياد تي اڪيلائيءَ واري مايوسي ۽ تصوراتي جذبات جو وقت نه ملندو هو جيڪو گهڻو ڪري نوجوان جي رومانوي محبت جو ذريعو هوندو آهي. اهڙي محبت رڳو انهن اسريل تهذيبن جو حصو آهي، جتي اخلاقيات خواهش جي پورائيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽون پيدا ڪيون آهن.“ دولت جي گهٽائيءَ ڪجهه مردن کي رومانس جي عياشي ۽ نزاڪتن جي لائق بنائي ڇڏيو آهي ۽ عورتون انهن کي اها عياشي ۽ لذتون فراهم ڪن ٿيون. اڻ سڌريل دور جا ماڻهو ايترا سچا ۽ پينگيا هوندا هئا جي اهي رومانٽڪ نه پيا ٿي سگهن. ان ڪري انهن جي گيتن ۾ عشقيه شاعري نه ٿي ملي. جڏهن عيسائي مشزين الگونقوئنز جي زبان ۾ بائيبل جو ترجمو ڪيو ته انهن کي مڪاني زبان ۾ محبت جهڙو لفظ نه مليو. هوٽنٽات شاديءَ بابت هڪ ٻئي سان مرد مهري ۽ لاتعلقيءَ جو ورتاءُ ڪندا هئا. گولڊ ڪوسٽ تي مڙس ۽ زال جي وچ ۾ محبت جي جهلڪ به موجود نه هئي. قديم آسٽريليا ۾ به ائين ئي هو. هڪ سينيگال نينگرو متعلق ڪيلي چوي ٿو ته مون بابا کان پڇيو هو ته ”هو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي زال سان خوشيون ڇو نه ٿو ملهائي. هن جواب ڏنو ته جيڪڏهن هو ائين ڪندو ته پوءِ ان کي ضابطي ۾ رکي نه سگهندو“ آسٽريليا جي هڪ ماڻهوءَ کان پڇيو ويو ته هو شادي ڇو نه ٿو ڪرڻ چاهي؟ ته ان ايمانداريءَ سان جواب ڏنو ته ڪيس هڪ اهڙي عورت جي ضرورت آهي جيڪا ان جي لاءِ خوراڪ ۽ پاڻي فراهم ڪري ۽ سفر ۾ ان جو سامان کڻي سگهي. ڇمي ونڻ جيڪا آمريڪن لاءِ ايڏي اڻٽر آهي، اڻ سڌريل معاشري جا ماڻهو“ ان کان واقف به نه هئا يا وري ان کي نفرت سان ڏسندا هئا.

شايد جانورن وٽ جنس جو ڪو فلسفو هجي پر ”وحشي“ ماڻهو جنس بابت هر قسم جي مابعد الطبيعاتي ۽ الاهياتي خوفن کان آجو هوندو هو. ان وٽ جنس جو ڪو فلسفو نه هو. ڇوته هو نه ته ان بابت سوچيندو

هڪ ۽ نه ئي ان بابت جذباتي تيندو هو. اها شيءِ ان لاءِ خوراڪ وانگر هڪ معمول هئي هو مثاليت پسندانه تصورن جو بهانو نه ڪندو هو. شادي ان جي لاءِ ڪا پاڪ پوتر شيءِ نه هئي ۽ نه ئي فضول خرچيءَ جي رسم هئي. بلڪ اهو خاص قسم جو واپاري سودو هو. هو ساٿيءَ جي چونڊ ۾ جذباتي تصورن کان وڌيڪ عملي تصورن کي اوليت ڏيندو. هن کي اسان کان ان دستور جي وضاحت گهرڻ گهرجي ته هڪ لمحي جي جنسي خواهش جي تسڪين لاءِ سڄي عمر لاءِ هڪ مرد ۽ هڪ عورت کي شادي جي بندڻ ۾ ڇو ٻڌو وڃي. اڻ سڌريل معاشري جو مرد شاديءَ کي جنسي خواهش جي حيثيت سان نه پر معاشي سهڪار جي طور تي ڏسندو هو. هو عورت کان پاڪدامني ۽ حسن جي خواهش نه ڪندو هو (جيتوڻيڪ هو ان ۾ انهن خوبين جي واکاڻ ڪندو هو) پر فائدي ۽ محنت جي اميد رکندو هو. هوءَ ان لاءِ گهاٽي جو سودو نه هئي پر معاشي اثاثو هئي. جيڪڏهن اها ان لاءِ گهاٽي جو سودو هجي ها ته اهو "وحشي" انسان "ڪڏهن به شادي نه ڪري ها. ڇوته اها هڪ نفعي بخش پائيواري هئي. جنهن وسيلي مرد ۽ عورت اڪيلي اڪيلي ڪم ڪرڻ بجاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ ۾ وڌيڪ خوش گذريندا هئا. تهذيب جي تاريخ ۾ جتي عورت شاديءَ ۾ معاشي اثاثو نه رهي اتي شاديءَ جي اداري جي پڄاڻي تي ويئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ان سان گڏ تهذيب کي به زوال اچي ويو.

(II)

## جنسي اخلاقيات

اخلاقيات جو سيني کان وڏو ڪم جنسي باقاعدگي آهي ڇوته نسل وڌائڻ جي جبلت به رڳو شاديءَ جي اندر پر ان کان اڳ ۽ پوءِ به مسئلا پيدا ڪندي آهي. اها جبلت ڪنهن نه گهڙيءَ پنهنجي ضد، شدت قانون، کان نفرت ۽ ڇڙواڳيءَ جي ڪري سرشتي کي درهم برهم ڪري سگهي ٿي. پهريون مسئلو شاديءَ کان اڳ جي جنسي لاڳاپن جو آهي. ڇا انهن تي پابندي لاڳو ٿيڻ گهرجي يا انهن کي آجو ٿيڻ گهرجي. ساهواريءَ جي ڏينهن کان سواءِ به نر جو ماديءَ کي جنسي عمل لاءِ قبول نه

ڪرڻ جو عمل جانورن جي جنس ڇڪ کي گهٽائي ڇڏي ٿو. اسان جي پسند دنيا ۾ ائين نہ ٿيندو آهي. (مارڪس چوي ٿو تہ "انسان جانور کان ان لحاظ کان مختلف ٿئي ٿو هو بنا ٻڪ لڳڻ جي ڪائي ٿو. بنا اڃ لڳڻ جي پاڻي پيئي ٿو ۽ مڙني موسمن ۾ جنسي عمل ڪري ٿو." اڻ سڌريل ماڻهن ۾ جانورن جي پابندين جي هڪ جهڙائي ملي ٿي. يعني عورت سان ماهواريءَ جي ڏينهن ۾ جنسي عمل تي پابنديون ان عمومي ڇوٽ کان سواءِ شادي کان اڳ جنسي عمل فطري معاشرن ۾ آزاد هو.) اتر آمريڪي انڊينز ۾ نوجوان مرد ۽ عورتون آزاديءَ سان جنسيّ عمل ڪندا هئا. ۽ اهڙا لاڳاپا سندن شاديءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ نہ هوندا هئا. نيوگيانا جي پاپوئن ۾ انتهائي ابتدائي عمر کان ئي جنسي زندگيءَ جو آغاز ٿي ويندو هو ۽ شاديءَ کان اڳ آزاد مباشرت انهن وٽ هڪ عام دستور هو. سائيبريا جي سولوئن فلپائن جي اگورن، اتر برما جي مڪاني ماڻهن، ڪافرن ۽ افريقا جي جهنگلن، نائيجيريا، يوگنڊا ۽ نيوگيانا، مري جي ٻيٽن، انڊا مان ٻيٽن، تهتي، پولينيا ۽ آسام وغيره جي قبيلن ۾ شاديءَ کان اڳ جنسي لاڳاپن جي آزادي هئيٰ.

اهڙين حالتن ۾ اڻ سڌريل معاشري ۾ عصمت فروشي نہ هئي. اهو "قديم ترين پيشو" اڻ سڌريل دور جي مقابلي ۾ نئون آهي. اهو تهذيب جي شروعات، جائداد جي پيدا ٿيڻ ۽ شادي کان اڳ جنسي لاڳاپن جي آزادي ختم ڪري وجود ۾ آيو. ڏاج يا ٻين ضرورتن لاءِ رقم گڏ ڪرڻ واسطي ڇوڪريون هيڏانهن هوڏانهن ڪجهہ وقت لاءِ پنهنجو پاڻ کي وڪڻڻ لڳيون. پر ائين اتي ٿيندو هو جتي مڪاني اخلاقي ضابطا والدين جي مدد يا ٻڪين ديوتائن کي نذر ڏيڻ لاءِ ان عمل جي اجازت ڏيندا هئا.

پاڪدامني هڪ جديد تصور آهيِ. غير مهذب نوجوان ڇوڪريءَ کي پنهنجي عصمت جي لٽجڻ جو خوف نہ هوندو هو پر سنڍ هئڻ جو ڊپ هو. شادي کان اڳ پيٽ هئڻ مڙس جي ڳولا ۾ رڪاوٽ بنجڻ بجاءِ مددگار ثابت ٿيندو هو ڇوتہ ان سان سنيڍ هئڻ جا سمورا شڪ ختم ٿي ويندا هئا. ۽ نفعي بخش اولاد جي پيدائش يقيني ٿي ويندي هئي. ملڪيت جي تصور کان اڳ وڏيڪ سادا قبيلا عورت جي ڪنواري هئڻ کان نفرت ڪندا هئا. ڪام چڊال قبيلي جي گهوٽ کي جڏهن اها خبر

پوندي هئي ته سندس زال شادي کان اڳ جنسي عمل مان نه گذري آهي ته هو ڪاوڙ ۾ اچي ڇوڪريءَ جي ماءُ کي گاريون ڏيندو هو ته ان پنهنجي ڌيءَ جي پرورش ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي. گهڻن هنڌن تي عورت جو ڪنوارو هئڻ شاديءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ هوندو هو. ڇوته ان سان مڙس جي ڪنوارپ کي ٽوڙڻ جو اڻ وڻندڙ عمل ڪرڻو پوندو هو ڇوته هو ضابطي موجب قبيلي جي ڪنهن فرد جي رت نه پئي وهائي سگهيو. ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪريون شادي خلاف ان رڪاوٽ کي ٽوڙڻ لاءِ پاڻ کي ڪنهن ڌارئي ماڻهو جي اڳيان پيش ڪنديون هيون. تبت ۾ مائرون اهڙن مردن لاءِ ڀڄ ڊڪ ڪنديون هيون جيڪو سندس ڌيئرن سان زنا ڪري. مالابار ۾ ڇوڪريون واڻهڻن کي منٿون ڪنديون هيون ته اهي اهڙو عمل ڪن. ڇوته جيسيتائين اهي ڪنواريون رهنديون هيون تيسيتائين سندن شادي نه ٿيندي هئي. ڪجهه قبيلن ۾ ڪنوار مڙس وٽڻ کان اڳ پاڻ کي شادي ۾ شريڪ مهمانن جي حوالي ڪري ڇڏيندي هئي. ٻين قبيلن ۾ گهوٽ ڪنهن شخص کي ڀاڙي تي حاصل ڪندو هو ته جيئن اهي سندس زال جي ڪنوارپ کي ختم ڪري. فلپائن جي ڪجهه قبيلن ۾ وڏيڪ پگهار تي هڪ خاص ماڻهو ان ڪم لاءِ مقرر ڪيو ويندو هو.

اهي ڪهڙا سبب هئا جن ڪنوارپ کي ڏوهه بجاءِ پاڪدامنيءَ بڻائي ڇڏيو ۽ اها سمورين وڏين تهذيبن جي اخلاقي ضابطن ۾ هڪ اهم عنصر بنجي وئي؟ بيشڪ اهو ملڪيت جو دستور هيو. شاديءَ کان اڳ عصمت مالڪاڻي احساس جي وسعت هئي، جنهن هيٺ پدري نطنظام جي دور ۾ مرد پنهنجي زال ۽ ڌيئرن کي ڏسندو هو. خريد جي شادي ۾ جڏهن ڪنواري ڇوڪري پنهنجي ڪنهن غير ڪنواري هم جنس کان وڏيڪ قيمت ڏيڻ لڳي ته ڪنوارپ جي اهميت وڌي ويئي. پنهنجي ساختيءَ جي ڀيٽ ۾ ڪنواري ڇوڪري مرد کي ازدواجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريندي هئي ڇو ته ان دور جي مرد کي اهو احساس هو ته ڪتي ائين نه ٿئي جو هو پنهنجي جائداد ۽ ملڪيت ناجائز ٻارن لاءِ ڇڏي نه وڃي.

مرد اهي پابنديون پنهنجي مٿان لاڳو ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به نه سوچيو. ڪنهن به معاشري ۾ مرد جي شاديءَ کان اڳ جي عصمت تي زور نه ڏنو ويو آهي ڪنهن به زبان ۾ باعصمت مرد لاءِ ڪو لفظ نه آهي. ڪنوارپ

جي رسم نہ رکُو ڏيئرن لاءِ مخصوص ڪئي ويئي ۽ ان ڏسي ۾ هزارين طريقن سان متن دباءُ وڌو ويو. نُوريگي قبيلي جا ماڻهو ڪنهن ڏيءَ يا پيڻ ڪي جنسي بي قاعدگيءَ جي سزا موت ڏيندا هئا. (جيئن اسان وٽ سنڌي معاشري ۾ اجان بہ ائين ٿئي ٿو ۽ اهڙي عمل مان گذرڻ واري عورت کي ڪاري ڪري ماريو وڃي ٿو. هيءَ تاريخ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ڄمڻ کان ٽرت پوءِ جي آهي. ان لحاظ سان اسان سنڌي ماڻهو شايد پهرين يا ٻئي صدي ۾ ساھ کڻي رهيا آهيون مترجم) نوبيا، حبشہ سماجي ليند وغيره جا نيگرو نهايت ظالماڻي طريقي سان پنهنجي ڇوڪرين جي شرم گاهن تي ڇلا يا تالا هڻي ڇڏيندا هئا ته جيئن جنسي ميلاپ کي روڪي سگهجي. برما ۽ سيام ۾ تہ اسان جي دور تائين اهڙو ئي رواج رهيو. اهڙا مختلف طريقا جوڙيا ويا جن وسيلي نوجوان ڇوڪرين کي جنسي ترغيب کان پري رکيو ويو. نيو برٽن ۾ پنجن خطرناڪ سالن دوران امير مائٽ پنهنجي نياڻن کي قيد رکندا هئا ۽ پوڙها ۽ نيڪ ماڻهو انهن تي پهرو ڏيندا هئا ڇوڪرين کي ٻاهر اچڻ جي اجازت نہ هئي. رڳو انهن جا مائٽ انهن سان ملي سگهندا هئا. يورينو جا ڪجھ قبيلا پنهنجي اڻ پرڻيل ڇوڪرين کي قيد تنهائيءَ ۾ رکندا هئا. مسلمانن ۽ هندن ۾ پردي جو رواج انهن اڻ سڌريل رسمن کان رڳو هڪ وک اڳتي جي ڳالھ آهي. جيڪا ان ڳالھ جي نشاندهي ڪري ٿي تہ تهذيب ۽ بربين ۾ ڪيڏي نہ ويجهڙائي موجود هئي.

حياءَ ۾ ڪنوارپ پدري سوچ سان گڏ ظاهر ٿي. گهڻا قبيلا اڄ بہ اهڙا آهن جيڪي پنهنجو جسم ڏيکارڻ ۾ ڪو بہ شرم محسوس نہ ٿا ڪن. انهن مان ڪجھ اهڙا بہ آهن جيڪي ڪپڙا پائڻ ۾ شرم محسوس ڪن ٿا. جڏهن لانگ اسٽون پنهجي ڪارن ميزبانن کي درخواست ڪئي تہ اهي سندس زال جي اچڻ کان اڳ ڪجھ ڪپڙا پائين تہ سڄي آفريڪا ۾ کل جا ڪوڪرا ٿي ويا. بيلوندا جي راڻيءَ جڏهن لانگ اسٽون لاءِ دربار هنئي اها تقريباً اگهاڙي حالت ۾ هئي. قبيلن ۾ هڪ مخصوص اقليت ڪنهن قسم جي شرم کان سواءِ ڪليل نموني جنسي لاڳاپن جو مظاهر ڪندي هئي. جڏهن خريد جي شاديءَ جو رواج ٿيو ۽ ڇوڪريءَ جي ڪنوارپ پيءُ جو نفعي جو سبب بڻي تہ آڪيلائي ۽ بندس

ڇوڪريءَ ۾ عصمت جي تحفظ جو احساس پيدا ڪيو. حياءُ رڳو زال جي احساس هو جنهن خريد جي شاديءَ ۾ پنهنجو پاڻ ڪي مالي طور تي مڙس جو احسان مند سمجهيو. ۽ اهڙن ٻاهرن جنسي لاڳاپن کان پرهيز ڪئي جن مان ڪيس ڪنهن ٻه طرح جو معاوضو نه پيو ملي ان مرحلي تي ڪپڙا پائڻ جي شروعات ٿي.

گهڻن قبيلن ۾ عورتون رڳو شاديءَ کان پوءِ لباس پائينديون هيون جيڪا ڳالهه ان شيءِ جي علامت هئي ته ان تي فقط هڪ مرد جو اختيار آهي. (جيئن اسان وٽ عورتون شاديءَ کان پائينديون آهن يا وري پناهگيرن جون عورتون شادي کانپوءِ ساڙي پائينديون آهن مترجم) اڻ سڌريل انسان PENGUION ISLE جي ليڪڪ جي خيال وانگر نه آهي ته پوشاڪ زنا ڪاري کي شهه ڏيئي ٿي. تنهن هوندي به پاڪدامنيءَ جو پوشاڪ سان ڪو لازمي تعلق نظر نه ٿو اچي پر ڪجهه سيلاني ته اهو ٻڌائين ٿا ته آفريقا ۾ اخلاق، لباس جي معاملي ۾ تبديل ٿيندڙ آهي. اها ڳالهه صاف ظاهر آهي ته مرد جنهن ڳالهه کان شرم محسوس ڪن ٿا اها انهن جي امڪاني بندشن ۽ گروهه جي رسمن تي مدار رکي ٿي.

ويجهي ماضيءَ تائين چيني عورتون پنهنجا پير، عربي عورتون چهرو ۽ نوريگ عورتون پنهنجو وات ڏيکارڻ ۾ شرم ڪنديون هيون پر اوڻويهن صديءَ جون هندستاني ۽ ويهين صديءَ جون بالي عورتون پنهنجي ڇاتي جي اگهاڙپ جو به شرم محسوس نه ڪنديون هيون.

انهن سمورين شاهدين مان اهو نتيجو نڪري ٿو ته اخلاق ٻي معنيٰ شيءِ آهي ڇوته اهو نتيجو وقت ۽ جاءِ جي اعتبار کان بدلجندو رهي ٿو ۽ اهو تاريخي علم جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ پنهجي گروهه جي رسمن کي هڪدم ختم ڪري ڇڏي ٿو. علم بشريات جي ڪمي خطرناڪ غلطي ڪرائي سگهي ٿي. اناطول فرانس جي ٺوڪ انداز ۾ چيل ڳالهه معقول حد تائين سچ آهي ته "اخلاقيات ڪنهن معاشري جي تعصبن جو مجموعو هوندي آهي، ۽ جهڙي طرح يوناني اناڪارسس چيو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن گروهه جي مقدس رسمن کي گڏ ڪيو وڃي ۽ وري ڪنهن ٻئي گروهه جي سمورين غير اخلاقي رسمن کي ان مان ڪڍيو وڃي ته باقي ڪجهه نه بچندو. پر اهي ڳالهيون اخلاقيات جي بي معنيٰ هئڻ کي ثابت

نہ ٿيون ڪن. اهي رڳو اهو ٿيون پڌائين تہ معاشرتي نظم ۽ ضبط کي کھڙن مختلف طريقن سان يقيني بڻايو ويو آهي. معاشرتي ضبط تمام گھڻو ضروري آهي ڇوتہ راند کيڏڻ لاءِ قانونن جو هئڻ تمام گھڻو ضروري آهي. انسانن کي معلوم هئڻ گھرجي تہ عام حالتن ۾ هڪ ٻئي کان کھڙيون اميدون رکڻ گھرجن. ان ڪري اهو تمام ضروري آهي تہ معاشري جا ماڻهو اخلاقي ضابطن تي هڪجهڙي نموني سان گڏجي عمل ڪن ۽ معاشري يا قبيلي جي رسمن کي واڌو سمجهي انهن جي دليرانہ مخالفت ڪرڻ اسان جي ذهني ناپختگي هوندي آهي. جڏهن هڪ ڏهاڪي کان پوءِ اسان اهو سمجهڻ شروع ڪندا آهيون تہ گروپ جي اخلاقي ضابطي ۾ نصابي ڪتابن مواري اخلاقيات کان وڌيڪ علم ۽ عقل هوندو آهي ڇوتہ اهو نسل جو درجي وار تجربو آهي. جلد يا دير سان اهو احساس پيدا ٿيندو آهي تہ سچ اسان جي سمجھ کان متيرو بہ ٿي سگھي ٿو. اهڙا ادارا، روايتون، رسمون، دستور ۽ قانون جيڪي ڪنهن معاشري جو گڏيل ڍانچو بڻائين ٿا اهي سوين صدين ۽ اربين ذهنن جي سوچ ۽ تجربن جو ڪارنامو هوندا آهن. ڪجھ ذهن کي ڏھ ويھ سال يا هڪ زندگيءَ ۾ ان کي سمجهي وٺڻ جي اميد نہ رکڻ گھرجي.

جيئن تہ قديم ۽ بنيادي رسمون ڪنهن گروھ جي صدين جي غلطين ۾ آزمائش کان پوءِ وجود ۾ آيل عادتن جي نمائندگي ڪن ٿيو اسان کي اميد رکڻ گھرجي تہ ڪنوارپ ۽ پاڪدامنيءَ ۾ خريد جي شاديءَ ۾ ۽ اعصابي مرضن ۾ عمل دخل جي باوجود سماجي نفعي يا بقا وارو قدر موجود آهي. پاڪدامني هڪ زبردست حڪمت عملي آهي جنهن وسيلي ڇوڪريءَ وٽ پنهنجي ور لاءِ چونڊ جي گنجائش هوندي آهي. هوءَ پنهنجي ساٿيءَ کي وڌيڪ سوچ ڏيکارڻ کان پوءِ چونڊبي ۽ ان سان شاديءَ کان اڳ عمديون خوبيون ڏيکارڻ تي مجبور ڪري سگھي ٿي. ان ڪري مرد جي خواهش جي خلاف ان عمل جيڪي رڪاوٽون پيدا ڪيون. انهن مان رومانوي محبت جا جذبات پيدا ٿيا. جنهن ڪري ان جي نفرت ۾ هن جي قدر ۽ قيمت وڌي ويئي. ڪنوارپ جي تعليم سان اڻ سڌريل جنسي زندگيءَ جي آساني ۽ فطري پٽو ختم ٿي ويا. پر فوراً جنسي ترقي ۽ محبت کان اڳ ماءُ ٿيڻ جي حوصلا شڪني ڪري ان معاشي ۽ جنسي

بلوغت جي وچ ۾ مفاصلو گهٽائي ڇڏيو جيڪو تهذيب جي ترقيءَ سان گڏ خوفناڪ حد تائين وڌندو ويو. شايد ان طريقي سان هن فرد کي جسماني ۽ ذهني طور تي مضبوط بڻايو. نتيجي ۾ ان جي تربيت جو وقت وڌي ويو ۽ نسل جو درجو مٿانهون ٿي ويو.

جيئن جيئن ملڪيت جو ادارو ترقي ڪندو ويو. زنا ننڍي گناهه مان وڏو گناهه بڻجندي ويئي. اڻ سڌريل انسانن جو پورو ادارو ان کي اهميت نه ڏيندو هو. ملڪيت جي شروعات سان گڏ نه رڳو عورت جو وفاداريءَ جي طلب ڪئي ويئي پر مرد جو ان ڏانهن مالڪيءَ وارو رويو پيدا ٿي ويو. ايسيتائين جو جڏهن اها ڪنهن مهمان کي اوڌر تي ڏني ويندي هئي ته اها رڳو ان لاءِ جو اها مڪمل طور تي پنهنجي مرد جي ملڪيت هوندي هئي. ستيءَ جي رسم ۾ ان تصور جو پوڙاپو هئي جنهن موجب عورت کي پنهنجي آقا جي ٻي ملڪيت سان گڏ ان جي قبر ۾ وڃڻ جي تلقين ٿيل هئي. پدري سرشتي ۾ زنا چوريءَ جي دائري ۾ ايندي هئي ۽ اها هڪ وڏو ڏوهه هئي. ان جي سزا سادن قبيلن جي لادعوائيءَ کان وٺي زاني عورتن جا آنڊا ڪڍڻ تائين هئي. صدين جي سزا کان پوءِ عورت جي زال واري وفاداري مڪمل طور تي قائم ٿي ويئي ۽ ان مان عورت جي دل ۾ هڪ سچي ديانت پيدا ٿي ويئي گهٽ ۾ گهٽ ئي هندستاني قبيلن جا فاتح عورتن جي پاڪدامني جي ڪري حيران ٿي ويندا هئا. ڪجهه مرد سيلانين اها خواهش ظاهر ڪئي ته يورپ ۽ آمريڪا جون عورتون ڪنهن ڏينهن زوبو ۽ پاپوئن جي زالن جي ازدواجي وفاداريءَ جي برابر ٿي سگهنديون. پاپوئن لاءِ اهو وڏيڪ آسان هو چوته گهٽين ئي اڻ سڌريل قومن وانگر انهن ۾ مرد طرفان عورت کي طلاق ڏيڻ ۾ ڪي به رڪاوٽون نه هيون آمريڪي انڊينز ۾ شاديون ڪجهه ئي سال هلنديون هيون. سڪول ڪرافٽ چوي ٿو ته "پوڙهن ۽ اڌڙوٽ عمر وارن مردن جون گهٽيون ئي زالون هيون ۽ سڄي ملڪ ۾ پڪڙيل ٻار پنهنجي پيئرن کان ناواقف هئا" اهي يورپي لوڪن تي کلن ٿا ته اهي سڄي عمر لاءِ هڪ ئي زال رکن ٿا. سندن خيال آهي ته نيڪ روح کين عياشي لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ جيسيتائين مزاج ۽ طبيعت هڪجهڙا نه هجن، اهي گڏ نه ٿا رهي سگهن. چيروءَ جا ماڻهو سال ۾ ٽي يا چار ڀيرا زالون بدليندا هئا. سموان جا ماڻهو قدامتر پسند انهن کي ٽن

سالن تائين رکندا هئا.

زرعي زندگيءَ جي پائيواريءَ سان گڏ شاديون وڌيک پائيدار ٿي ويون پوري نظام مرد عورت کي طلاق ڏيڻ تي معاشي طور تي هاجيڪار سمجهندو هو ڇوته ائين ڪرڻ سان هو هڪ نفعي بخش غلام کي وڃائي ڇڏيندو هو. جڏهن ڪٽنب معاشري جو پيداواري ايڪو بنجي ويو ۽ زمين جي گڏيل پوک وسيلي اهو پنهنجو سائيز ۽ طاقت آهر خوشحال بنجي ويو ته ان ڳالهه کي لاپائتو تصور ڪيو ويو ته آخري ٻار جي پيدائش تائين زال ۽ مڙس جو لاڳاپو جاري رهي ان وقت تائين نئين عشق لاءِ توانائي باقي نه بچي ۽ گڏيل پورهئي ۾ تڪليفن سان والدين جون حياتيون هڪ ٿي ويون. شهر جي صنعتي زندگيءَ ۾ واڌاري ۽ ان جي نتيجي ۾ ڪٽنب جي سائيز ۾ ڪمي ۽ معاشي اهميت جي ڪري طلاق ٻيهر عام ٿي ويئي.

عام طور تي سموري انساني تاريخ جي دوران مرد وڌيک ٻارن جي خواهش ڪئي ان ڪري ماءُتا (ماءُ جي محبت) کي مقدس چيو ويو. جڏهن ته عورت، جيڪا پيدائش جي عمل کان وڌيک واقفيت رکي ٿي. ان سخت آزمائش جي خلاف ڳجهي بغاوت ڪري ورتي ۽ حمل جي بار کي گهٽائڻ لاءِ مختلف ذريعا ڪتب آندا. اڻ سڌريل انسان گهڻو ڪري آباديءَ کي روڪڻ جي پرواهه نه ڪندو هو. عام حالتن ۾ ٻار لاپائتا ثابت ٿيا ۽ مرد ان ڳالهه تي افسوس جو اظهار ڪندو هو اهي سڀ ڇوڪرا نه ٿيا. عورت ٻار ڪيرائڻ، ٻارن کي مارڻ ۽ حمل کي روڪڻ جا طريقا ايجاد ڪيا. حمل کي روڪڻ جو طريقو اڻ سڌريل انسانن ۾ به موجود هو. اها ڳالهه حيران ڪندڙ آهي ته پيدائش جي عمل کي روڪڻ لاءِ وحشي عورت مهذب عورت جهڙي ئي آهي. ٻار جي پرورش جي بوجهه کان بچڻ، جوانيءَ کي قائم رکڻ، ناجائز ٻار جي ماءُ ٿيڻ جي بي عزتيءَ کان بچائڻ جهڙن عملن کان هوءَ چڱي ريت واقف هئي. ٻيهر ٻار ٿيڻ جي عمل کي روڪڻ جو آسان ترين طريقو ٻار کي ٿڃ پيارڻ واري عرصي دوران مرد سان جنسي لاڳاپن کان انڪار ڪرڻ هو. جنهن ڪيترن ئي سالن تائين جاري پئي رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ته (جيئن چيني ماڻهن ۾ هوندو هو) عورت ان وقت تائين ٻيو ٻار پيدا ڪرڻ کان انڪار ڪندي هئي جيستائين ٻار ڏهن سالن جو نه ٿي ويندو هو. نيو برٽن ۾

عورت شاديءَ کان پوءِ ٻن ڇئن سالان تائين ٻار پيدا نہ ڪندي هئي. برازيل جي گياڪراس قبيلي جي آبادي آهستي آهستي گهٽبي ويئي. ڇوتہ عورت ٽيهن سالن جي عمر تائين ٻار پيدا نہ ڪندي هئي. پاپوئن ۾ ٻار ڪيرائڻ جو گهڻو رواج هو. عورتون چونديون هيون تہ ٻار گهڻو ڳرا ٿين ٿا اسان انهن مان تنگ آهيون ۽ اسان مري وڃون ٿيون.“ ڪجھ ماوري قبيلا پيٽ ٿيڻ جي عمل کي روڪڻ لاءِ جڙي ٻوٽيون ۽ هترادو طريقا ڪتب آڻيندا هئا.

جڏهن ٻار ڪيرائڻ وارو عمل ناڪام ٿي ويو تہ ٻارن کي مارڻ جو عمل جاري ٿي ويو. گهڻين فطري قومن ۾ بدشڪلا، بيمار، حرامي ٻار يا اهي ٻار جن جي ماءُ پيدا ٿيڻ جي وقت مري ويندي هئي، مارڻ جي اجازت هئي. جيئرو رهڻ جو موجود ذريعن مطابق آباديءَ کي محدود ڪرڻ جو ڪوبہ درست سبب ٿي سگهيو پئي. گهڻا قبيلا اهڙن ٻارن کي ماري ڇڏيندا هئا تہ اهي خراب حالتن ۾ پيدا ٿيا آهن. ان ڪري ٻونڊائي جا رهواسي انهن مڙني ٻارن کي گهڻو ڏيئي ماري ڇڏيندا جن جو مٿو اڳ دنيا ۾ ايندو هو. ڪام ڇدل قبيلي جا ماڻهو اهڙن ٻارن کي ماري ڇڏيندا هئا جيڪي طوفاني موسم ۾ پيدا ٿيندا هئا. مڊ گاسڪر قبيلي جا ماڻهو مارچ يا اپريل اربع يا جمعي ڏينهن يا مهيني جي آخري هفتي ۾ پيدا ٿيندڙ ٻارن کي ٻوڙي ڇڏيندا هئا يا وري جيئرو ئي دفن ڪري ڇڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪا عورت جاڙا ٻار پيدا ڪندي هئي تہ ڪجھ قبيلن ۾ ان کي زنا جو ثبوت تصور ڪيو ويندو هو ڇوتہ ڪوبہ ماڻهو ساڳئي وقت ٻن ٻارن جو پيءُ نہ پئي ٿي سگهيو. ان ڪري هڪ يا ٻنهي ٻارن کي ماريو ويندو هو. ٻارن کي مارڻ جو رواج گهڻو ڪري خانہ بدوشن ۾ هو جيڪي پنهنجي ڊگهي سفر دوران ٻارن کي مصيبت سمجهندا هئا.

وڪٽوريا جو بنبگرينگ قبيلو پيدا ٿيندڙ ٻارن کان اڌ ٻارن کي پيدائش جي وقت ئي ماري ڇڏيندو هو. پراگوان چاڪو جا لينگوا ستن سالن ۾ هڪ ٻار جي اجازت ڏيندا هئا. ابي يوني ماڻهو آباديءَ ۾ رٿا بندي هر گهر ۾ هڪ ڇوڪري ۽ هڪ نياڻي وسيلي ڪندا هئا ۽ ٻين ٻارن کي پيدا ٿيندي ئي قتل ڪري ڇڏيندا هئا. جتي ڏڪار جهڙيون حالتون پيدا ٿينديون هيون يا ڪو خطرو درپيش هوندو هو تہ گهڻا قبيلا نون ڄاول ٻارن کي گهڻو ڏيئي ماري ڇڏيندا هئا ۽ ڪجھ قبيلا تہ انهن کي کهي کائي ڇڏيندا هئا. ٻارن کي مارڻ واري عمل جو نشانو گهڻو

ڪري ڇوڪري ٿيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ان کي اذيت ڏيئي ماريو ويندو هو ته جيئن ايندڙ جنم ۾ ان جو روح ڇوڪري جي جسم ۾ اچي. ٻارن کي بنا ڪنهن ڇيتاءَ جي احساسن کان سواءِ ماريو ويندو هو ڇوته ماءُ نئين چاول ٻار کان ترت ئي پوءِ جبل تي محبت محسوس نه ڪندي هئي. جيڪڏهن ٻار ڪجهه ڏينهن لاءِ جيئرو بچي ويندو هو ته اهو مارجڻ کان محفوظ رهجي ويندو هو. جلد ئي ان جي ويچارگي ۽ معصوميت جي ڪري مائٽن جي دل ۾ محبت پيدا ٿي ويندي هئي ۽ اڻ سڌريل مائٽ اعليٰ قومن جي ٻار جي ڀيٽ ۾ ان سان وڌيڪ محبت ڪندا هئا. کير ۽ نرم غذا جي کوٽ جي ڪري ماءُ ٻن کان ڇئن سالن تائين ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ٻارهن سالن تائين به ٻار کي کير پياريندي هئي. هڪ سيلانيءَ اهڙي ڇوڪري جو ذڪر ڪيو آهي جنهن ٿڃ ڇڏڻ کان اڳ تماڪ ڇڪڻ سکي ورتو هو. اڪثر ڪو ڇوڪرو ٻين ڇوڪرن سان گڏ کيڏندي راند دوران پنهنجي ماءُ جي ٿڃ پيئڻ هليو ويندو هو. نيگرو ماءُ ڪم دوران پنهجي ٻار کي پٺيءَ پويان ٻڌي ڇڏيندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ڪلهن کان مٿان ڇاتين کي ٿڦائي ٻار کي کير پياريندي هئي. اڻ سڌريل زندگيءَ جو وهنوار مهربان هو ۽ تباهه ڪندڙ نه هو. گهٽ عمر ۾ ٻار کي پنهنجي حماقت، بدتميزي يا اڳرائيءَ جا نتيجا ڀوڳڻ لاءِ ڇڏي ڏنو ويندو هو ۽ اهڙي ريت سکيا جاري رهندي هئي. فطري معاشرن ۾ مائٽن ۽ ٻارن جي محبت گهٽبو ترقي ڪري چڪي هئي.

اڻ سڌريل قومن جي ٻارن کي خطرن ۽ بيمارين جا مسئلا درپيش هئا. ان ڪري موت جي شرح به وڌيڪ هئي. نوجوانيءَ جو عرصو ٿورو هوندو هو ڇوته گهٽ عمر ۾ ئي شادي ۽ گهر جون ذميواريون شروع ٿي ويندي هيون ۽ جلد ئي فرد گروهه جو دفاع ڪرڻ جي ڪمن ۾ گم ٿي ويندو هو. عورتون ٻارن جي پرورش ۽ مرد انهن کي جيئرو رکڻ ۾ خرچ ٿي ويندا هئا. جڏهن ننڍي ۾ ننڍيو ٻار وڏو ٿيندو هو ته مائٽ به پوڙها ٿي ويندا هئا. انڪري خاتمي ۽ شروعات ۾ انفرادي زندگيءَ لاءِ گهٽ گنجائش هئي. آزاديءَ وانگر انفراديت به تهذيب جي عياشيءَ جو سامان آهي تاريخ شروع ٿيڻ کان پوءِ ئي مردن ۽ عورتن جو وڏو انگ بک، ٻار ڄڻڻ ۽ جنگ جي بوجهه کان آجو ٿيو هو. ان ڪري فرصت جي وقت ۾ ڪلچر ۽ آرٽ جا عظيم نمونا تخليق ڪيا ويا.

(III)

## سماجي اخلاقيات

اخلاقي ضابطن کي نئين نسل تائين منتقل ڪرڻ به مائٽن جي فرضن جو هڪ حصو آهي. ڇوته ٻار انسان گهٽ ۾ حيوان وڌيڪ هوندو آهي. ان جي نسل ۾ اخلاقي ذهني ۾ وراثت وسيلي، روز بروز انسانيت داخل ڪئي ويندي آهي. حياتياتي طور تي ٻار تهذيب لاءِ وڌيڪ موزون نه هوندو آهي ڇوته ان جون جبلتون ان کي رڳو روايتي ۽ بنيادي حالتن جو مقابلو ڪرڻ جي لائق بنائينديون آهن. ان ۾ اهڙا لاڙا به هوندا آهن. جيڪي شهر جي پيٽ ۾ جهنگ لاءِ وڌيڪ موافق هوندا آهن.

هر برائي ڪنهن دور ۾ نيڪي هئي ۽ بقا جي لاءِ ضروري هئي، پر اها ان وقت برائي بنجي ويئي جڏهن اها انهن حالتن ۾ گذرڻ کان پوءِ به زنده رهي، جن حالتن ان کي اٿتر بڻايو هو. ان ڪري برائي ڪنهن ڪردار جيَ ڪا اصل ۾ برائي نه آهي پر گهٽو ڪري قديم ۽ پراڻين عادتن جو ورجاءُ آهي. اخلاقي ضابطي جو هڪ مقصد هيءُ به آهي انساني فطرت جي لاڙن کي معاشرتي زندگيءَ جي تبديل ٿيندڙ ضرورتن ۽ حالتن مطابق بنايو وڃي.

ڪنهن زماني ۾ لالچ، ساڙ، بي. ايماني، ظلم ۽ تشدد جانورن ۽ انسانن جي گهڻن نسلن ۾ ڏاڍا لاڀائتا هئا جن کي اسان جا سمورا قانون، تعليم، اخلاقيات ۽ مذهب به ختم نه ڪري سگهيا. انهن مان ڪجهه ته اڄ به موجود آهن. جانور چڱي ريت ڍؤ ڪري کائيندو آهي. ڇوته ان کي اها ڄاڻ نه هوندي آهي ته ان کي ٻيهر ڳاهه ڪڏهن ملندو. اها بي يقيني لالچ جو بنياد آهي. ياقوت قبيلي جا ماڻهو هڪ ڏينهن ۾ چاليهه پاؤنڊ (اٽڪل ١٦ سير) گوشت کائيندا هئا. اهڙيون ئي ڳالهيون اسڪيموز ۽ آسٽريليا جي رهواسين بابت مشهور آهن. معاشي تحفظ جو ان خطري لالچ کي ختم ڪرڻ ۾ وڏو ڪارنامو آهي. ڇوته اها شيءِ اڃا به ناقابل تسڪين پڪ سان پيدا ٿيندي آهي. جديد جڙيل انسان (مرد ۽ عورتون) سون يا ٻيون شيون گڏ ڪري ٿو جيڪي هنگامي حالتن ۾ غذا مهيا ڪرڻ لاءِ استعمال ٿين ٿيون. پاڻيءَ لاءِ ايتري لالچ نه ڪئي ويندي آهي. جيتري کاڌي لاءِ ڪئي ويندي آهي ڇوته انسانن جون آباديون گهڻو ڪري

پاڻي جي پر پاسي ۾ ئي گڏ ٿيون. ساڳي ريت شراب به اوترو ئي اهم آهي ان لاءِ ته نه انسان لالچي آهي. بلڪ ان لاءِ ته ان کي تڏ لڳي ٿي ۽ اهو گرمہ ٿيڻ چاهي ٿو يا اهو پريشان ٿئي ٿو ۽ پنهنجي پريشاني وسارڻ چاهي ٿو. شايد ان لاءِ به ته جيڪو پاڻي پيئڻ لاءِ ان کي ميسر آهي اهو موزون نه آهي.

بي ايماني لالچ جي مقابلي ۾ نئون جذبو آهي ڇوته بک جائداد کان پراڻي آهي. سادا ۽ اڻ سڌريل انسان سيني کان وڌيڪ ايماندار هئا. ڪولبن هوتنتاتن بابت لکي ٿو "سندن چيل لفظ مقدسي هوندا هئا. اهي يورپ جي بي ايماني ۽ بي اعتباريءَ جي فنن کان اڻ ڄاڻ هئي." جيئن جيئن بين الاقوامي ابلاغ بهتر ٿيو ته سادي ايمانداري غائب ٿي ويئي. يورپ هوتنتاتن کي بي ايماني جو فن سيکاريو. گهڻو ڪري بي ايماني تهذيب سان گڏ اسرندي آهي ڇوته تهذيب سان گڏ موقعي شناسيءَ جا امڪان وڌي ويندا آهن. چورائڻ لاءِ شيون وڌيڪ تعداد ۾ هونديون آهن ۽ تعليم انسان کي چالاڪ بنائي ڇڏيندي آهي. (جڏهن اڻ سڌريل انسان جائداد ۾ ترقي ڪئي ته ڪوڙ ۽ چوري ان جي تربيت ۾ شامل ٿي ويا.)

مارڪٽ جا ڏوهه به لالچ جيڏا ئي پراڻا آهن. غذا، زمين ۽ زال لاءِ ٿيندڙ جدوجهد هر دور ۾ زمين کي رت جو ريج ڏنو ۽ تهذيب جي روشني لاءِ اونداهون پس منظر فراهم ڪيو. اڻ سڌريل انسان ظلم ڪرڻ تي مجبور هو ڇوته انهن کي زندگيءَ اهو ئي سيکاريو هو ته ان وٽ هر وقت هتيار موجود هجي ۽ ان جي دل قتل ۽ غارتگريءَ لاءِ هر وقت تيار رهڻ گهرجي. انساني تاريخ جو اونداهي ۾ اونداهو حصو اڻ سڌريل اذيت ۽ ان ڏک جي ڪهاڻي آهي جيڪو ڏک اڻ سڌريل عورتون ۽ مرد ان تڪليف ۽ اذيت ما حاصل ڪندا هئا. اهو ظلم گهڻو ڪري جنگ سان تعلق رکندو هو. جڏهن ته قبيلن جي اندر جون عادتون گهٽ خونخوار هيون. اڻ سڌريل انسان پنهنجي قبيلي جي ماڻهن ۽ غلامن سان به شفقت سان پيش ايندو هو ليڪن جيئن ته انسان کي جنگ ۾ شديد قتل ۽ غارتگري ڪرڻي پوندي هئي ان ڪري ان عادت کيس امن جي وقت ۾ قتل ڪرڻ سيکاري ڇڏيو. ڇوته ڪيترن ئي اڻ سڌريل انسانن ۾ ايسيتائين تڪرار نه نبيريندا هئا جيسيتائين تڪراري ڌرين سان هڪ ڌر ختم نه ٿي ويندي هئي. گهڻن

قبيلن ۾ هڪ جرڳي جي ٻئي فرد جو قتل ايڏو پريشان ڪندڙ نہ هو جيترو اسان جي دور ۾ آهي. فيوجي جا رهواسي قاتل کي قبيلي بدر ڪري ڇڏيندا هئا. جيسيتائين ان جا ساٿي اُن جو ڏوهہ وساري نہ ڇڏين ان کي قبيلي ۾ وري داخل ٿيڻ جي اجازت نہ هئي. ڪافر قاتل کي پليت تصور ڪندا هئا ۽ مطالبو ڪندا هئا تہ ان کي پنهنجو منهن پاڻ ڪارو ڪرڻ گهرجي پر جيڪڏهن ڪجهہ دير کان پوءِ هو پنهنجو پاڻ کي صاف ڪري وٺندو هو ۽ چهري جو رنگ گاڙهرو ڪري وٺندا هو تہ ان کي ٻيهر سماج ۾ جاءِ ملي ويندي هئي. اسان جي پنهنجي دور وانگر نيوٽانا جا وحشي ماڻهو قاتل کي هيرو جي حيثيت سان ڏسندا هئا. (جيئن اسان وٽ پوئين ويجهي دور تائين ڌاڙيل کي بهادر يا سورمو قرار ڏنو ويندو هو. مترجم) ڪيترن ئي قبيلن ۾ ڪا عورت ان وقت تائين ڪنهن مرد سان شادي نہ ڪري سگهندي جيسيتائين ان جائز يا ناجائز طريقي سان ڪنهن شخص کي قتل نہ ڪيو هجي. ان ڪري ماڻهوءَ جو شڪار ڪرڻ جو رواج اڄ بہ فلپائين ۾ موجود آهن.

اهو دياڪ جيڪو اهڙي شڪار ۾ سيني کان وڌيڪ ماڻهن جا مٿا وڍي ايندو اهو پنهنجي ڳوٺ جي ڪنهن بہ ڇوڪريءَ کي چونڊي شادي ڪري سگهندو هو. اهي ڇوڪريون ان جي نظر عنايت جون طلبگار هيون ڇوتہ ان جي پٽيان اهو احساس هو تہ ان وسيلي اهي بهادر ۽ مرد مار ٻارن جون مائرون بنجي سگهنديون.

جتي غذا مهانگي ٿيندي آهي اتي زندگي سستي ٿيندي آهي اسڪيموز جو اولاد پنهنجي مائٽن جي بيوس ۽ ناڪارا ٿيڻ تي انهن کي ماري ڇڏيندو هو. انهن کي قتل نہ ڪرڻ اولاد جي فرضن ۾ ڪوتاهي تصور ڪئي ويندي هئي. ايستائين جو اڻ سڌريل انسانن کي پنهنجي زندگي سستي لڳندي هئي ڇوتہ اهي پاڻ کي رضا خوشيءَ سان قتل ڪري ڇڏيندا هئا. جنهن جو مقابلو رڳو جاپانين ڪيو. جيڪڏهن ڪو مظلوم شخص آپگهات ڪندو هو يا پاڻ کي نقصان پهچائيندو هو تہ ظالم کي يا ان جو نقل ڪرڻو پوندو هو يا ان کي قبيلي مان جارج ٿيڻو پوندو هو. آپگهات لاءِ ڪوبہ سبب ڪافي هو. اتر آمريڪا جون ڪجهہ انڊينز عورتون مرد طرفان گهٽ وڌ ڳالهائڻ تي آپگهات ڪري ڇڏينديون هيون ۽ تروبر

باندر ٻيٽ جي هڪ نوجوان رڳو ان ڪري خود ڪشي ڪري ڇڏي جو ان جي زال ان جو سمورو تماڪ ڇڪي ڇڏيو هو.

لالچ جي ڪفايت شعاري، مارڪيٽ کي دليل، قتل کي قانوني طرز عمل ۽ آڳهات کي فلسفي ۾ تبديل ڪرڻ تهذيب جو ڪارنامو رهيو آهي. جڏهن طاقتور ڪمزور کي قانوني طريقن سان ڪائڻ شروع ڪيو ته هڪ لحاظ سان اها هڪ وڏي ترقي هئي. ڪوبه معاشرو ان صورت ۾ قائم نه ٿو رهي سگهي. جيڪڏهن اهو پنهنجي ماڻهن کي هڪ ٻئي سان ان سلوڪ جي اجازت ڏيئي جيڪو اهو ٻين گروهن سان ڪرڻ جي اجازت ڏيئي ٿو. ٻاهرين مقابلي لاءِ اندريون سهڪار پهريون قانون آهي. بقا جي جدوجهد رڳو گڏيل سهڪار تي ختم نه ٿي ٿئي بلڪ گروهه ڏانهن منتقل ٿي وڃي ٿي. ٻين حالتن سان مقابلي سان گڏو گڏ دشمن گروهن سان مقابلو ڪرڻ جي اهليت متحد ٿيڻ جي انفرادي ۽ خانداني اهليت تبديل ٿي ويندي آهي. ان ڪري هر معاشرو هڪ اخلاقي ضابطو سيکاري ٿو ۽ فرد جي اندر معاشرتي مزاج پيدا ڪري ٿو. جڏهن ته ان جي ابتڙ عادتن کي برايون چئي انهن جي حوصلاشڪني ڪري ٿو. ۽ ضابطو زندگيءَ جي فطري جنگ کي رٻائي ڇڏي ٿو. انهن خوبين يا عادتن کي جيڪي معاشري لاءِ سودمند هونديون، سنايون چئي فرد جي حوصلا افزائي ڪري ٿو. اهڙيءَ ريت فرد خارجي اعتبار کان معاشرتي انسان ۽ شهري جانور بنجي وڃي ٿو.

جديد انسان جي پيٽ ۾ وحشي انسان جي روح ۾ معاشرتي جذبا پيدا ڪرڻ نسبتاً وڏيڪ سؤلو هو. حياتيءَ جي جدوجهد مان اشتراڪيت (ڪميونزم) پيدا ٿي، جڏهن ته ملڪيت جي جدوجهد انفراديت جي راهه هموار ڪئي. شايد اڻ سڌريل انسان موجوده دور جي مقابلي ۾ پنهنجي ساٿين جي مدد لاءِ وڏيڪ خوشي سان ڪندو هو. ان ۾ سماجي يگانگت وڏيڪ هئي ڇوته ان لاءِ وڏيڪ خطرا هئا ان جا پنهنجي گروهه سان وڏيڪ مفاد لاڳاپيل هئا. ان وٽ ملڪيت گهٽ هئي. جيڪا ان جي ٻين ساٿين کان جدا ڪري ها. فطري انسان زوراور ۽ لالچي هو پر هو مهربان ۽ سخي به هو. ڌارين سان پائيواري ڪرڻ ۽ مهمان کي سوڪڙيون پاڪڙيون ڏيڻ ۾ خوشي محسوس ڪندو هو. ايسيتائين جو اسڪول جو شاگرد به ڄاڻي ٿو

ته ڪيترن ئي اڻ سڌريل قبيلن ۾ مهمان نوازي انتها درجي جي هئي جو ميزبان پنهنجي مهمان کي زال يا ڌيءُ پيش ڪندو هو. اهڙي آڇ کي ٺڪرائڻ نه رڳو ميزبان پر ان آڇيل عورت جي به بي عزتي تصور ڪئي ويندي هئي. مشنرين (عيشاين جي تبليغي ٽولن) کي اهڙين ئي اڻ وڻندڙ حالتن کي منهن ڏيڻو پوندو هو. اڻ سڌريل انسان جنسي حسد ۾ نه پر ملڪيت جي تصور ۾ جيئرو رهندو هو. ان کي اها ڳالهه پريشان نه ڪندي هئي ته ان وٽ اچڻ کان اڳ سندس زال جا ٻين سان ڪهڙي قسم جا لاڳاپا هئا يا هاڻي هوءَ سندس مهمان وٽ سٽل آهي. هو هن جو نه مالڪ جو هو ۽ نه ئي عاشق. ان کي رڳو اها شيءِ پريشان ڪندي هئي ته سندس زال ان جي مرضيءَ کان سواءِ يا پنهنجي مرضيءَ سان ڪنهن ٻئي انسان وٽ نه رهي. ڪجهه آفريقي مڙس ڌارين کي ڪجهه رقم يا شين جي بدلي ۾ پنهنجون زالون اوڌر تي ڏيندا هئا.

خدمت ڪرڻ جا اصول قديم انسانن ۾ به ابتدائي منجهيل هئا جيترا سڌريل انسانن ۾. هر گروهه سان سلام ۽ الوداعي طريقا ڌار هئا. ٻه ماڻهو هڪٻئي سان ملندي پاڻ ۾ نڪ گسائيندا هئا. هڪ ٻئي سگهندا هئا يا وري هڪٻئي کي هلڪڙو چڪ پائيندا هئا. پر اهي ڪڏهن به هڪٻئي کي چمندا نه هئا. ڪجهه جاهل قبيلا جديد انسان جي مقابلي ۾ وڌيڪ شائسته هئا. ٻڌايو ويو آهي ته ڪوپرين جو شڪار ڪندڙ ديااڪ پنهنجي خانداني زندگيءَ ۾ نهايت شريف ۽ پرامن هئا. اهڙي ريت وچ آمريڪا جا انڊين گورن لوڪن جي اوچي گفتگو ۽ کهري روي کي خراب سکيا ۽ اڻ سڌريل ڪلچر جون نشانيون سمجهندا هئا.

ذري گهٽ مڙئي گروهه ٻئي گروهه کي پاڻ کان گهٽ تصور ڪندا هئا. آمريڪي انڊين پاڻ کي چونڊيل انسان سمجهندا هئا. بقول سندن ڪين عظيم روح انساني نسل جي سربلندي لاءِ پيدا ڪيو هو. هڪ هندستاني قبيلو پاڻ کي "لاشريڪ انسان" سمجهندو هو. (مصنف جو اشارو غالباً برهمڻن ڏانهن آهي مترجم) هڪ ٻيو قبيلو پاڻ کي انسانن جو انسان سمجهندو هو. ڪيرب قبيلي جا ماڻهو چوندا هئا ته "رڳو اسان انسان آهيون" اسڪيموز جو يقين هو ته يورپ جا رهواسي گرين لينڊ ۾ عادتون ۽ سنايون سکڻ آيا آهن" نتيجي طور اڻ سڌريل انسان کي ڪڏهن به اهو

احساس نہ ٿيو تہ هو ٻين قبيلن بابت بہ اهي اخلاقي پابنديون لاڳو ڪري، جيڪي هو پنهنجي قبيلي بابت لاڳو ڪندو هو. هو ٻين گروهن خلاف پنهنجي گروهہ ڪي قوت ۽ اتحاد مهيا ڪرڻ ڪي اخلاقي پابندي سمجهندو هو. حڪمن ۽ رڪاوٽن جي پابندي رڳو ان جي پنهنجي قبيلي تي لاڳو ٿيندي هئي. ٻين قبيلن سان گڏ جيڪڏهن اهي ان جا مهمان نہ آهن تہ هو جيسيتائين چاهيندو هو انهن حڪمن ڪي ٽوڙي سگهندو هو.

تاريخي طور ترقي اخلاقي ضابطن ۾ سڌارن ڪان وڌيڪ واسطيدار علائقي جي پکيڙ تي دارو مدار رکي ٿي جتي ان ڪي هٿي ملي ٿي. جديد انسان جي اخلاقيات لازمي طور تي اڻ سڌريل انسان کان اعليٰ نہ آهي.

جيئن جيئن قبيلا وڌيا تہ وڏي وحدت يعني رياست ۾ گڏ ٿيندا ويا. اخلاقيات قبائلي حد نبدين ڪان ٻاهر نڪري ويئي. ۽ جيئن جيئن ابلاغي ذريعن ۽ گڏيل خطري جي ڪري رياستون متحد ٿيون تہ اخلاقيات سرحدن ڪان ٻاهر نڪتي ۽ ڪجهہ ماڻهو پنهنجا حڪم مڙني يورپي لوڪن، مڙني گورن ۽ آخرڪار مڙني انسانن تي هلائڻ لڳا. شايد هر دور ۾ تصوريت پسند رهيا آهن جيڪي پنهنجي پاڙيسرين وانگر مڙني انسانن سان محبت ڪرڻ جا خواهشمند رهيا آهن ۽ شايد هر نسل ۾ اها قوم پرستي ۽ ان جي نتيجي ۾ جي ميدان جو آواز رهيو آهي. اهڙن ماڻهن جو انگ هاڻي وڏي ويو آهي. موقعي پرستي ۾ لحاظ نہ ٿو ڪيو وڃي پر بين الاقوامي واپار ۾ ائين ٿئي ٿو. ڇوتہ اهڙو واپار ضابطي ۽ اعتباد ڪان سواءِ ناممڪن آهي. واپار ڌاڙن ڪان شروع ٿيو ۽ اخلاقيات جي سهاري پنهنجي اوج تي رسيو.

تمام گهٽ اهڙا معاشرا هئا جن پنهنجي اخلاقي ضابطي جي پيڙهہ معاشي ۽ سياسي فائدي تي رکي. ڇوتہ فرد ڪي فطرت طرفان اهڙو مزاج نہ مليو جو هو پنهنجون شخصي خواهشون گروهہ جي مفادن جي ماتحت ڪري ڇڏي يا پريشان ڪندڙ ضابطن جي پابندي ڪري جن ڪي لاڳو ڪرڻ لاءِ ٽوس سبب ۽ ذريعا نہ هجن. معاشرن انفرادي مسئلن جي مقابلي ۾ معاشي مسئلن مضبوط ڪرڻ لاءِ هڪ هترادو جوڙيل نگهبان ڪي مقرر ڪري مذهب ڪي استعمال ڪيو. اوڻيهہ سال اڳ قديم زماني جي جاگرافيءَ جي ماهر ان جي موضوع تي ڏاڍا اعليٰ خيال پيش ڪيا آهن.

عورتن جو هجوم ۽ آزاد جنسيت پسند گروهہ کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ فيلسوف رڳو دليل وسيلي احترام، تقويٰ ۽ اعتقاد جو درس نہ ٿو ڏيئي سگهي پر ان لاءِ مذهبي ڏپ جي ضرورت آهي جيڪو ڏند ڪٿائن ۽ معجزن کان سواءِ پيدا نہ ٿو ٿي سگهي. ڪنوڻ جي چمڪ، ترشول (هندن جي مذهبي اوزار) نانگ، سونتا ۽ نيزا ۽ ديوتائن جا هٿيار سڀ ڏند ڪٿائون آهن ۽ پورن قديم الاهيات ان سان ڀري پئي آهي. پر رياستون قائم ڪندڙ ماڻهن سادن ذهنن کي ڊيڄارڻ لاءِ انهن مڙني شين جي اجازت ڏني. ڏند ڪٿا جي خاصيت ماڻهن کي ڊيڄارڻ آهي ۽ زندگيءَ جي معاشرتي ۽ خانگي نظام ۽ حقيقي واقعن جي تاريخ ۾ ان جو حصو آهي. قديم ماڻهو اهڙن ئي ٻارن کي تعليم ڏيارينڊا ۽ وڏي عمر تائين ان کي لاڳو ڪندا هئا. هو سمجهندا هئا تہ شاعريءَ وسيلي زندگيءَ جو هر حصي جي اطمينان بخش تنظيم ڪري سگهيا. پر هاڻي ڊگهي عرصي کان پوءِ تاريخ بابت لکت ۽ موجوده فلسفو اڳيان آيا آهن، تنهن هوندي بہ فلسفو خاص ماڻهن لاءِ آهي ۽ شاعري وڏيڪ ماڻهن لاءِ لاڀائتي آهي."

ان ڪري ئي اخلاقيات تي مذهب جو ٺپو لڳي وڃي ٿو. ڇوتہ مذهبي سانگ ۽ مافوق الفطرت عنصر اهڙو ئي اثر وجهن ٿا جيڪو تجرباتي طور تي نہ ٿو ٿي سگهي. انسان تي سائنس جي پيٽ ۾ تخيل جي حڪمراني سؤلي آهي، پر ڇا اها اخلاقي افاديت مذهب جو شروعاتي نڪتو هئي."

(IV)

## مذهب

### اڻ سڌريل ملحد (خدا کي نہ مڃيندڙ جاهل)

(جيڪڏهن مذهب جي تعريف هيئن ڪئي وڃي تہ اهو مافوق الفطرت قوتن جي عبادت جو نالو آهي) تہ اسان کي خبر پوندي تہ ڪجهہ ماڻهن جو ڪوبہ مذهب نہ آهي. آفريقي جاهڙن جي ڪجهہ قبيلن جو ڪوبہ عقيدو يا مذهبي رسم نہ هئي ۽ نہ ئي انهن جو ڪو ٽوٽم (مذهبي نشان) يا ديوتا هو. هو پنهنجي لاشن کي بنا ڪنهن رسم جي دفن ڪندا هئا ۽ انهن تي وڌيڪ ڪوبہ ڌيان نہ ڏيندا هئا. انهن ۾ وهم بہ گهٽ هئا. اها

سموري معلومات سيلانين جي فراهم ڪيل آهن. ڪيميرون جا بندرا رڳو بہ ديوتائن کي مڃيندا هئا. پر انهن کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪندا هئا ڇوتہ سندن خيال هوتہ انهن جو ڪوبہ فائدو نہ هو. سيلون (سري لنڪا) جا ويڊ ديوتائن ۽ لافاني روحن کي تہ مڃيندا هئا پر اهي ڪا عبادت يا قرباني نہ ڪندا هئا. جڏهن انهن کان خدا بابت پڇيو ويندو اهي جديد فيلسوف وانگر پريشان ٿي پڇندا هئا "ڇا اهو ڪنهن اوچي جبل تي آهي؟ ڪنهن ٽڪري يا وڻ تي آهي؟ مون تہ ڪڏهن بہ ڪنهن خدا کي نہ ڏٺو آهي" اتر آمريڪا جي انڊينز ۾ خدا جو تصور تہ هو پر اهي ان جي عبادت نہ ڪندا هئا. ايپيڪيورس وانگر اهي ان کي ايڏو تہ پري سمجهندا هئا جو ان جو معاملن مان ڪوبہ تعلق نہ هو. ابيپون انڊين ڪنهن ما بعد الطبيعاتي محقق کي ڪنفيوشن جي لهجي ۾ دڙڪا ڏيندا هئا تہ "اسان جي ڏاڏن نانن ۽ انهن جي بہ ڏاڏن نانن رڳو زميني معاملن بابت سوچيو هو" اهي رڳو ان ڳالھ لاءِ فڪرمند هوندا هئا تہ هموار زمين تي گاھ ڦٽي ۽ انهن جي گهوڙن کي پاڻي ملي. انهن کي ڪڏهن بہ اها پريشاني نہ ٿي تہ آسمانن ۾ ڇاپيو ٿئي ۽ تارن جو خالق ۽ حاڪم ڪير آهي؟ اسڪيموز کان جڏهن پڇيو ويندو هو تہ زمين ۽ آسمان ڪنهن جوڙيا آهن؟ تہ اهي سدائين جواب ڏيندا هئا ۽ اسان کي خبر ناهي" هڪ زولوءَ کان پڇيو ويو تہ "تون سج کي ايرندي ۽ لهندي ڏسين ٿو ۽ وڻن کي ڦٽندي ڏسين ٿو، تون ڄاڻين ٿو تہ انهن کي ڪنهن ٺاهيو آهي ۽ انهن جو خالق ڪير آهي؟" هن سادگيءَ سان جواب ڏنو تہ "هائو اسان انهن کي ڏسون ٿا پر ٻڌائي نہ ٿا سگهون تہ اهي ڪيئن وجود ۾ آيا. اسان فرض ڪري وٺندا آهيون تہ اهي پاڻهي وجود ۾ آيا آهن."

اهڙا معاملا تمام گهٽ آهن ۽ مذهب جي آفاقيت جو پراڻو عقيدو وڏيڪ درست آهي. هڪ فيلسوف لاءِ اها شيءِ تاريخ ۽ نفسيات جي وڏين حقيقتن مان هڪ آهي. ڇوتہ هو رڳو ڄاڻڻ تي ئي بس نہ ٿو ڪري تہ مذهب ۾ بي معنيٰ ڳالهيون آهن پر ان جي دلچسپيءَ جو سبب پراڻي دور جا مسئلا ۽ عقيدي جي ثابت قدمي آهي. دور جا مسئلا ۽ عقيدي جي ثابت قدمي آهي.

(I)

## مذهب جا بنياد

لڪرسيش جي خيال ۾ ديوتائن جو پهريون سر چشمو خوف هو. خوف۔ خاص طور تي موت جو خوف. چوته اڻ سڌريل زندگي هزارين خطرن سان ڀريل هئي ۽ تمام گهٽ حالتن ۾ فطري موت ٿيندو هو. ٻڍاپي کان اڳ ئي ڪوتشدد يا ڪا عجيب ۽ غريب بيماري انسانن جي اڪثريت کي کائي ويندي هئي. ان ڪري قديم انسان کي ان ڳالهه تي ويساهه نه هو ته موت ڪا فطري شيءِ آهي پرهو ان کي مافوق الفطرت گماشتن جو ڪم سمجهندو هو(نيو بريٽن جي رهواسين جي ڏندڪتا موجب انسان کي ديوتائن جي غلطيءَ جي ڪري موت ايندو هو. سني ديوتا ڪيجينانا پنهنجي چرئي ڀاءُ يا ڪوروروا کي ٻڌايو ته "انسانن وٽ وڃ ۽ انهن کي وجي ٻڌاءِ ته پنهنجون کلون لاهي وٺن. اهڙي ريت اهي موت کان بچي ويندا. پر نانگن کي چئجانءِ ته انهن کي هاڻي مرڻو پوندو. ڪوروروا پيغام غلط پهچايا هن لافانيت جو راز نانگن کي ڏيئي ڇڏيو جڏهن ته موت انسانن کي." گهڻا قبيلا اهو سمجهندا هئا ته موت کل جي خشڪ ٿيڻ جي ڪري اچي ٿو ۽ انسان جيڪڏهن پنهنجي کل تبديل ڪري ڇڏي ته هو ڪڏهن به نه مرندو.)

موت جو خوف، اتفاقي واقعا ۽ سمجهه ۾ نه ايندڙ معاملن تي حيراني، الاهي مدد جي اميد ۽ سٺي قسمت لاءِ شڪراني، مذهبي عقيدن کي پيدا ڪيو. حيراني ۽ تجسس خاص طور تي سيڪس ۽ خوابن ۾ موجود هوندا هئا جڏهن ته انسان ۽ زمين تي پراسرار آسماني وجودن جي اثر هو. اڻ سڌريل انسانن خوابن ۾ نظر ايندڙ وهمي صورتن تي حيران ٿي ويندو هو ۽ جڏهن هو پنهنجي سڃاڻو مئل انسانن کي خوابن ۾ ڏسندو هو ته هو خوفزده ٿي ويندو هو. هو ان ڪري مردن کي زمين ۾ دفن ڪري ڇڏيندا هئا ته جيئن اهي واپس نه اچي وڃن. لاش سان گڏ ان جو سامان ۽ خوراڪ به دفن ڪيو ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته جنهن گهر ۾ موت ٿيندو هو ته ان گهر کي لاش لاءِ ڇڏي ڏنو ويندو هو ۽ پنهنجي لاءِ ٻي پناهگاهه تلاش ڪئي ويندي هئي. ڪجهه جاين تي لاش کي دروازي مان ٻاهر نه نيو ويندو هو ۽ ڀت ۾ سوراخ ڪري ان مان لاش کي ٻاهر ڪڍيو

ويندو هو ۽ تيزيءَ سان گهر جا تي چڪر هنيا ويندا ته جيئن لاش کان گهر ۾ واپس داخل ٿيڻ جو رستو ڀلجي وڃي ۽ ٻيهر ڪڏهن گهر جو چڪر نه هڻي. اهڙن تجربن ابتدائي انسان کي يقين ڏياريو ته هر جيئري شيءِ جو روح يا لڪل زندگي هوندي آهي جيڪا جسم کان بيماري، ننڊ يا موت جي صورت ۾ ڌار ڪري سگهجي ٿي. هندستان جي پراڻن اپنشدن ۾ اها ڳالهه لکيل آهي ته "ڪنهن انسان کي وڏي آواز سان سڏ ڪري نه جاڳايو ڇوته جيڪڏهن روح کي واپس جسم ۾ داخل ٿيڻ جو رستو نه مليو سگهيو ته معاملو ڏاڍو ڏکيو ٿي ويندو نه رڳو انسان پر مڙني شين ۾ روح هوندو آهي. ٻاهرين دنيا بي حس يا مئل نه هئي پر اها جيئري هئي. قديم فلسفي جي موجب اگر ائين نه هجي ها ته فطرت اڻ ڳڻيل واقعن سان ڀريل هجي ها. مثال طور سج جي حرڪت، ڪنوڻ جي چمڪ يا وڻن جي سرٻاٽ، شيون ۽ واقعن کي سمجهڻ جو شخصي طريقو مجرد يا غير شخصي طريقي کان اڳ موجود هو. ان ڪري مذهب فلسفي کان اڳ وجود ۾ آيو. اهڙي روحانيت پرستي مذهب جي شاعري ۽ شاعريءَ جو مذهب آهي. اسان انهن سڀني واقعن کي حيرانيءَ سان ڏسون ٿا. ائين جيئن ڪو ڪاغذ کي هوا ۾ اڏامندو ڏسي ۽ اهو يقين ڪري وٺي ته اندر ڪو روح ڪاغذ کي اڏاري رهيو آهي. ساڳيو ئي احساس اسان اعليٰ ترين سطح تي شاعر جي زبان ۾ ڏسون ٿا. اڻ سڌريل ذهن ۽ هر دور جي شاعر لاءِ جبل، درياءَ، ٽڪريون، وڻ، تارا، سج، چنڊ ۽ آسمان مقدس شيون آهن ڇوته اهي داخلي ۽ غير حقيقي روحن جو خارجي ۽ حقيقي نشانيون آهن. قديم يونانين لاءِ آسمان اورينوس ديوتا هو. چند سيلون ديوتا هو، زمين گيا ديوي هئي. سمنڊ پوزيبون ۽ جهنگ پان ديوتا هئا. قديم جرمنن جي خيال ۾ ڀيريون جهنگ، جنن، ڀوتن، ديون، ڏائڻين، ڇامڙن ۽ پرين سان ڀريل هو. اها پراڻي مخلوق ويگز جي موسيقي ۽ رابسن جي شاعرانه ڊرامن ۾ باقي آهي. آئرلينڊ جا سادا هاري اڄان به پرين ۾ يقين رکن ٿا ۽ آئرلينڊ جي ادبي اصولن موجب شاعر يا ڊرامه نگار کي انهن شين جي شاعري ڊرامي ۾ استعمال ڪرڻ لازمي هوندو آهي. ان ۾ روحانيت ۽ حسن آهي. سمورين شين کي جيئرو محسوس ڪرڻ سنو لڳندو آهي. سڀني کان حساس هڪ ليکڪ حساس روح بابت چوي ٿو ته "فطرت پاڻ کي ڌار ڌار زنده وجودن

جو انبار وانگر آهي. جن مان ڪجھ حقيقي، ڪجھ غير حقيقي آهن، ليڪن مڙني روحن، جسمن ۽ وجودن جي بنيادي راز ۾ ذهنن ۽ جسمن کي ملائي ڇڏيو.... دنيا ديوتائن سان ڀري پئي آهي. هر سياري ۽ هر پٿر مان هڪ وجود ظاهر ٿئي ٿو جيڪو ديوتائن جهڙي ڀرپور طاقت سان اسان کي پريشان ڪري ڇڏي ٿو. مضبوط ۽ ڪمزور وڏا ۽ ننڍا ديوتا پنهنجن ڳجهن مقصدن موجب آسمانن ۽ زمينن جي وچ ۾ گردش ڪري رهيا آهن."

## (II)

## مذهب جا مظاهر

جيئن ته مڙني شين ۾ روح آهن يا انهن ۾ لڪل ديوتا آهن ان ڪري مذهبي عبادتن جا اڻ ڳڻيا وجود آهن. انهن جا ڇهه ٽولا آهن، فلڪي، زميني، جنسي، حيواني، انساني ۽ الاهياتي. اسان کي ڪڏهن به اها خبر نه پئجي سگهندي ته ڪائنات جي ڪهڙي وجود جي سڀني کان اڳ پوڄا ڪئي ويئي. شايد انهن وجودن مان سڀني اڳ چنڊ جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. جهڙي ريت لوڪ آکاڻين ۾ چنڊ ۽ انسان جي موجودگي جي ڳالهه ڪئي ويندي آهي. اهڙي ريت اڻ سڌريل انسانن جي داستانن ۾ چنڊ کي هڪ اهڙو بهادر مرد تصور ڪيو ويندو هو جنهن عورت کي ورغلائي ان جو حيض جاري ڪيو. هو عورتن جو محبوب ديوتا هو. جنهن جي انهن سڀني محافظ ديوتا جي حيثيت ۾ پوڄا ڪنديون هيون. زرد دائرو وقت جو مايو هو. ان بابت عقيدو هو ته اهو موسمن کي ڪنٽرول ڪري ٿو، مينهن وسائي ٿو ۽ برفباري ڪرائي ٿو. ايتري قدر جو ڏيڏر به ان کان مينهن وسڻ جي دعا گهرندا هئا.

اسان کي خبر ناهي ته قديم مذهب ۾ ڪڏهن سج آسمانن جي بادشاهه جي حيثيت سان چنڊ جي جاءِ ولاري. شايد اهو ان وقت ٿيو جڏهن پوکي راهيءَ شڪار جي جاءِ والاري. سج جي سفر فصل جي پوکائي ۽ لاباري جون موسمون طئه ٿيون ۽ گرميءَ کي زمين زرخيريءَ طور تسليم ڪيو ويو. تڏهن وري سج جي ڪرڻن مان، زرخيز ٿيڻ واري زمين، ديوي بڻجي ويئي ۽ انسان ان عظيم گولي (سج) کي مڙني شين جو

پيءُ جي حيثيت سان پوڄڻ شروع ڪيو. ان سادي شروعات سان سج جي پوڄا قديم انسانن جي عقيدن ۾ شامل ٿي ويئي ۽ پوءِ جا ڪيترائي ديوتا رڳو سج مان نڪتل هئا. يوناني عالمن انڪساگورس کي رڳو ان ڪري ملڪ مان تڙي ڇڏيو هو جو ان چيو ته سج ديوتا نه آهي پر باھ جو هڪ گولو آهي جنهن جي سائيز پيلو پونيس جيتري آهي. وچين دور ۾ سج جي پوڄا جي نشاني صوفين جي مٿن تي رکيل نوراني تاج هئي. اسان جي پنهنجي دور ۾ به جاپان جي بادشاھ کي ان جي رعيت سج ديوتا جي جسم جو حصو سمجهي ٿي. شايد ئي ڪو وهم ايڏو پراڻو هجي پر اهي ڪٿي نه ڪٿي اڄ به موجود آهي. تهذيب ٿورن ماڻهن جي اڻ ٿڪ ٿيل محنت ۽ عياشي آهي جڏهن ته انسان جي اڪثريت وڏي مشڪل سان هزارين سالن ۾ تبديل ٿيندي آهي.

سج ۽ چنڊ وانگر هر تارو ديوتا هو ۽ پنهنجي اندر قائم روح جي حڪم تي حرڪت ڪندو هو. عيسائيت جي اثر هيٺ اهي روح رهنما فرشتا بنجي ويا ۽ ڪيلپر جو انهن تي يقين وڏيڪ سائنسي سوچ جو مظاهرو نه پيو ڪري ته آسمان بذات خود هڪ عظيم ديوتا هو جيڪو وڏي عقيدت وچان مينهن وسائڻ واري ۽ روڪڻ واري جي حيثيت سان پوڄيو ويندو هو. گهڻين ئي قومن ۾ ديوتا لفظ جو مطلب ئي آسمان هو. لباري ۽ ڊنڪاز ۾ ان جو مطلب بارش هو. منگولن جي سيني کان وڏو ديوتا تاتينگري (آسمان) هو. چين ۾ تائي (آسمان) ايرانين ۾ اهورا يعني نيرو آسمان هندستاني ويدن ۾ اهو دياس پتر يعني آسمان پيءُ ۽ يونانين ۾ اهو زيوس يعني آسمان هو. اسان وٽ پاڻ هيئنر به ماڻهو حفاظت لاءِ آسمان (Heaven) کان دعا گهرن ٿا. گهڻو ڪري قديم ڏند ڪٿا جو مرڪزي نقطو ۽ آسمان ئي آهي.

زمين به هڪ ديوي هئي ۽ ان جي هر وڏي حصي کي سرداري ڪو نه ڪو ديوتا ڪندو هو. وڻن ۾ انسانن وانگر روح هو ان ڪري انهن جو سڏو سنئون قتل هو. ڪڏهن ڪڏهن اتر آمريڪا جا انڊينز پنهنجي شڪست جو جواز هيئنئن پيش ڪندا هئا ته ڳورن ماڻهن انهن جي وڻن کي ڪٽي جاءِ سنوت ۾ آٽي ڇڏي آهي ڇوته انهن وڻن جي روحن کين تحفظ ڏنو هو. مولوڪا پيٽن ۾ ميون ۽ ميون سان پريل وڻن کي پيٽ

واري عورت سمجهيو ويندو هو. انهن جي سڪون کي برباد ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ انهن جي ويجهو ڪنهن قسم جو گوڙ، باهه يا خلل جي اجازت نہ ڏني ويندي هئي' نہ تہ اهي ڊڄڻي عورت وانگر وقت کان اڳ ميوا ڪيرائي ڇڏيندا. امبويانا ۾ چانورن جي فصل ويجهو گوڙ نہ ڪرڻ ڏنو ويندو هو تہ شايد فصل سڪي گاهہ نہ ٿي وڃي. قديم گائول جا رهواسي ڪنجهہ پاڪ جهنگن جي پوڄا ڪندا هئا. انگلستان جا ڊريوڊ پادري شاهہ بلوط جي وڻ کي پاڪ سمجهندا هئا جيڪو اڄ بہ مذهبي رسم جي طور تي رائج آهي. وڻن، ندين، دريائن، ۽ جبلن جي پوڄا ايشيا جي قديم ترين مذهبن ۾ موجود آهي. گهڻا جابلو هنڌ مقدس هئا. جيڪي غير معمولي ديوتائن جي رهائش گاهہ هئا. ديوتائن جو غصي ۾ اچي ڪلها لوڏڻ سان زلزلا ايندا هئا. فجي جي رهواسين ۾ وري اهڙي قسم جي هلچل زميني ديوتائن جي ننڊ ۾ پاسو بدلائڻ جي ڪري پيدا ٿيندي هئي. سموا جا رهواسي زمين جي ڪنبڻ تي جهڪي ويندا هئا ۽ ديوتا ميغيو کان دعا گهرندا هئا تہ هو بيهي رهي. ائين نہ ٿئي جو زمين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي تقريباً هر هنڌ زمين کي عظيم ماءُ سمجهيو ويندو هو. اسان جي زبان جيڪا گهڻو ڪري لاشعوري عقيدن جو نچوڙ آهي، اڄ بہ لفظ (Material) مادو (Mater) ۽ ماءُ جي تعلق جي ڄاڻ ڏيئي ٿي.اشتار ۽ سبيلي دميتر ۽ سيرز، افروديٽ، وينس ۽ فرتيا زمين جي ديوين جي مقابلي ۾ گهٽيون پوءِ جون ديويون جيڪي زمين جي زرخيزي ۽ فصلن جي فرواني پيداوار کي وڌائن ٿيون. اهي ديويون پنهنجي جنس وسيلي اڻ سڌريل زراعت ۽ عورت جو تعلق کي ظاهر ڪنديون هيون. جڏهن زراعت انساني زندگيءَ تي مڪمل طور اثر انداز ٿي ويئي تہ جنيات جون ديويون سيني کان وڏيون فرمان روا بنجي ويون. گهڻو ڪري وڏا وڏا ديوتا صنف نازڪ (مونث) هئا بعد ۾ پدري نظام ۾ مذڪر ديوتائن انهن جي جاءِ اچي ولاري.

جهڙيءَ ريت سڌريل ذهن جي جي اعليٰ شاعري وڻ جي افزائش ۾ الاهياتي راز ڳڌائي ٿي ساڳيءَ ريت اها ٻار جي پيدائش ۾ مافوق الفطرت قوت جي عمل کي ڏسي ٿي. وحشي انسان بيدي OVUM يا نطفي SPERM بابت ڪجهہ بہ نہ ڄاڻيندو هو، هو رڳو ان ۾ شامل خارجي ڏانچي کي ڏسندو هو ۽ انهن شين کي معبود سمجهندو هو. سندس خيال

۾ انهن ۾ روح هو ان ڪري انهن جي پوڄا ڪرڻ گهرجي چوته اهي پراسرار تخليقي قوتن مان سيني کان گهڻو حيرت انگيز هئا ۽ انهن روحن ۾ زمين کان به وڌيڪ زرخيزي ۽ افرائش جو معجزو هو. ان ڪري اهي الاهياتي قوت جو وڌيڪ ڀرپور اظهار هئا. تقريباً مڙني ماڻهو ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ مذهبي رسم قبيلي جنس جي پوڄا ڪندا هئا. نه رڳو هيٺين درجي جا ماڻهو بلڪ اعليٰ درجي ماڻهو به ان کي پوڄا وسيلي ڀرپور نموني عبادت ڪندا هئا. اسان اهڙي عبادت، مصر، هندستان، بابل، آشور، يونان ۽ روم ۾ ڏسي سگهون ٿا. اڻ سڌريل ديوتائن جي سيڪس جي نوعيت کي احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. ان جو سبب ذهني اگهاڙپ ۽ عياشي نه هو بلڪ عورت ۽ زمين جي زرخيزي هو. ڪجھ جانورن مثال طور ٻڪرين ۽ نانگ کي پيدائش (توليد) جي الاهياتي قوت جي علامت طور پوڄيو ويندو هُو. آدم جي حوا جي صورت ۾ نانگ مرداڻي خاص عضوي جي علامت آهي، جيڪو جنس جي نمائندگي بديءَ جي شروعات جي طور تي ڪري ٿو ۽ اهو جنس (Sex) کي سنائي ۽ برائيءَ جو علم سمجهي ٿو ۽ شايد ذهني معصوميت ۽ روحاني خوشيءَ ۾ سڌوسنئون ڪنهن روايتي لاڳاپي جو حوالو ڏيئي ٿو.

قديم مصري جواهر (يونٽر جي شڪل جو) کان وٺي هندن جي هاٿيءَ شايد ڪو جانور هجي جنهن جي ديوتا جي طور تي ڪٿي نه ڪٿي پوڄا نه ڪئي وئي هجي. اجيب واجا اندين پنهنجي مخصوص مقدس جانور کي ٽوٽم جو نالو ڏيندا هئا ۽ جيڪو جرڳو ان ٽوٽم جي عبادت ڪندو هو، ان جرڳي کي ۽ جرڳي جو هر فرد کي اهو ئي نالو ڏنو ويندو هو. اهو مبهم لفظ ماڻهن ۾ طوطم جي طور تي داخل ٿي ويو جيڪو مبهم طريقي سان ڪنهن خاص شيءِ جي عبادت جو دليل ڏيئي ٿو) جيڪو ڪنهن گروهه لاءِ خاص طور تي مقدس هوندو هو. اهو گهڻو ڪري ڪو جانور يا ٻوٽو هوندو هو. ٽوٽم جون مختلف شڪليون زمين جي وڪريل مختلف خطن جهڙوڪ اتر آمريڪا جي اندين قبيلن، آفريقا جي ماڻهن، انڊيا جي دراوڙن ۽ آسٽريليا ۾ موجود آهن. ٽوٽم (مذهبي نشان) مذهبي وجود جي طور تي قبيلي کي متحد ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. قبيلي جي فردن ان وسيلي پاڻ کي متحد سمجهنو. ايروڪين اڌ ڊيڄارٽي انداز ۾ اهو

سمجهيو تہ اهو توتمر شروع شروع ۾ عورت جي رڇ، بگهڙ، هرڻ سان جنسي عمل ڪري وجود ۾ آيا. توتمر هڪ وجود يا علامت جي طور تي اڻ سڌريل ماڻهن لاءِ لاڳاپن ۽ امتياز جي مفيد نشاني بنجي ويو. دنيا داريءَ جي معاملن ۾ اهو سنو سنوڻ يا نمائنده تصوير بنجي ويو ۽ پائپيءَ وارن لاڳاپن ۾ شينهن، عقاب، ڦاڙهو ۽ هرڻ مختلف قومن جا توتمر بنجي ويا. هاٿين جهڙا گونگا، بي حرڪت ۽ مضبوط جانور جهيڙي ۾ اسان جي سياسي پارٽين جي نمائندگيءَ لاءِ استعمال ٿيندا هئا. عيسائيت جي شروع ۾ ٻڪرن، مڇي ۽ رڍ جي توتمر جي طور تي پوڄا ڪئي ويئي. ايستائين جو تاريخ کان اڳ جي يهودين ۾ گهٽ نسل وارو سوئر بہ هڪ توتمر هو. ڪجھ معاملن ۾ توتمر منع ٿيل شيءِ هو. يعني ان کي ڇهڻ منع هو پر مذهبي رسمر جي ادائيگيءَ جي طور تي ان کي کائي سگهبو هو، جنهن جو مطلب مذهبي طور تي ڪنهن ديوتا جي ڪاڌو وڃڻ هو. حبشر جا گيلاس وڏي عقيدت سان تهوار جي طور تي ان مڇيءَ کي کائيندا هئا، جنهن جي اهي پوڄا ڪندا هئا. انهن جو چوڻ هو تہ "جڏهن اسان ان کي کائون ٿا تہ اسان کي ائين محسوس ٿئي ٿو تہ ڄڻ ان مڇيءَ جو روح اسان جي اندر ۾ حرڪت ڪري ٿو، مشنري گيلاس جي ماڻهن ۾ عيسائيت جي تبليغ ڪندا هئا، اهي اتان جي سادن ماڻهن ۾ ان مذهبي رسمر کي ڏسي پريشان ٿي ويندا هئا ڇوتہ اها رسمر عيسائين جي گرجائن ۾ حضرت عيسيٰ جي بنيادي عشائي رباني رسمر سان گهڻو ملندي هئي.

خوف جنهن ريت گهڻن عقيدن جو بنياد هو، ساڳي ريت اهو توتمر مت جي شروعات جو بہ سبب هو. انسان جانورن جي پوڄا ڪندو هو ڇوتہ جانور طاقتور هئا ۽ انهن جي غصي ۽ ڪاوڙ کي ٺڏو ڪرڻو پوندو هو. جڏهن شڪار جي ڪري جانور جنهگلن مان جانور گهٽجي ويا ۽ زراعت نسبتاً وڌيڪ محفوظ زندگي فراهمر ڪئي تہ جانورن جي پوڄا گهٽجي ويئي پر اها مڪمل طور تي ختمر نہ ٿي سگهي. شايد انساني ديوتائن جو ظلمر ۽ تشدد وارو سفر جانورن ديوتائن کان ئي ورتل محسوس ٿئي ٿو. اها تبديلي مڙني زبانن جي شاعرن جي شاعري ۽ ڪهاڻين ۾ ملي ٿي ۽ اها شيءِ اسان کي ان شيءِ جو ڏس ڏئي ٿي تہ ڪهڙي ريت ديوتا جانورن ۾ تبديل ٿي ويا. ان کان پوءِ حيواني خاصيتون سختيءَ سان

موتي آيون ايسيتائين جو هومر جي ذهن ۾ ٻه هڪ ديوتا جي هڪ اک
چٻري ۽ هڪ ڳئون جي هئي، مصر ۽ بابل جي ديوتائن ۽ ديوين جو چهرو
انساني ۽ جسم جانورن جهڙو هو. جنهن مان ان ڳالھ جو اظهار ٿئي ٿو ته
گهڻا انساني ديوتا ڪڏهن جانور ديوتا هئا.

تنهن هوندي به نظر ائين اچي ٿو ته شروع ۾ انساني ديوتا فقط مئل ۽
تصوارتي انسان هئا. خوابن ۾ مئل ماڻهن جو نظر اچڻ واري عمل مردن
جي پوڄا ڪرائي. ڇوته عبادت يا ته خوف جي پيدائش آهي يا ان جي همه
جنس آهي جيڪي انسان زندگيءَ ۾ طاقتور هئا ۽ ماڻهو ان کان ڊڄندا
هئا، مرڻ کان پوءِ تن کي پوڄيو ويو، ڪيترن ئي اڻ سڌريل قومن ۾ لفظ
ديوتا جو مطلب "مئل ماڻهو" هو. ايسيتائين جو اڄ به انگريزي لفظ -SPIR
IT ۽ جرمن لفظ Geist مان مراد روح يا ڀوت آهي. يوناني پنهنجي مردن
کان اهڙي ريت دعا گهرندا هئا جهڙي ريت عيسائي پنهنجي اوليائن کان
گهرندا هئا. مئل ماڻهن جي لڳاتار حياتيءَ بابت عقيدو جيڪو خوابن
وسيلي شروع ٿيو هو، ايڏو ته مضبوط هو جو اڻ سڌريل انسان انهن کي
باقاعدي پيغام موڪليندا هئا. غلامانه دور ۾ قبيلي اندر اهڙي قسم جي
پيغامن جي ترسيل جو طريقو هي هو ته خط ڪنهن غلام جي آڏو پڙهيو
ويندو هو، پوءِ خط جي پهچائڻ لاءِ ان جي منڍي وڍي ويندي هئي.
جيڪڏهن سردار کان پيغام جو ڪو قسم حصو وسري ويندو هو ته ان
حصي جي پهچائڻ لاءِ هڪ ٻئي غلام جي منڍي ڪپي ويندي هئي. مڙني
مري ويلن کان ڊڄڻو هو ۽ انهن کي راضي ڪيو ويندو هو ورنه اهي
ڪاوڙجي زنده ماڻهن جي زندگي رڻ ڪري ڇڏيندا هئا. اها مئل ماڻهن
جي پوڄا، معاشرتي اختيار، قدامت پسندي ۽ نظم ۽ ضبط کي هٿي وٺرائڻ
۾ ايڏي ته موافق ثابت ٿي جو اها زمين جي هر خطي تي پکڙجي ويئي. اها
مصر، يونان ۽ روم ۾ پلجندي رهي ۽ اڄ به چين ۽ جاپان ۾ پوري شدت
سان موجود آهي. گهڻا ماڻهو ديوتا نه هئا پر انهن جا پونئير انهن جي
عبادت ڪندا هئا. اهو دستور ايندڙ نسلن جي دشمنيءَ باوجود خاندان کي
متحد رکندو هو ۽ گهڻن ئي ابتدائي معاشرن لاءِ هڪ غير حقيقي ڍانچو
مهيا ڪندو هو. جهڙيءَ طرح مجبوريءَ مان ضمير وجود ۾ آيو اهڙيءَ ريت
خوف مان محبت وجود ۾ آئي. شايد خوف جي ڪري ئي ابن ڏاڏن کي

پوڄا شروع ٿي ۽ ان ڪان پوءِ انهن جي احترام جو جذبو پيدا ٿيو. جيڪو عمل ڪڏهن ظالم ديوتائن جي مهاندي هو، پنهنجي حيثيت تبديل ڪري وڏندڙ تحفظ، امن ۽ پوڄارين جي اخلاقي شعور مان جنم وٺي آئيڊيل جي حيثيت اختيار ڪري ويو. تهذيب جي درجيوار ترقي ديوتائن جي پوءِ واري دلڪشي جو سلسلو آهي.

انساني ديوتا جو تصور ڏگهي عرصي ترقيءَ جو جديد قدم آهي. اهو ڪيترن ئي مرحلن وسيلي آهستي آهستي روحن ۽ ڀوتن جي وڏي انبوهه مان نڪتو جيڪي هر شيءِ ۾ رچيا پيا هئا. مبهم ۽ بي شڪل روحن جي خوف ۽ عبادت سان انسان آسماني، نباتاتي ۽ جنس قوتن جي پوڄا ڏانهن مڙيو. ان ڪان پوءِ جانورن جي پوڄا ۽ پوءِ ابن ڏاڏن جي پرستش شروع ٿي. خدا جو پيءُ جي طور تي تصور شايد ابن ڏاڏن جي پوڄا تان ورتل هو. درحقيقت ان جو مطلب هي هو ته انسان کي جسماني طور تي ديوتائن پيدا ڪيو آهي. اڻ سڌريل دور جي الاهيات ۾ ديوتائن ۽ انسانن ۾ گهٽو جنسي متيڀد نه هو. مثال طور ابتدائي يونانين لاءِ سندن ابا ڏاڏا ديوتا ۽ ديوتا سندن ابا ڏاڏا هئا. وڌيڪ ترقي ان وقت ٿي جڏهن ابن ڏاڏن جي هجوم مان خاص مردن ۽ عورتن کي چونڊي ديوتا ٺاهيو ويو. ان ڪري ان وقت جا وڏا وڏا بادشاهه موت ڪان اڳ ئي ديوتا بنجي ويا. ان ارتقا سان گڏ ئي اسان تاريخي تهذيب تائين پهچون ٿا.

(III)

## مذهب جو طريقيڪار

روحن جي دنيا جي تصور مان انسان انهن کي راضي ڪرڻ ۽ انهن ڪان مدد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جن جي نوعيت ۽ ماهيت ڪان اڻ سڌريل انسان ناواقف هو. ان ڪري ارواحيت جي شروعات ٿي ۽ اها شيءِ اڻ سڌريل مذهب جو روح هئي. ان ۾ جادوءَ جوبه واڌارو ڪيو ويو ۽ جادو اڻ سڌريل مذهبي رسمن جو روح هو. پولي نيشن جادوءَ جي بي پناهه قوت جو اثر قبول ڪندا هئا ۽ ان اثر کي اهي مانا Mana چوندا هئا. سندن خيال جادوگر ڪنهن اڻکٽ شيءِ مان رس ڪڍي ٿو. ماڻهو ڪنهن ڪم کي جزوي طور تي ڪري ديوتائن ڪان مدد گهرندا هئا.

مينهن وسائڻ لاءِ اڻ سڌريل دور جا جادوگر وٽن تان پاڻي ڪيرائيندا هئا. ڏڪار ڪان ڊنل ڪافر ڪنهن ميشنريءَ کي چوندا هئا ته هو ڪليل ڇٽيءَ مان ٻنين ۾ وڃي. سمارتا ۾ سنڌ عورت ٻار جو پتلو ٺاهي ان کي هنج ۾ ڪنندي هئي. سمارتا ۾ سنڌ عورت ٻار جو پتلو ٺاهي ان کي هنج ۾ کٽي هئي. اهڙي ريت ان کي اميد هوندي هئي ته ڪيس پيٽ ٿي ويندو. بابر آرڪي پيليگو ۾ هوءَ ڳاڙهي ڪپڙي جي گڏي ٺاهيندي هئي. ان کي ٿڃ پيارڻ جو عمل ڪندي هئي ۽ جادو جو فارمولو ورجائيندي هئي ۽ ان ڪان پوءِ هو پوري ڳوٺ ۾ مشهور ڪري ڇڏيندي هئي ته هوءَ پيٽ سان آهي، ان ڪان پوءِ ان جون سهيليون ان کي واڌايون ڏيڻ ايندڀون هيون. فقط ڪا خطرناڪ حقيقت ئي ان تخيل ڪان ماڻهن کي روڪي سگهندي هئي. يورنيو جي ڊياڪن ۾ ٻار جا سور گهٽائڻ لاءِ جادوگر ٻار جي پيدائش جي درد مان پاڻ گذرندو هو. اهڙي قسم جي جادوءَ جو مطلب پيدا ٿيندڙ ٻار کي پيدا ٿيندڙجي ترغيب ڏيڻ هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته جادوگر پنهنجي پيٽ مان آهستي آهستي هڪ پٿر هيٺ ڪيرائيندو هو ۽ ان عمل مان اها اميد ٿيندي هئي ته ٻار ان جو نقل ڪندو ۽ جلد ٻاهر اچي ويندو. وچين دور ۾ ڪنهن شخص جي ميڻ جي مورتي ٺاهي ان ۾ سيون ٽنبي جادو ڪيو ويندو (سنڌ ۾ پويا جيڪو بت ڪڍندا آهن ان جو به ساڳيو تصور آهي. مترجم) پيرو جا انڊين ماڻهن جا پتلا ٺاهي ساڙيندا هئا ۽ ان کي روح جو سڙڻ سمجهندا هئا. ايسيتائين جديد ماڻهو به ان اڻ سڌريل قانون ڪان مٿيرا نه آهن. (ليکڪ جو اشارو شايد اڄوڪي دور جي هندن ڏانهن آهي. مترجم)

جادوءَ جي اهڙي قسم جا طريقا خاص طور تي زمين جي زرخيزيءَ لاءِ ڪتب آندا ويندا هئا. زولو جا طبيب اهڙي نوجوان جي خاص جنسي عضوي کي پيجي ان جي ڦڪي ٺاهيندا هئا جيڪو جوانيءَ ۾ مري ويندو هو ۽ ان کي ٻنين ۾ ڇرڪائيندا هئا. ڪجهه قومون ڪنهن بادشاهه يا راڻي يا گهوٽ ۽ ڪنوار کي چوندي ۽ سرعام انهن جي شادي ڪرائي انهن کان جنسي عمل ڪرائيندڀون هيون ته جيئن زمين جو ڌيان ان پاسي وڃي ٿو ۽ اها وڏيڪ پيداوار ڏيئي. ڪجهه علائقن ۾ ان رسم مان نسرعام شاديءَ جي مقصد جو پورائو ٿيندو هو ته جيئن جيڪڏهن سٽل به

آهي ته ان کي پنهنجو فرض نڀائڻ ۾ ڪنهن غلط فهمي جو بهانو نه ملڻ گهرجي. جاوا جا آبادگار ۽ سندن زالون چانورن ۾ پيداوار جي گهٽائيءَ کي يقيني بنائڻ لاءِ ٻنين ۾ جنسي عمل ڪندا هئا. چوته اڄ سڌريل انسان زمين جي پيداوار بابت نائٽروجن حوالي سان ڪجهه نه ڄاڻيندو هو. هو بظاهر ٻوٽن جي جنسي عمل کي سمجهڻ کان سواءِ اهڙي ريت سوچيندو هو جهڙيءَ ريت عورت جي پيٽ سان ٿيڻ بابت سوچيندو هو. اسان جا پنهنجا سڌرا انهن ماڻهن جا شاعرانه عقيدي جي ياد ڏيارين ٿا.

پوڪائيءَ جي مند ۾ تقريباً هر طرف آزاد جنسي عمل جا ميلا لڳندا هئا، جن جو مقصد جزوي طور تي اخلاقي ضابطن کي وقتي طور تي ختم ڪرڻ هو. (قديم ڏينهن جي جنسي آزاديءَ جي ياد ڏياريندي) ۽ جزوي طور تي نامرد مردن جي زالن کي زرخيز ڪرڻو هوندو هو ۽ جزوي طور تي ان جو مقصد چيٽ ۾ زمين تي اها ڳالهه ياد ڏيارڻي هوندي هئي ته سردين کي ٿورو گهٽائي ڇڏي. پيش ڪيل ٻج کي قبول ڪري ۽ تمام گهڻي غذا ڏيڻ لاءِ پاڻ تيار ڪري. اهڙيون ڳالهيون گهڻين ئي فطري قومن ۾ موجود هيون پر خاص طور تي ڪانگو جي ڪيمرون قبيلي، ڪافرن، هوتنتاتن ۽ "انهن جي فصلن جا ڏڻ پنهنجي نوعيت جي اعتبار کان بيڪس جي دعوتن وانگر آهن. انهن کي شرم محسوس ڪرڻ کان سواءِ ڏسڻ ناممڪن آهي..... ريگو اهو ته نون نوجوانن کي جنسي اجازت ڏني ويندي آهي پر ڪجهه معاملن ۾ ان کي لازمي قرار ڏنو ويندو آهي. ڪنهن ڏاڙهي ماڻهو کي، جيڪو ان ڏڻ ۾ ايل هجي، ان فحاشيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ حوصلا افزائي ڪئي ويندي آهي. آزاد جنسي عمل ٿيندو آهي ۽ ٻرياسي جي ماحول جي ڪري زنا ڪاري کي خراب نه سمجهيو ويندو آهي. جيڪو ماڻهو ان ڏڻ ۾ شامل نه ٿيندو ان کي پنهنجي زال سان جنسي عمل ڪرڻ جي اجازت نه هوندي آهي."

تاريخي تهذيب ۾ اهڙائي ڏڻ نظر اچن ٿا. يونانين جو بيڪس جو ڏڻ، روم آسٽيزيليا جو ڏڻ، قديم فرانسي جو فيتي ويس فائول جو ڏڻ، انگلستان جو مئي ڏينهن جو ڏڻ يا موجوده دور ۾ ڪارنيوال يا ماردي گراس جو ڏڻن وغيره ان سلسلي جي ڪڙي آهن.

هوڏانهن پاينس جي گوياڪويل وغيره جي پراڻن ماڻهن ۾ جنسيات

جون رسمون گهڻ پرڪشش شڪل ۾ هونديون هيون. شروع ۾ انسان کي ۽ پوءِ جانور کي فصل جي پوکائيءَ جي وقت قربان ڪيو ويندو هو ته جيئن ان جي رت جي وسيلي زمين کي زرخيز ڪري سگهجي. جڏهن لاباري جي مند ايندي هئي ته انکي مثل ماڻهوءَ جي چوٽڪاري جو ڏيهاڙو سمجهيو ويندو هو. ان بنياد تي هزارين شڪلين جون آفاقي ڏند ڪٿائون وجود ۾ آيون جن ۾ ديوتا پنهنجي ماڻهن لاءِ مرندو آهي ۽ پوءِ ڪامياب ٿي زندگيءَ ڏانهن موٽي ايندو آهي. شاعري جادو کي وڏيڪ سينگاريو ۽ ان کي الاهيات ۾ بدلائي ڇڏيو. آسماني ڏندڪٿا جنسي عمل جي رسم سان هم آهنگ ٿي ويئي. مرڻ ۽ ٻيهر جيئرو ٿيڻ واري ديوتا جي ڏند ڪٿا نه رڳو سردين جي موت ۽ بهار جي نئين حياتيءَ تي لاڳو ٿيڻ لڳي پر چيٽ ۾ سرءُ جي سنجوڳ تي به ڏينهن جي پيلي ٿيڻ ۽ وڌڻ تي به لاڳو ٿيڻ لڳي. رات جو اچڻ ان المياتي درامي جو حصو هو. هر روز سج ديوتا اڀرندو هو ۽ لهي ويندو هو. هر روز سج ديوتا جو لهڻ ان جو موت ۽ اڀرڻ ان جي حياتي هئي.

انساني قربانيءَ کي جنهن جون گهڻيون شڪليون هيون. ڪنهن نه ڪنهن دور ۾ هر قبيلي ۾ احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. ميڪسيڪونار ۾ ڪيرولينا جي ٻيٽ تي هڪ پوڙهي ميڪسيڪو ديوتا جو پرنڊڙ ذات جو مجسمو مليو آهي. ان ۾ انساني وجود جون باقيات آهن جنهن تي ظاهري طور ديوتا تي پليندان ڏيندي ساڙيو ويو هو. هر هڪ مولوخ بابت ڄاڻي ٿو جنهن کي فونيشين، ڪارٿيجين ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻيا سامي قبيلا قربانيون پيش ڪندا هئا. اسان جي پنهنجي دور ۾ روڊيشيا ۾ اها رسم موجود آهي. شايد ان جو تعلق آدمخوريءَ سان هو. انسانن جو خيال هوندو ته ديوتائن جا ذائقا به انهن جهڙا آهن. جيئن ته مذهبي عقيدا ٻين عقيدن جي پيٽ ۾ آهستي آهستي بدلجندا آهن ۽ رسمون عقيدن جي پيٽ سستيءَ سان تبديل ٿينديون آهن. ان ڪري انساني آدم خوريءَ کان پوءِ به اها الاهياتي آدمخوري جاري رهي. تنهن ڪري اخلاقي ضابطن جي آهستي آهستي ارتقا سان گڏ مذهبي رسمون به بدلجي ويون. ديوتائن پنهنجي پوڄارين جي وڌندڙ شرافت جو نقل ڪيو ۽ انساني گوشت بجاءِ جانورن جي گوشت کي ئي ڪافي سمجهيو. هرڪيءَ افيجنيا جي جاءِ اچي والاري

۾ دنبيءَ ابراهيم جي پٽ جي. ڪڏهن ڪڏهن ته ديوتائن کي جانورن جو گوشت به نه ملندو هو. پادري ذائقي واري غذا پسند ڪندا هئا. قربانيءَ جا ڪائڻ جوڳا حصا پاڻ کائي ويندا هئا ۽ رڳو آنڊا ۽ هڏيون ٻليدان ڪندا هئا. جيئن ته قديم انسان جو يقين هوندو هو ته جيڪي ڪجهه هو کائي ٿو ان جي طاقت حاصل ڪري وٺي ٿو. ان ڪري ديوتائن جهڙي طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ هو ديوتائن جي کائڻ جي تصور تي وڃي پهتو. گهڻا واقعا اهڙا آهن جو هن ان انسان جو گوشت کاڌو ۽ ان جي رت پيتي جنهن کي هن ديوتا ٺاهيو ۽ خوب ٺلهو متارو ڪيو. خوراڪ جي رسد جي تسلسل سان هو وڏيڪ سٺو انسان بنجي ويو. انسان قربانيءَ جي شيءِ کي بدلائي ڇڏيو ۽ ان کي کائڻ تائين محدود ڪري ڇڏيو. قديم ميڪسيڪو ۾، ان ٻج ۽ سبزي وسيلي ديوتا جي شڪل ٺاهي ويندي هئي ان مقصد لاءِ جن ڇوڪرين کي قربان ڪيو ويندو هو، انهن جي رت ان ديوتائن تي هاري ويندي هئي ۽ پوءِ ديوتا کي کائڻ جي مذهبي رسم جي طور تي ان کي کاڌو ويندو هو. اهڙيون رسمون ڪيترن ئي اڻ سڌريل قبيلن ۾ ڏٺيون ويون آهن. اڪثر شرڪت ڪرڻ وارن کي مقدس شيءِ کائڻ کان اڳ روزو رکڻو پوندو هو ۽ پادري جادوءَ جي عملن وسيلي ان شيءِ کي ديوتا ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو هو.

جادو جي شروعات وهم کان ٿي ۽ ان جي پڇاڙي سائنس تي ٿي. جادوءَ جي عقيدن جو اهو اڻ کٽ سلسلو ارواحيت کان شروع ٿيو ۽ ڪيترن ئي عجيب وغريب عملن ۽ رسمن کان پوءِ پنهنجي پڇاڙيءَ تي پهتو. ڪوڪو قبيلي جا ماڻهو ان ڳالهه جي ڪري همت ڪري ڪنهن کي قتل ڪندا هئا ته اهي جيترن دشمنن کي قتل ڪندا، اهي ايندڙ زندگيءَ ۾ سندن غلام بنجي خدمت ڪندا. ان جي ابتڙ بانٽو قبيلي جو ڪو ماڻهو پنهنجي دشمن کي قتل ڪندو هو ته پنهنجو مٿو ڪوڙائي ۽ ٻڪريءَ جي ڦولهڙين کي پنهنجي ٽڪڻ تي ملي ڇڏيندو هو ته جيئن مئل ماڻهوءَ جي روح کي واپس اچي ستائڻ کان روڪي سگهجي.

تقريباً مڙئي اڻ سڌريل قومون بددعائن جي قبوليت ۾ بدنظر جي تباهيءَ تي يقين رکنديون هيون. آسٽريليا جي ماڻهن کي يقين هو ته هڪ وڏي جادوگر جي پٽ سوين ميل پري انسان کي ماري سگهي ٿي. جادوگريءَ

تي يقين انساني تاريخ ۾ شروعات کان ئي شروع ٿيو ۽ ڪڏهن به ختم نه ٿيو. اهڙن بتن يا شين جي پوڄا هاڻي به موجود آهي، جن ۾ جادوئي طاقت هجي. جيئن ته گهڻا ئي جنتر منتر ۽ تعويذ هڪ خاص قوت تائين محدود ڪيا ويندا هئا. انڪري ڪجهه ماڻهن وٽ ان جي مخلتف قسمن جو انبارهوندو هو ته جيئن اهي هر وقت تيار هجن ۽ ڪنهن به ضرورت جي وقت ۾ ڪم اچي سگهن. تبرڪ (پاڪ مٽي يا ڪا ٻي شيءِ) انهن شين جو جديد مثال آهي جن ۾ جادو ئي طاقت هوندي آهي. يورپ جي اڌ آبادي ڪو اهڙو ڪو تعويذ يا ڌاڳو ضرور پائيندي آهي جيڪو انهن کي مافوق الفطرت تحفظ فراهم ڪري. تمدن جي تاريخ هر وک ڪي اسان کي ٻڌائي ٿي ته تهذيب جو ڍانچو ڪيڏو نه ڪمزور ۽ ۽ سطحي آهي ۽ اها ڪيڏي نه خوفناڪ طريقي سان وحشانيت، وهم ۽ جهالت جي ٻرندڙ جبل جي ڪپ تي بيٺل آهي، جديديت هڪ اهڙي ٽوپي آهي جيڪا وچين دور جي مٽي تي چنبڙائي ويئي آهي ۽ جيڪا سدائين قائم رهندي.

هڪ فيلسفوف انسان جي ان مافوق الفطرت ضرورت ۽ سهولت کي خوشيءَ سان قبول ڪري ٿو ۽ اهو چئي پنهنجي تسلي ڪري وٺي ٿو ته جهڙي ريت ارواحيت مان شاعريءَ جنم ورتو، ساڳيءَ ريت جادو مان ڊرامو ۽ سائنس پيدا ٿي. فريزر هڪ اعليٰ جدت پسند جي فطري مبالغ آرائيءَ سان چيو آهي ته سائنس جي عظمت جفون پاڙون جادوءَ جي حماقتن ۾ کتل آهن. جيئن اڪثر جادو ناڪام ٿي ويندو هو ان ڪري جادوگر لاءِ اها ڳالهه ضروري هئي ته هو فطرتي عمل جي جاچ ڪري. جنهن وسيلي هو مافوق الفطرت قوتن کي سمجهي ٿي سگهيو ۽ گهربل واقعو عمل ۾ آڻي سگهجي. آهستي آهستي قدرتي ذريعا ڪيس سمجهه ۾ اچي ويا. جيتوڻيڪ جادوگر ماڻهن ۾ پنهنجي اهميت محفوظ رکڻ لاءِ انهن قدرتي ذريعن کي لڪائي ڇڏيو ۽ ان جو ڪريڊٽ مافوق الفطرت جادوءَ کي ڏنو. بلڪل ساڳيءَ ريت اسان جي دور جا ماڻهو فطري علاج کي جادوگريءَ جي نسخن جو ڪريڊٽ سمجهن ٿا. اهڙيءَ ريت جادوگري طبيب، ڪيمياداں ۽ ڌاتڪار ۽ هئيتدان کي جنم ڏنو.

جادو سيني کان اڳ پادريءَ کي پيدا ڪيو. جهڙي ريت رسمون وڌيڪ انگ ۾ ۽ منجهيل پيدا ٿينديون ويو اهي عام ماڻهوءَ جي علم ۽ اهليت

ڪان وڌي ويون. ان ڪري هڪ خاص طبقو پيدا ٿيو، جنهن پنهنجو گهڻو وقت مذهبي وظيفن ۽ رسمن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. پادري جادوگر جي طور تي محر يا دعا وسيلي روحن ۽ ديوتائن جي ارادي تائين رسائي رکندو هو ۽ انساني مقصدن کي بدلائي سگهندو هو. جيئن ته اهڙو علم ۽ فن اڻ سڌريل انسان کي گهڻو قدر جوڳو لڳندو هو ۽ هر قدم تي مافوق الفطرت شيون انساني قسمت تي اثر انداز ٿينديون هيون ان ڪري پادريءَ جي طاقت رياست وانگر وڌي ويئي. نسبتاً جديد معاشرن ڪان موجوده دور تائين پادري انسانن تي ضابطو آڻڻ ۽ منظم بنائڻ ۾ جنگجوئن وانگر ثابت ٿيو آهي. مصر، جو ڊيا ۽ وچين دور جي يورپ ان جا مثال آهن.

پادريءَ مذهب تي تخليق نه ڪيو بلڪ ان کي استعمال ڪيو آهي، جهڙيءَ ريت هڪ سياستدان انسانن جي نفسياتي مونجهارن ۽ رسمن کي استعمال ڪندو آهي. مذهب نه ڪنهن هيرڦير مان پيدا نه ٿيو آهي بلڪ انسان جي لڳاتار حيراني خوف، عدم تحفظ، نا اميدي ۽ تنهائيءَ مان پيدا ٿيو آهي. پنڊت وهمن کي هٿي وٺرائي، ۽ علم جي ڪجهه شڪلين تي پنهنجي جاگيرداري قائم ڪري هاڃيڪار ثابت ٿيو پر هن وهمن کي گهٽايو به. ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته انهن جي حوصلا شڪني به ڪئي. هن ماڻهن کي ابتدائي تعليم ڏني ۽ انسان جي ثقافتي وراثت جي مخزن ۽ وسيلي جو ڪم ڏنو. هن طاقتور جي هٿان ڪمزور جي پرهارين تي ان کي تسلي ڏني. ان وسيلي مذهب ۾ آرٽ (فن) پيدا ٿيو ۽ انساني اخلاقيات جي نازڪ ڍانچي جي مافوق الفطرت حوالن سان واڌ ويجهه ٿي. جيڪڏهن ان جو وجود نه هجي ها ته ماڻهو ان کي پيدا ڪري وٺن ها.

(IV)

## مذهب جو اخلاقي بنياد

مذهب ٻن وڏن ذريعن ڏند ڪٿا ۽ رنڊ روڪ وسيلي اخلاقيات جو مددگار آهي. ڏند ڪٿا خدائي عقيدو پيدا ڪري ٿي جنهن ڪري اهو اخلاق آسمان طرفان آيل ٿيو وڃي، جنهن کي معاشرو يا مذهبي پنڊت گهڻو پسند ڪندا آهن. آسماني اميدون ۽ خوف فرد ۾ انهن پابندين کي

برداشت ڪرڻ جو حوصلو پيدا ڪنديون آهن جيڪي ان جي مالڪ ۽ گروهه طرفان ان تي لاڳو ڪيون وينديون آهن. انسان فطري طور تي فرمانبردار شريف يا نيڪ نه آهي ۽ ضمير جي قديم مجبوريءَ کان پوءِ جيڪڏهن ڪاشيءِ ان کي غير محسوس ۽ تسلسل سان انهن ناموافق سنائين طرف مائل ڪري ٿي ته اهو ديوتائن جو خوف آهي. مذهب ۽ شاديءَ جا دستور ڪنهن حد تائين مذهبي منظوريءَ تي دارو مدار رکن ٿا ۽ بنا عقيدي وارن دورن ۾ پنهنجي شدت وڃائي ويهن ٿا. حڪومت جيڪا بذات خود هڪ غير فطري ۽ لازمي معاشرتي ميڪينزم آهي، اڪثر پروهتن جي مدد حاصل ڪندي آهي. ان ڳالهه کي نپولين ۽ مسولينيءَ جهڙن چالاڪ ملحدن ترت ڳولي ورتو هو. حڪومت ۽ الاهيات جو ميلاپ پنهنجي فطرت جي اعتبار کان اتفاقي آهي. اڻ سڌريل قوم جي سردار جي طاقت جادو ۽ افسانه نگاريءَ کان وڌي ويندي هئي. اسان جي پنهنجي دور جي حڪومت به هر سال زيارتين جي خدا کان مدد ۽ شرف حاصل ڪري ٿي.

پولينيشيا جي ماڻهن مذهب جي رنڊڪن کي TABU جو لفظ ڏنو وڏيڪ سڌريل قديم معاشرن ۾ اهي رنڊڪون اها جاءِ والاري ويون جو تمدن جي ماتحت قانون بنجي ويا. اهي اڪثر منفي صورت ۾هوندا هئا. ڪجهه ڪمن يا شين کي مقدس يا ناپاڪ قرار ڏنو ويندو هو. انهن ٻنهي لفظن جو اصلي مطلب هڪ تنبيهه هئي. انهن کي ڇهي نه پيو سگهجي. ان ڪري ڪووينٽ جو نوح جو ٻيڙو هڪ رنڊڪ يا رڪاوٽ هو ۽ اڌها کي ان کي ڇهڻ تي ماريو ويو هو ڇوته ٻيڙي ڪري پوڻ جو خوف هو. دايودورس اسانکي ٻڌائي ٿو ته قديم مصري ڏڪار جي ڏينهن ۾ قبيلي جي ٽوٽم جانور کي کائڻ کان روڪيندا هئا. جڏهن ته واري واري سان اهي هڪبئي کي کائي ويندا هئا. گهڻو ڪري اڻ سڌريل معاشرن ۾ گهڻيون شيون منع ٿيل هيون. ڪجهه لفظ ڪڏهن به نه پڪاريا ويندا هئا ۽ ڪجهه ڏينهن ۾ موسمون رڪاوٽ واريون هيون اهڙن وقتن ۾ ڪم ڪرڻ منع ٿيل هو. غذا جي معاملي ۾ اڻ سڌريل دور جي انسان جو سمورو علم ۽ ڪجهه جهالت غذائي رڪاوٽ ۾ ظاهر ٿيندي هئي. حفظان صحت جي علم حاصل ڪرڻ جو حڪم سائنس يا دوائن نه پر مذهب ڏنو آهي.

عورت اڻ سڌريل دور جي منع ٿيل شين جو بهترين مظهر هئي. هزارين وهم ان کي اڇوت، هاجيڪار ۽ ناپاڪ بنائيندا رهيا. دنيا جي ڏند ڪٿائن کي جوڙڻ وارا ناڪام مڙس هئا ڇوته اهي عورت کي مڙني براين جي پاڙ مڃيندا هئا. اهو تصور نه رڳو عبراني ۽ پر عيسائين جي روايتن ۾ هو پر سوين ٻين بت پرست ڏند ڪٿائن ۾ به مقدس هو. حيض واري عورت تي اڻ سڌريل دور جا سخت ترين حڪم لاڳو ڪيا ويندا هئا. ڪنهن به انسان يا شيءِ کي هو انهن ڏينهن ۾ ڇهندي هئي ۽ بي برڪتائيءَ کي دعوت ڏيندي هئي. انگريز گيانا جي ميڪوسي عورتن ڪض حيض جي ڏينهن ۾ وهنجڻ ”کان منع ُڪندا هئا ڇوته ان عمل سان ان اهي پاڻيءَ کي زهريلو ڪري ڇڏيندا. اهڙيءَ ريت اهي جهنگن ۾ نه وڃي سگهنديون هيون. ڇوته جادوءَ ۾ ورتل نانگ انهن کي ڏنگي وجهندا. ايسيتائين جو ٻار جي پيدائش ناپاڪ هئي. ان کان پوءِ عورت پنهنجو پاڻ کي سخت جان مذهبي رسمن وسيلي پاڪ ڪندي هئي. عورتن جا نه رڳو حيض جي ڏينهن ۾ بلڪل ٻار کي ڄڻ جي ڏينهن ۾ به جنسي لاڳاپا منع ٿيل هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته اهي منعون عورتون پاڻ شروع ڪيون هيون. اهي انهن جي پنهنجي تحفظ ۽ سهولت لاءِ هيون پر جيئن ته شروعات کي سولائيءَ سان وساريو ويندو آهي ۽ جلد ئي عورتن پاڻ کي ناپاڪ ۽ پليت سمجهڻ شروع ڪيو. آخرڪار هن مرد جي نقطہ نگار کي قبول ڪري ورتو ۽ حيض ۽ حمل جي ڏينهن ۾ شرم محسوس ڪرڻ لڳي. انهن منع جي رڪاوٽن سان جزوي طور تي حيا، گناھ جي احساس، سيڪس بابت ناپاڪيءَ جي تصور، تياڳ پنڊتن جي تجريديت ۽ عورتن جي محڪوميت جنم ورتو.

مذهب اخلاقيات جو بنياد نه آهي بلڪ ان جو سهڪاري آهي. اخلاق مذهب کان سواءِ زنده رهي سگهي ٿو ۽ اڪثر ان جي عدم تعلقيءَ يا سخت گير مزاحمت جي باوجود" اخلاق ترقي ڪئي آهي. بلڪل شروعاتي ۽ ان کا ٿوو جي معاشرن ۾ اخلاقيات مذهب کان ڌار نظر اچي ٿي. مذهب جو تعلق اخلاق جي؛ ڪردار جي اخلاقيات سان نه پر جادو رسمن ۽ قربانيءَ سان هو. سني انسان کي رسمون ادا ڪرڻ ۽ انهن تي خرچ ڪرڻ سان پيٽي ڏنو ويندو هو. اصولاً مذهب ڪنهن مطلق خير

جي منظوري نہ ٿو ڏيئي. (جيتوڻيڪ ان جو وجود ئي ڪونهي) پر ڪردار جي انهن معيارن جي منظوري ڏيئي ٿو. (جيتوڻيڪ ان جو وجوف ڪونهي) پر ڪردار جي انهن معيارن جي منظوري ڏيئي ٿو، جيڪي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي پل تي قائم ٿيا آهن. قانون وانگر اهو ماضيءَ ۾ پنهنجي فيصلن کي ڏسي ٿو ۽ جڏهن حالتون بدلجڻ سان گڏ اخلاقيات ۾ تبديلي اچي ٿي تہ مذهب پٺتي رهجي وڃي ٿو. ان ڪري يوناني ڄاڻ سڃاڻ وارين عورتن سان جنسي لاڳاپا رکڻ کان نفرت ڪندا هئا. جڏهن تہ انهن جي ڏند ڪٿائن ۾ ائين نہ هو. عيسائي هڪ زال رکڻ تي عمل ڪندا هئا تہ پادرين بائيبل کي قانوني بنائي ڇڏيو هو. غلاميءَ کي ختم ڪري ويو هو جڏهن تہ پادرين بابيئل جي سند تي ان کي پاڪ قرار ڏنو. اسان جي پنهنجي دور ۾چرچ اهڙن اخلاقي ضابطن جي حق ۾ وڙهي ٿو جنهن سان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ صنعتي انقلاب بظاهر مري چڪو آهي. آخرڪار زميني قوتون حاوي ٿي وڃن ٿيون. اخلاقيات آهستي آهستي معاشي ايجاد سان موافقت رکي ٿي ۽ مذهب وري اخلاقي تبديليءَ سان موافقت پيدا ڪري وٺي ٿو. مذهب جو اخلاقي ڪم نوان قدر پيدا ڪرڻ نہ پر قائم ٿيل قدرن کي محفوظ ڪرڻ آهي. ان ڪري مذهبي ۽ معاشري ۾ ڇڪتاڻ هر تهذيب جي اعليٰ درجن جي نشاندهي ڪريہ ٿي. خوف ۾ ويڙهيل ۽ منجهل ماڻهوءَ کي ئي جادو امانت جي آڇ سان مذهب جي شروعات ٿئي ٿي ۽ ڪنهن قوم کي اخلاق ۽ عقيدن جي وحدت ڏيڻ ۾ ان جي پڄاڻي ٿئي ٿي. جيڪا ڳالهہ سياستدانن ۽ آرٽ کي ڏاڍي سٺي لڳي ٿي. اهو ماضيءَ جي لاش کي زندگي ڏيڻ جي ڪوشش ۾ آپگهات ڪري ڇڏي ٿو. جيئن جيئن علم وڌي يا بدلجي ٿو تہ ڏند ڪٿائن يا الاهيات سان ٽڪرائجي ٿو. فن ۽ علمن جون پنڌتي ضابطو اذيت ناڪ قيد يا نفرت انگريز رڪاوٽ محسوس ٿئي ٿو ۽ ذهني ۽ عقلي تاريخ سائنس ۽ مذهب جي وچ ۾ هڪ مخالف ليڪ جي شڪل اختيار ڪري وٺي ٿي. جيڪي ادارا اڳ پادري طبقن جي هٿ ۾ هئا مثال طور قانون، سزا تعليم، اخلاقيات، شادي ۽ طلاق، اهي انهن جا هٿن مان نڪري سيڪيولر ۽ دنياوي ٿي ويندا آهن. دانشور طبقو قديم الاهيات ۽ ان سان گڏوگڏ ان سان لاڳاپيل اخلاقي ضابطي کي بہ ڇڏي ڏيندو آهي.

ادب ۽ فلسفو پادري دشمن تي ويندو آهي. آزاديءَ جي تحريڪ عقل ۽ دليل جي پوڄا تائين وڃي پهچندي آهي ۽ يقين ۽ تصور بابت مفلوج ڪندڙ جادو جي ازلي جو شڪار تي ويندي آهي. مذهبي سهارن ڪان محروم چال چلت عياشيءَ واري انتشار جو شڪار تي ويندي آهي. عقيدي ڪان سواءِ زندگي شعوري غربت ۽ غير شعوري اميري ٻنهي لاءِ ٻوجهه بنجي وڃي تي. آخرڪار معاشرو ۽ انجو مذهب ٻئي زوال جو شڪار تي ويندا آهن. جيئن جسم ۽ روح هڪ لحاظ سان مري ويندا آهن. ساڳيءَ ريت مظلومن ۾ هڪ ٻي ڏندڪتا جنم وٺندي آهي. جيڪا انساني اميدن کي نئين شڪل ۽ انساني ڪوشش کي نئون ولولو ڏيندي آهي. ۽ صدين جي انتشار ڪان پوءِ نئين تهذيب جي اڏاوت ڪندي آهي.

باب پنجون

# تهذيب جا ذهني عنصر

## (I)

### تحرير

شروع ۾ لفظن ئي انسان کي انسان نـاهيو. انهن عجيب ۽ غريب آوازن کان سواءِ، سوچ الڳ تـلـڳ هئي ۽ شين کي ڇهڻ يا ڏسڻ جي تجربن تائين محدود هئي. ڪل کي جزن کان ڌار ڪري ۽ شين کي انهن جي خصوصيتن سان پيئي نہ ڏٺو ويندو هو. جنس (Class) جي نمائندگي ڪندڙ لفظن کان سواءِ ڪنهن خاص انسان بابت سوچي سگهجي ٿـو. پر انسان کي بطور جنس (Class) جي نہ ٿـو سوچي سگهجي. جوتہ اکيون مادي انسان کي ڏسن ٿـيون، انسان جي "تجريدي تصور" کي نہ ٿيون ڏسن. انسانيت جي شروعات ان وقت ٿـي جڏهن ڪجھ جانور ۽ ڪجھ انسان نما ماڻهو غار يا وڻ تي پلتـي هئي پهريون اکر ايجاد ڪرڻ تي سوچيو پهريون آواز جنهن هڪ جهڙي شين جي گروپ جي نشاندهي ڪئي. "گهر" جنهن جو مطلب سمورا گهر هجي. انسان جنهن مان مراد سمورا انسان هجن ۽ روشنيءَ مان مراد هر اها روشني جيڪا سمنڊ يا زمين تي چمڪي هجي. ان لمحي کان انسان هڪ نئين ۽ اڻ ڪٽ ذهني سفر جي شروعات ڪئي. لفظ سوچ لاءِ ائين ڪم اچن ٿا، جيئن ڪنهن ڪم لاءِ اوزار ڪم ايندا آهن. پيداوار گهڻو ڪري اوزار جي ترقيءَ تي دارومدار رکي ٿي.

جيئن تہ شروعات بابت سڀ ڪجھ اندازا ئي هئا. ان ڪري ڳالھ ٻولھ جي شروعات ۾ تخيل بلڪل آزاد رهيو. شايد زبان جي پهرين

شڪل جنهن جي اشارن وسيلي ابلاغ چئي سگهجي ٿو، هڪ جانور جو ٻئي جانور کي محبت جو سڏ هو. هڪ ٻئي کي خبردار ڪرڻ ۾ دهشت گرد مان نڪرندڙ آواز، ماءُ جو پيار کي سڏ، جنونيءَ جا آواز ۾ پيدائش جي خوشيءَ جو اظهار، هڪ وڻ جو ٻئي وڻ سان گسجي چيڪڻ ٿيڻ، سمورن جاندارن طرفان انسان جي گفتار جون تياريون هيون.

شيلون فرانس ويجهو جهنگ ۾ رهندڙ هڪ ڇوڪري خوفناڪ رڙين ۽ غراهٽ کان سواءِ ٻي ڳالهه نه ڪري سگهنديءَ هئي. جهنگ جا اهي جيئرا آواز اسان جي ڪنن کي بي معنيٰ لڳن ٿا. اسان فلسفيا نه مزاج جي مالڪ ڪتي دورڪيءَ" وانگر آهيون جيڪي پنهنجي مالڪ بابت چوي ٿو ته منهنجي آواز جو ڪجهه نه ڪجهه مطلب هوندو آهي." جڏهن ته منهنجو مالڪ گهڻو ڪري بي معنيٰ بڪواس ڪندو رهندو آهي. وٽ مين ڪريگ ڪبوترن جي حرڪتن ۾ گوڙ جي وچ ۾ عجيب معنيٰ ڳولي ورتي آهي. دويون پکين ۾ ڳيري جي استعمال ڪيل ٻارهن مخصوص آوازن، ڪتي جي پندرهن ۾ سگن وارن جانورن جي ٻاويهن آوازن آوازن کي پيتيو آهي. گارنر کي معلوم ٿيو ته جابلو ٻڪريءَ جا ڇيلڙا ويهن مختلف آوازن ۾ بي شمار جسماني حرڪتن سان پنهنجي گفتگو جاري رکن ٿا. لفظ جي ان معمولي ذخيري کان اسان ڪجهه وکون اڳتي هلون ٿا ته هڪ سادو ماڻهو پنهنجي روزاني جي زندگيءَ ۾ ٽي سؤ لفظ استعمال ڪندو نظر اچي ٿو.

ابتدائي سوچ جي ابلاغ ۾ جسماني حرڪت بنيادي درجي تي جڏهن ته گفتار ٻئي درجي تي نظر اچي ٿي. جڏهن گفتگوءَ مان ڪم نه هلندو آهي ته اشارن کان ڪم ورتو پوندو آهي. اتر آمريڪا جي انڊين ماڻهن جون بي شمار زبانون هيون. گهڻا شادي شده ٻن مخلتف قبيلن مان هوندا هئا ان ڪري انهن جي وچ ۾ ابلاغ لفظن بجاءِ اشارن وسيلي ٿيندو هو. ليوس مارگن هڪ اهڙي جوڙي کان واقف هو جيڪو ٽن سالن تائين ڳالهائڻ لاءِ اشارا ئي ڪندو رهيو. ڪجهه هندستاني زبانن ۾ جسماني حرڪتن جي ايڏي اهميت هئي جو ماڻهو اونداهيءَ ۾ ڳالهائي نه سگهندا هئا.

شايد پهريان انساني لفظ تعجب جي حوالي سان هئا. جانون وانگر جذبي جو اظهار، پوءِ اسم جن سان گڏ رخ ڏانهن اشارا به شامل هئا. پوءِ

هڪ ٻئي جو نقل ڪرڻ وارا آواز جيڪي وقت سان گڏ شين يا فصلن جا نالا ٿي ويا. هزارين سالن جي غير يقيني لساني تبديلين ۽ پيچيدگين کان پوءِ هر زبان ۾ اڃان به سوين نقل ڪرڻ وارا لفظ موجود آهي. قديم برازيل جي ڪائيڪونا قبيلي جو ڇنڇ لاءِ مڪمل نقل وارو لفظ هيٽشو Haits-chu موجود هو. شايد ان ئي طرح شروعات ۾ هر زبان جا بنيادي لفظ وجود ۾ آيا.

سادگيءَ جي اعتبار کان فطري قومن جون زبانون لازمي طور اڻ سڌريل نه آهن. انهن مان ڪيترين ئي لفظن جي ذخيري جي اعتبار کان ۽ ڍانچي جي لحاظ کان ساديون آهن پر ڪجھ اسان جي زبانن وانگر ڳتيل ۽ منجهيل ۽ چيني زبان کان وڌيڪ منظم آهن. انهن ۾ لفاظي به شامل آهي. تقريباً مڙئي اڻ سڌريل دور جون زبانون ہاڻ کي جزن ۽ حسن تائين محدود رکن ٿيون جڏهن ته ڪلي لحاظ کان ناڪافي هيون. آسٽريليا جا ماڻهو ڪتي جي پڇ ۽ ڳئون جي پڇ لاءِ ڪوبه لفظ ڪتب آڻيندا آهن پر سندن زبان ۾ پڇ لاءِ ڪوبه لفظ ڪونه هو. تسمانيا ۾ خاص وڻن جا ڌار ڌار نالا هئا پر وڻ جو عام لفظ موجود نه هيو. چوڪسٽا جا انڊين ڪاري شاهه بلوط، اڇي ۽ ڳاڙهي شاهه بلوط جا ڌار ڌار نالا وٺندا هئا پر شاهه بلوط لاءِ ڪوبه نالو نه هو. گهڻن قبيلن ۾ رنگ لاءِ ڪو ڌار نالو موجود نه هو جنهن ڪي رنگدار شين رنگدار شين سان پيئي سگهجي فڪري ترقيءَ سان گڏوگڏ اهڙا اصطلاح گڏيل لاڳاپن مان پيدا ٿيندا نظر اچن ٿا جيڪي لطافت ۽ تمدن جون علامتون بنجي وڃن ٿا. لفظن انسان کي ايڏو ته گهڻو ڪجھ ڏنو جو اهي مقدس محسوس ٿيڻ لڳا. اهي جادو جا فارمولا ٿيا. انهن جي اهميت ان وقت گهٽي هئي جڏهن اهي بي معنيٰ هئا. انهن سان نه رڳو سوچ ۾ وضاحت آئي بلڪ بهتر معاشرتي تنظيم به وجود ۾ آئي. لفظن تعليم جي بهترين ذريعن ۽ علم ۽ فن جي ابلاغ سان نسلن کي ذهني طور تي ڳنڍيو. هنن ابلاغ جو اهڙو رابطو تخليق ڪيو جنهن سان هڪ نظريو يا عقيدو ماڻهن کي هڪ وحدت ۾ ملائي ٿي سگهيو لفظن تصورن جا نوان رستا کوليا ۽ زندگيءَ جي وسعت ۽ مفهوم کي ڪشادگي بخشي. ڇا ڪا ٻي ايجاد طاقت ۽ عظمت ۾ "لفظ" جي برابر ٿي سگهي ٿي؟.

سوچ جي وسعت کان پوءِ ڳالهائڻ جو سيني کان وڏو تحفو تعليم هو. تهذيب، آرٽ، عادتن ۽ اخلاق جو خزانو آهي، جنهن سان فرد ذهني ترقيءَ ۾ پنهنجي غذا حاصل ڪندو آهي. تهذيب جي زندگي تعليم جي مٿان دارو مدار رکي ٿي.

اڻ سڌريل ماڻهن جي تعليم ۾ غيرضروري نماءُ ۽ ڏيکاءُ ڪونه هو. انهن لاءِ تعليم رڳو مهارت جو ابلاغ ۽ ڪردار جي سکيا هئي. هر شاگرد جو استاد مان ڀرپور لاڳاپو هوندو هو. ان سڌي سنئين ۾ عملي سکيا اڻ سڌريل ٻار جي واڌ ويجهه ۾ تيزي پيدا ٿي. اوماها جي قبيلن ۾ ڏهن سالن جي عمر تائين ڇوڪرو پنهنجي پيءُ جا سمورا فن سکي وٺندو هو ۽ عملي زندگيءَ لاءِ تيار ٿي ويندو هو. اليوٽن قبيلي ۾ ڏهن سالن جو ڇوڪرو پنهنجو گهر ٺاهي وٺندو هو ۽ ڪن صورتن ۾ ته زال به حاصل ڪري وٺندو هو. نائيجيريا ۾ ڇهن يا اٺن سالن جو ڇوڪرو پنهنجي والدين جو گهر ڇڏي پنهنجي جهوپڙي ٺاهي وٺندو هو ۽ شڪار ۽ ماهيگيريءَ وسيلي زندگي گذاريندو هو. اڪثر اهو تعليمي طريقه ڪار جنسي زندگيءَ جي شروعات سان ئي ختم ٿي ويو. وقت کان اڳ بلوغت سان گڏو گڏ وقت کان اڳ جمود به پيدا ٿي ويو. انهن حالتن ۾ ٻارهن سالن جو ڇوڪرو بالغ ۽ 25 سالن ۾ پوڙهو ٿي ويندو هو. ان جو اهو مطلب هرگز نه آهي ته "وحشي انسان" جو ذهن ٻاراڻو هو پر هن وٽ جديد ٻار وانگر سهولتون ۽ موقعا نه هئا. هو ڊگهو ۽ محفوظ ٻالڪپڻو گذاري نه پئي سگهيو جيڪا شيءِ تهذيبي ورثي جو مڪمل ابلاغ ڪري ها. فطري انسان جو ماحول وڏيڪ ديريا هو. ان لاءِ چستيءَ جي نه پر همت ۽ ڪردار جي ضرورت هئي. جهڙيءَ ريت جديد تعليم عقل تي ڀروسو ڪري ٿي. اهڙيءَ طرح اڻ سڌريل دور جو پيءُ ڪردار تي ڀروسو ڪندو هو. هو عالم فاضل نه پر انسان بنجڻ جي چڪر ۾ هو. ان ڪري باضابطه شرڪت جي رسمن جو مقصد علم جو نه پر حوصلي جو امتحان وٺڻ هوندو هو، اهي رسمون نوجوان جي بلوغت تائين پهچڻ ۽ قبيلي جي ميمبرشپ حاصل ڪرڻ جي نشاندهي ڪنديون هيون. انهن جو مقصد نوجوان نسل کي جنگ جي سختين ۽ شاديءَ جي ذميوارين لاءِ تيار ڪرڻو هو. ان ريت جي باضابطه شرڪت جا ڪجهه امتحان وڏيڪ خوفناڪ ۽

باغيانہ هئا. ڪافرن ۾ جيڪي ڇوڪرا بلوغت جا اميدوار هوندا هئا انهن کي ڏينهن جو ڏکيو ڪم ڪرڻ لاءِ ڏنو ويندو هو ۽ رات جي وقت سمهڻ نہ ڏنو ويندو هو. ايستائين جو اهي ٿڪ ڪان چور ٿي ڪري پوندا هئا. ان کي وڌيڪ يقيني بنائڻ لاءِ انهن کي زور سان ڇهبڪ هنيا ويندا هئا ۽ انهن جي جسمن مان رت وهڻ لڳندي هئي. ان عمل جي نتيجي ۾ گهڻا ڇوڪرا مري ويندا هئا. پر شايد سندن وڏا ان معاملي کي سندن زندگيءَ جي بقا جي اڳڪٿيءَ جي طور تي وڌيڪ فلسفياڻي طريقي سان سوچيندا هئا. باضابط شرڪت جون رسمون گهڻو ڪري ڇوڪرائپ جي خاتمي ۽ شاديءَ جي تيارين جي نشاندهي ڪنديون هيون. ڪنوار اهو ضد ڪندي هئي تہ گهوٽ تڪليف برداشت ڪرڻ جي حوصلي جو ثبوت فراهم ڪري. ڪانگو جي ڪيترن ئي قبيلن ۾ باقاعدي شرڪت جي رسم طهر جي صورت ۾ ادا ٿيندي هئي. جيڪڏهن نوجوان سوسٽ ڪندو هو يا رڙ ڪندو تہ ان جي مائٽن کي مار ڪيي ويندي هئي ۽ ان نوجوان جي ٿيڻ واري ڪنوارجيڪا ان رسم کي غور سان ڏسندي هئي. ان کي نفرت مان اهو چئي رد ڪري ڇڏيندي هئي تہ ڪيس مڙس جي طور تي هڪ ڇوڪري قبول نہ آهي.

اڻ سڌريل دور جي تعليم ۾ لکت (تحرير) جو استعمال نہ هو. فطري ماڻهن کي يورپ وارن جو ڊگهي مفاصلي جي باوجود تحريري رابطو پريشان ڪندو هو گهڻن قبيلن پنهنجي مهذب پرماري قبيلن جي ڪاپي ڪندي لکڻ سکي ورتو هو. پر گهڻا قبيلا مثال طور اتر آفريقا جا ماڻهو پنج هزار ورهين جي پڑهيل لکيل قوم سان تعلق جي باوجود اڻ پڑهيل رهيا. سادا قبيلا جيڪي ٻين جي پيٽ ۾ اڪيلائيءَ جي زندگي گذاريندا هئا ۽ سندن ڪابہ تاريخ نہ هئي، تحرير جي ضرورت ئيٰ محسوس نہ ڪندا هئا. انهن جو حافظو ايڏو تہ مضبوط هو جو ڪين ڪجھ ياد رکڻ ضروري نہ هو. اهي جيڪي ڪجھ ڄاڻيندا هئا انهن کي پنهنجي ذهنن ۾ محفوظ ڪري وٺندا هئا. جيڪو تاريخي رڪارڊ ۽ تهذيبي ورثو ضروري هوندو هو، ان کي پنهنجيٰ ٻارن تائين زباني منتقل ڪري ڇڏيندا هئا. ان زباني روايت ۽ لوڪ ورثي جي بنياد تي ادب وجود ۾ آيو. تحرير جي ايجاد جي هڪ ڊگهي عرصي تائين ان ڪري مخالفت ڪئي ويندي رهي جو سندن

بقول اها اخلاق جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيندي. هڪ مصري اسطور موجب جڏهن ديوتا ٿوٿ پنهنجي تحرير جي ايجاد جو انڪشاف بادشاهه "ٿامس جي اڳيان ڪيو تہ ان نيڪ بادشاهه ان ديوتا کي تهذيب جو دشمن ۽ ملعون قرار ڏنو ۽ بادشاهه احتجاج ليو تہ جيڪي ٻار ۽ نوجوان پنهنجي ٻڌل ڳالهين کي پنهنجي ياداشتن ۾ محفوظ رکن ٿا. اهي تحرير وسيلي پاڻ تي انحصار ڪرڻ ۽ پنهنجي حافظي کان ڪم وٺڻ ڇڏي ڏيندا.

بي شڪ اسان ان عظيم رانديڪي (تحرير) جي بنياد بابت اندازو هڻي سگهون ٿا. تحرير شايد ٿانو ٺاهڻ جي ٽريڊ مارڪ کان شروع ٿي. شايد قبيلن جي وچ ۾ واپار جي ترقيءَ سان لکيل اشارن جو نظام ضروري ٿي ويو هو. ان جون ابتدائي شڪليون واپاري شين جون روايتي تصويرون هيون. جهڙي ريت واپار وسيلي مختلف زبانن جي قبيلن جو پاڻ ۾ تعلق پيدا ٿيو، ان لاءِ گڏيل طور تي سمجهہ جوڳو طريقہءِڪار ۽ ابلاغ ضروري ٿي ويو هو. شايد سيني کان اڳ تليل علامتون انگ هئا، جيڪي گهڻو ڪري متوازي نشانين واري شڪل جا هئا هٿ جي آڱرين جي نمائندگي ڪندا هئا. اسان اڄ بہ انگ ڳڻڻ لاءِ هٿ جي آڱرين جو استعمال ڪيون ٿا. اهڙا لفظ مثال طور FIVE جرمن لفظ FUNF ۽ يوناني لفظ PENTE جو اصل مطلب هٿ آهي. اهڙي ريت رومي انگ آڱرين جي نشاندهي ڪندا آهن. V هڪ کليل هٿ جي نمائندگي ڪندو آهي. X ٻہ V هئا جيڪي پاڻ ۾ مليل هئا. تحرير پنهنجي شروع ۾ (جيئن اڄ بہ چين ۽ جاپان ۾ موجود آهي) ڊرائنگ ۽ آرٽ ٺاهڻ جي شڪل ۾ هئي. انسان جيسيتائين لفظن جو استعمال نہ ڪيو تيستائين جسماني حرڪتن کان ڪم ورتائين. ساڳيءَ هن پنهنجي سوچ جي ترسيل لاءِ تصويرون استعمال ڪيون. هر اکر ۽ لفظ ڪڏهن هڪ تصويرو هو. قديم چيني تصويرون جيڪي تحرير جو بنياد هيون انهن کي KU-WAN چوندا هئا. جنهن جو مطلب اشاراتي تصويرون هو. ٽوٽم جا "پوب هيڪٽو گراف" تحرير هئا جيئن مين ٻڌائي ٿو تہ اهي قبائلي آٽو گراف هئا (جيئن اسان وٽ سنڌ ۾ اجان تائين بہ هر ذات جا ماڻهو پنهنجي کليل جانورن کي هڪ مخصوص نشان ٺاهي ڇڏيندا آهن ۽ انهن کي داغ چئبو آهي. هر ذات ۽ برادريءَ جا مخصوص داغ آهن. شر قبيلي ۾ مال جي ڪپي ڳتي تي Y جو نشان

ٿاهي ڇڏيندا آهن. مترجم) ڪجھ قبيلا ياداشت جي مدد يا ڪنهن پيغام پهچائڻ لاءِ ڏنڊن واريون شيون ڪتب آڻيندا هئا. ڪجھ ٻيا قبيلا مثال طور الگون ڪوئن انڊين نہ رڳو لٺين کي ڏنڊ ٺاهيندا هئا پر انهن تي تصويرون بہ ٺاهيندا هئا جيڪي ننڍا ننڍا ٽوٽم جا نشان (داغ) بنجي ويندا هئا. پيرو ويا جا انڊين عددن ۽ تصويرن جو پورو رڪارڊ مختلف رنگن جي ڌورين کي ڳنڍيون ڏيئي رکندا هئا. شايد ڏکڻ آفريقي انڊين جي زندگيءَ تي ان حقيقت جي ڪري بہ ڪجھ روشني پوي ٿي تہ اوير آرڪي پيلاگو ۽ پوليءَ جي علائقن ۾ اهڙو ئي دستور هو. لائوزي چينين کي سادي زندگي ڏانهن موٽڻ جي تاڪيد ڪندي صلاح ڏيئي ٿو تہ اهي پنهنجي ڳنڍين ۽ ڌورين جي شروعاتي مرحلي کي بہ ڪتب آڻين تہ بهتر ٿيندو.

تحرير جون وڌيڪ ترقي يافتہ شڪليون فطري انسان ۾ پکڙيل ملن ٿيون. سائوٿ سيز جي اليسٽر ٻيٽ تي صورتي تي لکت جون اسڪرپٽون مليون آهن. ڪيرولين ٻيٽ تي هڪ اهڙي لکت ملي آهي جيڪا ايڪونجاھ علامتن تي ٻڌل آهي ۽ تصويرن ۽ تصورن جي عڪاسي ڪري ٿي. روايت مان خبر پوي ٿي تہ کھڙيءَ ريت اليسٽر ٻيٽ جا پوڄاري ۽ سردار تحرير جو سمورو علم پاڻ تائين محدود رکڻ چاهيندا هئا ۽ کھڙيءَ ريت هر سال ماڻهو پڙهجندڙ تختيون ٻڌڻ لاءِ گڏ ٿيندا هئا؟ پنهنجي ابتدائي مرحلن ۾ تحرير هڪ پر اسرار ۽ پاڪ شيءِ هئي. اسان ان باري ۾ يقين سان نہ ٿا چئي سگھون تہ پولي نيسيا جا اهي سودا تاريخي تهذيبن جا ماخذ نہ هئا. تحرير تهذيب جي علامت آهي. سڌريل ۽ اڻ سڌريل انسانن جي وچ ۾ نازڪ فرق مان سيني ڪان گهٽ غيريقيني آهي.

ابتدائي طور تي ادب نہ لفظ هو نہ اکر. اهو پوڄارين جي ڀڄڻ يا جادو جي اکرن طور پيدا ٿئي ٿو. جنهن کي گهٽو ڪري پنڊت ادا ڪندا هئا ۽ ياداشتن ۾ زباني ڪلامي منتقل ٿي ويندو هو. رومي شاعر کي CARMINA چوندا هئا جنهن جو مطلب شعر ۽ افسانا هو. يونانين ۾ لفظ ODE جو مطلب جادو هو. اهو ئي مطلب انگريزي لفظ RVNE ۽ LAY ۽ جرمن لفظ LIED جو آهي. شايد وزن (RHYTHM) ۽ ميٽر فطرت ۽ جسماني زندگيءَ جي تناسب تان ورتل هو. جنهن کي ظاهر ي طور تي جادوگرن ترقي ڏني تہ جيئن پنهنجي شاعريءَ جي منترن کي ترقي

ڏياري انهن کي وڏايو وڃي. يونانين پهريان بحرڊيلفي جي پنڊتن ڏانهن منسوب ڪيا هئا جن بابت تصور ڪيو ويندو هو ته هنن عبادت خانن ۾ ديوتائن سان صلاح مشوري لاءِ بحر ايجاد ڪيا هئا. آهستي آهستي انهن پنڊتي بنيادن مان شاعر خطيب، تاريخدان، شاهي ڪارنامن جو رڪارڊ رکڻ وارا، شاعر مقدس ڀڄن ڳائڻ وارا ۽ زرميه داستان کي محفوظ ڪرڻ وارا ۽ موسيقار داستانن کي موسيقي ڏيڻ وارا پيدا ٿيا، جيڪي بادشاهن ۽ ماڻهن کي سکيا ڏيندا هئا. ان ڪري فجي، تبيتي ۽ نيوميڪبدونيا ۾ سرڪاري خطيب ۽ راوي هوندا هئا، جيڪي خاص موقعن تي تقريرون ڪندا هئا. (جيئن اسان وٽ سمن ۽ سومرن جي دور ۾ ڀٽ، ڀان ۽ چارڻ هوندا هئا مترجم) قبيلي جي جنگجوئن ڪين ابن ڏاڏن جا ڪارناما ٻڌائي انهن ۾ ولولو پيدا ڪندا هئا. ۽ قوم جي ماضيءَ جي بي عظمتن کي وڏائي پيش ڪندا هئا. اسان جي ڪجھ تاريخدانن سان سندن ڪيڏي نه هڪجهڙائي آهي. اتر قطب جي ماڻهن وٽ سرڪاري شاعر هئا جيڪي ڳوٺ ڳوٺ ڳائيندا ڦرندا وتندا هئا. انهن وٽ محبت جا گيت گهٽ هوندا هئا. اهي گهڻو ڪري جسماني دليري، جنگ يا والدين ۽ ٻارن جي لاڳاپن تي نظم پڙهندا هئا. هتي اسان ايسٽر ٻيٽ مان ملندڙ ڦرحين مان هڪ پيءُ جو نوحو پيش ڪيون ٿا جيڪو جنگ جي ڪري پنهنجي ڌيءَ کان جدا ٿي ويو هو.

منهنجي ڌيءَ جي سڙهه،
دشمن قبيلن جي طاقت سان ڪڏهن نه ڀڳو،
منهنجي ڌيءَ جي سڙهه
هو نيتي (ڪنهن قبيلي يا ماڻهوءَ جو نالو) جي سازش کان محفوظ رهيو.
هوءَ پنهنجي مڙني جنگين ۾ سوڀاري رهي.
ان کي معدني گلاس ۾ زهريلو پاڻي پيارڻ لاءِ ڪوبه برغلائي نه سگهيو.
ڇا ڪڏهن منهنجو ڏک ختم ٿي سگهي ٿو؟
اسان کي سمنڊن جدا ڪري ڇڏيو آهي.
اي منهنجي ڌيءُ! اي منهنجي ڌيءُ!
مان وسيع ۽ پاڻيءَ سان ڀريل رستي کان افق کي ڏسان ٿو،
اي منهنجي ڌيءُ! منهنجي ڌيءَ!

(II)

## سائنس

هربرٽ اسپينسر جي مستند راءِ موجب لکت وانگر سائنس جي شروعات بہ پنڊتن ڪئي ۽ اها آسماني مشاهدن کان شروع ٿي. اها مذهبي ڏٿن ۾ جاري رهي ۽ ان کي مندرن ۾ محفوظ رکيو ويو ۽ پنڊتي نسلن جي دور تي اينڊڙ نلسن کي منتقل ڪيو ويو. ان معاملي ۾ بہ اسانِ شروعات جي باري ۾ اندازوئي لڳائي سگهون ٿا. شايد تهذيب وانگر سائنس جي شروعات بہ زراعت ۽ جيوميٽري سان ٿي. جيئن لفظ مان ظاهر آهي تہ جيوميٽري زمين جي ماپ هئي. فصلن ۽ موسمن جي حساب ڪتاب لاءِ تارن جي مشاهدن ۽ ڪئلينڊر جي ضرورت محسوس ٿي جنهن مان شايد هيئيت جي علم جنم ورتو. جهاز رانيءَ مان سامونڊي علم جي ترقي ٿي. واپار مان رياضي، مختلف فنن مان فزڪس ۽ ڪيميسٽريءَ جي پيڙھ پئي.

ڳڻپ شايد ڳالهائڻ جي پهرين شڪيلن مان هڪ هئي ۽ گهڻن قبيلن ۾ اڄ بہ اها هڪ خوشگوار مظهر آهي. تسماني ماڻهو ٻن تائين ڳڻيندا هئا. هڪ ٻہ ۽ گهڻا برازيل جاگوراني "هڪ ٻہ ٽي چار ۽ لاتعداد" کان اڳتي نہ وڌيا. نيو هاليندرز وٽ ٽي چار جا لفظ ئي نہ هئا. ٽي اهي "ٻن هڪ" کي چوندا هئا ۽ چئن کي "ٻہ ٻہ" چوندا هئا. دمارا جا ماڻهو ٻن رڍن کي چئن چئن لٺين جي بدلي ۾ ٻيو ٻيرو پڻ هڪ رڍ کي ٻن لٺين جي بدلي ۾ ڏيندا هئا. اڳ ڳڻپ آڱرين تي ڪئي ويندي هئي پوءِ ڏهاڪي وارو نظام وجود ۾ آيو. ان ڪري ڪجھ عرصو پوءِ جڏهن ٻارهن جي انگ تائين ماڻهن جي پهچ ٿي ويئي تہ اهو انگ تمام گهڻو مقبول ٿي ويو. ڇوتہ پهرين ڇهن مان پنج انگ ٻارهن کي ونڊي سگهندا هئا. ان ڪري ٻارهن نظام پيدا ٿيو: جيڪو اڄ بہ انگريزيءَ ۾ ماپ جي نظام ۾ موجود آهي هڪ سال ۾ ٻارهن مهينا هڪ شلنگ ۾ ٻارنهن پينس هڪ درجن ۾ ٻارنهن شيون، هڪ گروس ۾ ٻارنهن درزن، هڪ فوٽ ۾ ٻارهن انچ. ان جي ابتڙ تيرهن کي ونڊي نہ سگهبو هو، ان ڪري سدائين لاءِ بدقسمت انگ بڻجي ويو. هٿن جي آڱرين ۾ پيرن جي آڱرين جي واڌاري سان ويهن جو تصور ايريو ۽ فرانس ۾ ان انگ جو استعمال ڪثرت سان ڪيو ويو. جسم جي باقي حصن ماپ جي معيار جو ڪم ڏنو. هٿ هڪ هڪ

گرانٽ (نو انچ) هڪ انچ لاءِ هڪ اگوٺو (فرانيسسي زبان ۾ ٻئي لفظ هڪ ئي معنيٰ ڏيندا هئا) وچين آڱر کان ٻئي ٺونٺ تائين هڪ گز، هڪ ايل هڪ هٿ جي برابر ۽ پير هڪ فوٽ جي برابر هو. شروعاتيءَ زماني ۾ آڱرين سان ڳڻ پٿرين جو نہ وڌارو ڪيو ويندو هو. لفظ ABACUS ۽ پٿري Calculus جيڪو لفظ CACULATED مان نڪتل آهي. اسان لاءِ هڪ پيرو*وري انڪشاف ڪري ٿو تہ ابتدائي ۽ جديد انسان ۾ ڪيڏو گهٽ فرق آهي. تصويرون ان اڻ سڌريل سادگيءَ کي پسند ڪندو هو. ۽ همگير تاثر جو اظهار ڪندو هو تہ "هڪ ايماندار شخص کي پنهنجي ذهن آڱرين کان وڌيڪ ڳڻڻ جي ضرورت ئي نہ ٿي پوي. ڪجھ معاملن ۾ هو پنهنجي پيرن جيَ آڱرين جو واڌارو ڪري سگهي ٿو. مان چوان ٿو تہ اسان جا معاملا ٻن يا ٽن قسمن جا هئڻ گهرجن. سون يا هزارن قسمن جا نہ. ڏھ لک ڳڻڻ بجاءِ اڌ درجن تائين ڳڻيو ۽ پنهنجي حساب ڪتاب کي آڱوٺي جي نهن تائين رکو."

آسماني ستارن جي حرڪت سان وقت جي ماپ شايد هئيت جي علم جي شروعات هئي. لفظ Measure لفظ Month وانگر ۽ شايد لفظ Man (ماپ ڪندڙ) ۽ Moon سيني جو بنياد ساڳيو ساڳيو آهي. سالن ۾ وقت جي پيمائش ڪرڻ کان گهڻو اڳ انسان چنڊ وسيلي وقت جي ماپ ڪئي. پيءُ جي ظهور وانگر سج بہ ان جي پيٽ ۾ پوءِ جي دريافت هئي. ايستائين جو اڄ بہ اليسٽر جو حساب ڪتاب چنڊ جي ڏسڻ سان ٿيندو آهي. پولينيسن جو ڪئلينڊر تيرهن مهينن جو هو جنهن جي ضابط بندي چنڊ وسيلي ٿيندي هئي. جڏهن انهن جو قمري سال موسمن جي مقابلي کان ڏار ٿيندو هو تہ هو هڪ چنڊ گهٽائي توازن حاصل ڪري وٺندا هئا پر آسمانن جو اهڙو معقول استعمال تمام گهٽ ٿيندو هو. نجوم جو علم هيئت جي علم کان گهڻو پراڻو آهي. سادا ماڻهو وقت گذارڻ بجاءِ قسمت گذارڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي رکندا هئا. انساني مقدار ۽ ڪردار بابت تارن جي اثر جا اڻ ڳڻيا وهم پيدا ٿي ويا. انهن مان گهڻا وهم ۽ وسوسا تہ اڄ بہ زنده آهن. شايد اهي وسوسا نہ آهن پر سائنس جي پيٽ ۾ هڪ ٻئي قسم جي غلطي آهن.

فطري انسان فزڪس کي نہ جوڙيو پر ان کي استعمال ڪيو. هو

پروجيڪٽائيل جو صحيح رستو نہ تہ ٻڌائي سگهي پر تير صحيح نشاني تي هڻي سگهي ٿو. ان وٽ ڪيميائي علامتون نہ آهن پر هو هڪ نظر ۾ ٻڌائي سگهي ٿو تہ ڪهڙو ٻوٽو زهريلو ۽ ڪهڙو کائڻ لائق آهي. هو گوشت ۾ لڳل ڏڪ کي نيڪ ڪرڻ لاءِ جڙي ٻوٽيون ڪتب آڻي ٿو. هتي وري اسان کي مذڪر ۽ مؤنث جنس ۾ فرق ڪرڻ گهرجي شايد پهريون ڊاڪٽر عورتون هيون. ان لاءِ نہ تہ اهي مردن جون فطري نرسون هيون ۽ نہ ئي ان لاءِ تہ اهي دائيءَ جو ڪم ڪنديون هيون پر زمين سان ويجهي لاڳاپي جي ڪري انهن کي ٻوٽن جو اعليٰ علم جو حاصل ٿيو ۽ هنن پنڊتن جي جادو ۽ ڦيٽن جي ابتڙ دوائن جي علم کي هٿي وٺرائي. ابتدائي زماني کان وٺي ان زماني تائين جيڪو اسان جي حافظن ۾ محفوظ آهي، عورتون ئي دوا درمل ڪنديون هيون. جڏهن عورت علاج ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي ويندي هئي تڏهن اڻ سڌريل مريض طبيب وٽ ويندو هو.

اها ڳالهہ ڏاڍي حيران ڪندڙ آهي تہ اڻ سڌريل دور جو طبيب بيماريءَ بابت پنهنجي نظرين (جن مان مراد جسم جو ڪنهن ڏارئي روح يا قوت جي غلبي ۾ اچي وڃڻ آهي) جي باوجود ڪيترائي علاج ڪندو هو. سنڌس بيماريءَ جو نظريو اڄوڪي جراثيمن واري نظرئي کان ڪو گهٽ مختلف نہ آهي جيڪو طب جي علم ۾ اڄ بہ عام لفظ آهي. علاج جو سيني کان وڌيڪ عام طريقو جادوئي ظاهر منتر هئا، جيڪي بدروحن کي قابو ڪري وٺندا هئا يا انهن کي پيڇائي ڇڏيندا هئا. علاج جو اهو طريقو ايڏو عام نظر اچي ٿو جو ان جو طريقو گادڙين سوئر جي کهاٽيءَ ۾ ڏسي سگهجي ٿو ايسيتائين جو اڄ بہ گهڻا ماڻهو مرگهيءَ کي ان قسم جو غلبو سمجهن ٿا. اڄ ڪلهہ جي دور جا ڪجهہ مذهب پڻ، جهاڙ فوڪ ۽ ڦيٽي کي ئي بيماري ڀڄائڻ لاءِ تجويز ڪن ٿا. گهڻا ماڻهو دوائن سان گڏ دعائن جي اثر کي تسليم ڪن ٿا. شايد جديد طريقہ ڪار وانگر قديم طريقہ ڪار بہ ڦيٽن جي شفا ڏيندڙ طاقت تي دارومدار رکندو هو. انهن ابتدائي طبين جا داو انهن جي سڌريل جان نشين کان وڌيڪ ڊرامائي هئا. هو خوفناڪ ماسڪ پائي ڀوتن کي ڀڄائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. انهن کي جانورن جون کلون پاتل هونديون هيون. هو دانهون ڪوڪون ڪندا هئا، زور سان ٻنهي هٿن جون تاڙيون وڄائيندا هئا ۽ هڪ نڙ سان

پوت کي ٻاهر ڇڪيندا هئا (سنڌ جي ڪجھ ڳوٺن ۾ اڄ ڪلھ بہ اهو رواج عام آهي. مترجم) "فطرت بيماريءَ کي ٺيڪ ڪندي آهي جڏهن تہ علاج مريضن جي دل وندرائيندو آهي" ان سلسلي برازيل جابوررو قبيلي جا ماڻهو سائنس کي اعليٰ سطح تي کڻي ويا جو پيءُ جڏهن پنهنجي ٻار کي دوا ڏيندو هو تہ ٻار هڪدم خوش ٿي ويندو هو.

جڙي ٻوٽين کان سواءِ اڻ سڌريل انسان جي دوائن جي ذخيري ۾ ننڍ واريون دوائون بہ هونديون هيون جيڪي سور کي گھٽائڻ ۽ آپريشن دوران ڪم اينديون هيون. ڪيوريري (ٽوهر) جھڙو زهر (جيڪو اڪثر تيرن جي چوٽين تي هنيو ويندو هو) چرس، آفيم ۽ يوڪليپٽس جھڙيون دوائون تاريخ کان وڏيڪ پراڻيون آهن. پيرو قبيلي جي ماڻهن وٽ هڪ مشهور بي هوشيءَ جي دوا هوندي هئي. ڪارٽئر ٻڌائي ٿو تہ "کھڙي ريت ايروقيس قبيلي جا ماڻهو هيملاڪ جي ڇوڏي مان اسقربوط (۱) جو علاج ڪندا هئا. اڻ سڌريل دور جا ماڻهو سرجريءَ ۾ ڪيترن ئي قسمن جون آپريشنون ۽ اوزار ڪتب آڻيندا هئا. ٻار جي پيدائش جو خوب بندوبست ڪيو ويندو. زخم ۽ هڏي جي ڀڃڻ جو علاج مهارت سان ڪيو ويندو هو. شيشي جي چاقن يا چقمق جي تيز پٿرن مان رت وهائي ويندي هئي ۽ ڦٽ کي سڪايو ويندو هو. پيرو جي قديم ماڻهن کان وٺي جديد ملينيسن تائين کوپڙيءَ جو آپريشن اڻ سڌريل طبيب ڪندا هئا جديد ملينيسن طبيبن جا هر ڏهن مان نو آپريشن ڪامياب ٿيندا هئا. جڏهن تہ اهو ئي آپريشن ۱۷۸٦ع ۾ پيرس جي هوٽل ڊيو ۾ خطرناڪ ثابت ٿيو.

اسان اڄ مهانگي علاج جي دور ۾ اڻ سڌريل دور جي جهالت تي کلون ٿا جيئن ڊاڪٽر اوليورو نيڊل هومز پنهنجي سموري حياتي علاج ڪرڻ کان پوءِ لکيو آهي تہ "صحت ۽ زندگيءَ جي حفاظت لاءِ اهڙو ڪوبہ ڪم نہ آهي جيڪو انسان نہ ڪندو ۽ ان کي نہ ڪيو هجي. هن پاڻيءَ ۾ اڌ تائين گھڙي ڏنو ۽ گيسن ۾ پڻ جنهن ڪري ان جو اڌ ساهہ ٻوساٽجي ويو. توري دير زمين ۾ دفن ٿيو. گرم لوهہ سان سڙيو. (داغ ڏيڻ جي معنيٰ) گوشت ۾ چيندڙ سيون برداشت ڪيون ۽ ڪل تي باهہ ٻاري. انهن مڙني نفرت جوڳن ڪمن کي برداشت ڪرڻ ۽ انهن مڙني جي قيمت ائين ادا ڪرڻ جڻ ڪو وڏو اعزاز هجي جڻ ڦلوڪٽا وڏي نعمت هجن ۽ انهن جي دوا هڪ وڏي عياشي هجي"

(III)

## آرٽ

آرٽ جا پنجاھ هزار سال گذرڻ ڪانپوءِ اڄ بہ انسان جبلت ۽ تاريخ ۾ ان جي بنيادن تي بحث ڪري ٿو. حسن ڇا آهي؟ اسان ان جي تعريف ڇوٿا ڪريون؟ اسان ان کي تخليق ڪرڻ جي ڪوشش ڇوٿا ڪريون؟ جيئن تہ هتي نفسياتي گفتگو جي گنجائش نہ آهي ان ڪري اسان مختصر طور جواب ڏيندا سين تہ حسن اها خاصيت آهي، جيڪا ڪنهن بہ شيءِ يا شڪل ۾ هجي. بنيادي طور ڪا شيءِ ڏسڻ واري کي رڳو ان ڪري خوش نہ ٿي ڪري تہ اها خوبصورت آهي پر اها ڏسڻ واري کي رڳو ان ڪري خوش ڪري ٿي تہ اها ان کي حسين لڳي ٿي. جيڪا شيءِ شوق ۽ تسڪين ڪري ٿي، اها خوبصورت لڳي ٿي. بک مرندڙ ماڻهو کي ماني خوبصورت لڳندي، ڪيس ڪو منظر حسين نہ لڳندو. ٿي سگهي ٿو تہ خوش ڪندڙ شئي ائين نہ هجي جيئن اها ڏسندڙن کي نظر اچي ٿي. اسان جي پنهنجي ذاتي خيال ۾ ڪا شيءِ ايڏي خوبصورت نہ هوندي آهي جيتري ڏسڻ واري کي متاثر ڪندي آهي. آرٽ جي شروعات جسم جي سينگار سان شروع ٿيئي ٿي. خوش ڪندڙ مظهر جان پرور محبوبہ بہ ٿي سگهي ٿي تڏهن حسن ۽ جمال، جنس جي شدت ۽ تخليقي متانهينءَ تي پهچي وڃن ٿا. ائين حسن جي مهڪ هر ان شيءِ ۾ پکڙجي وڃي ٿي، جنهن جو محبوبہ سان تعلق هوندو آهي. انهن مڙني هستين ۾ ان جي جهلڪ نظر ايندي آهي، جن ۾ ان جي مشابهت هوندي آهي. سمورا رنگ، جيڪي ان جي سجاوٽ ڪن ٿا، سمورا زيور ۽ ڪپڙا جيڪي ان کي سٺا لڳن ٿا، سموريون شڪليون ۽ حرڪتون، جيڪي ان جي خوش قدمي ۽ لطافت جي ياد ڏيارين ٿيون، خوبصورت لڳڻ لڳنديون آهن. خوش ڪندڙ شڪل هڪ محبوب مرد جي بہ ٿي سگهي ٿي. هتي جيڪا ڇڪ پيدا ٿيندي آهي. اها ڪمزور ڪان طاقت جي پوڄا ڪرائيندي آهي ائين الوهيت جو تصور جو پيدا ٿيندو آهي طاقت جي موجودگيءَ ۾ تسڪين، جيڪا سموري بهترين آرٽ جي تخليق ڪري ٿي. آخر ۾ فطرت بذات خود الوهي ۽ خوبصورت هوندي آهي. فقط ان لاءِ نہ تہ اها رڳو عورت جي نزاڪت ۽ مرد جي طاقت ۾ موجود آهي پر ان لاءِ تہ اسان

ڪي ان ۾ پنهنجي خوش قسمتي ۽ احساس ڀين لاءِ محبت ۽ خود پاڻ لاءِ پنهنجي محبت نظر اچي ٿي. ان ۾ پنهنجي جوانيءَ جا نظارا ڏسون ٿا، زندگيءَ جي هنگامن کان فرار حاصل ڪري آسودگي چاهيون ٿا. اهي جذبا سمورين انساني موسمن مثلاً قوهه جواني، سرگرم بلوغت اڌ عمري ۽ ٽڏي پوڙهپڻ ۾ زنده رهن ٿا. اسان انهن جذبن ڪي ان ماءُ جي ڀاڇولي ۾ ڏسو ٿا جنهن زندگي عطا ڪئي ۽ موت تي به پنهنجو دامن وڇائي ڇڏيندي. (ڀيو اشارو ڌرتي ڏانهن آهي. مترجم)

آرٽ حسن جي تخليق آهي. اها اهڙي سوچ يا احساس جو اظهار آهي جيڪو خوبصورت يا متانهون لڳندو آهي ۽ اسان جي اندر اها خوشي پيدا ڪندو آهي جيڪا عورت مرد کي يا مرد عورت کي ڏيندا آهي. سوچ، زندگيءَ جي مفهوم کي سمجهڻ مان ۽ احساس زندگيءَ جي ڪڙاڻ مان نڪتل آهن. اهي ٻئي شيون اسان کي ميلاپ وسيلي تسڪين ڏيئي سگهن ٿيون. اهو ميلاپ جيڪو اسان جي ساهه گڏ، رت جي گردش، سردين، گرمين، لاهين چاڙهين ۽ ڏينهن رات سان گڏ پيدا ٿيندو آهي يا حسن اسان کي ناهه ٺوهه جي تناسب وسيلي خوشي پهچائي سگهي ٿو، جيڪا شيءِ پڻ هڪ ساڪن ميلاپ آهي. اها ئي شيءِ طاقت جي نمائندگي ڪري ٿي. ۽ اسان کي ٻوٽن ۽ جانورن، عورت ۽ مرد جي باسليقه تناسب جي ياد ڏياري ٿي. يا اها اسان کي رنگ وسيلي خوش ڪري سگهي ٿي. جيڪو روح ۾ چمڪ ۽ زندگيءَ ۾ شدت پيدا ڪري ٿو ۽ آخر ۾ اها صورت اسان کي سچائيءَ وسيلي خوش ڪري سگهي ٿي. چوته فطرت يا حقيقت جو شفاف ۽ چٽو نقل آخري سچائي آهي، جيڪا فنا ٿيندڙ حسن سان گڏ فنا نه ٿيندي آهي ۽ ٻئي حسن ۾ منتقل ٿي ويندي آهي. اها خدائي طاقت آهي. انهن ڪيترن ئي بنيادن مان زندگيءَ جا عظيم الشان فن پيدا ٿين ٿا. گيت، ناچ، موسيقي، ڊرامو ٿانو ٺاهڻ، چترڪاري، بت سازي، اڏاوتي فن، ادب، فلسفو وغيره فلسفو ڇاهي؟ هڪ آرٽ آهي. وڪريل تجربي کي هڪ معنيٰ خيز صورت ڏيڻ جو نالو آهي.

اڻ سڌريل معاشري ۾ حسن جو گهٽو تصور نه هوندو هو جنهن جو هڪ سبب هيءُ به هو ته جنسي خواهش ۽ ان جي پورائي ۾ دير نه ٿيندي

هئي جنهن ڪري جنهن فرد بابت تخيلاتي وقت نہ ملندو هو. اهو تخيلاتي احساس ئي آهي جيڪو ڪنهن فرد جي حسن ڪي جوڙي ٿو. اڻ سڌريل دور جو درجو اسان عورت جي چونڊ ان جي حسن بجاءِ ان بنياد تي ڪندو هو تہ اها ڪيتري قدر فائدي مند ٿي سگهي ٿي. هو هڪ جفاڪش عورت ڪي ان جي بدصورتيءَ جي ڪري ڪڏهن بہ رد نہ ڪندو هو جڏهن هندستان جي هڪ سردار ڪان ان جي محبوب ترين زال لاءِ پڇيو ويو تہ هن ان ڏس ۾ معذرت ڪئي ۽ چيو تہ هن ان پهلوءَ تي ڪڏهن بہ نہ سوچيو آهي. هن فرنڪلين وانگر بالغ نظريءَ سان جواب ڏنو تہ "انهن جا چهرا گهٽ وڌ خوبصورت ٿي سگهن ٿا پر پهلوئن.ڪان عورتون هڪ جهڙيون هونديون آهن." اگر اڻ سڌريل انسان ۾ حسن جو تصور ڪٿي موجود هو تہ اهو اسان جي تصور ڪان گهڻو مختلف هو. رچرڊ چوي ٿو تہ "جيترن نيگرو نسلن ڪي مان سڃاڻان ٿو، انهن ۾ ان عورت ڪي خوبصورت سمجهيو ويندو هو جنهن جي چيلھ سنهي نہ هجي، جنهن جو جسم بغلن ڪان وٺي ڪلهن تائين هموار ڏاڪڻ وانگر هجي. ڪجھ مردن ۾ هاٿيءَ جهڙا ڪن ۽ لڙڪندڙ پيٽ عورت جي حسن جي علامت هئا ۽ سڄي آفريڪا ۾ ٿلهين عورتن ڪي سيني ڪان وڌيڪ دلڪش سمجهيو ويندو هو. منگو پارڪ چوي ٿو تہ "نائيجيريا ۾ ٿولھ ۽ حسن ڪي مترادف الفاظ سمجهيو ويندو آهي. هڪ سراسري درجي جي عورت بہ اهڙي هئڻ گهرجي جيڪا هر ٻانهن هيٺيان هڪ غلام ڪان سواءِ نہ هلندي هجي. مڪمل خوبصورت عورت جو وزن کڻڻ لاءِ هڪ اٺ جي ضرورت آهي." بريفالٽ چوي ٿو وحشي انسان گهڻو ڪري عورت جي اهڙي منهن مهاندي ڪي ترجيح ڏيئي ٿو جيڪو عام طور تي پسند نہ ٿو ڪيو وڃي يعني ڍڳهيون لڙڪندڙ ڇاتيون." ڊارون چوي ٿو تہ گهٽين هونٽنٽات عورتن جو پولھ حيرانيءَ جي حد تائين ابريل هوندو آهي." ۽ سرانيڊبريو سمٿ ڪي يقين آهي تہ "مرد ان خاصيت جي گهٽي تعريف ڪندا آهن." هن هڪ پيرو هڪ عورت ڪي ڏٺو جنهن ڪي گهڻو خوبصورت تصور ڪيو ويندو هو ان جي پولھ ايڏو تہ ٿلهو جو جڏهن سنوت واري زمين تي ويهندي هئي تہ اٿي نہ سگهندي هئي. هو پاڻ ڪي اڳتي ڏڪيندي رڙهندي ويندي هئي ايسيتائين جو جڏهن وڃي ڪنهن

لاهيءَ تي پهچي. برٽن موجب سومالي مرد پنهنجي زال جي چونڊ اهڙي ريت ڪندا هئا جو عورتن کي قطار ۾ بيهاري ڇڏيندا هئا ۽ عورت جي چونڊ ڪندا هئا وڏيڪ ان عورت کي پسند ڪيو ويندو هو جنهن جو پولهه وڏيڪ پڪڙيل ۽ ٿلهو هوندو هو. ڪنهن نيگرو لاءِ ان جي ابتڙ عورت سخت نفرت جوڳي هوندي آهي.

درحقيقت اها ڳالهه غالب آهي ته فطري مرد حسن کي عورت جي اعتبار کان ڏسڻ بجاءِ پنهنجي اعتبار سان ڏسندو هو. آرٽ جي شروعات گهر کان ٿي. اڄ سڌريل مرد غرور ۽ فخر ۾ جديد انسان وانگر ٿي هو. عورتن کي اها ڳالهه نا قابل يقين لڳندي ته فطري ماڻهن ۾ جانورن وانگر عورت جي بجاءِ مرد زيور پائيندو هو. يونوڪ چوي ٿو ته "آسٽريليا ۾ زيبائش تي مڪمل طور مرد جي حڪمراني هئي."

ساڳي ريت ميلنيسيا، نيو گيانا، نيو ڪيليڊونيا، نيوبرٽن ، نيو هينو ۽ اتر آمريڪي انڊين ۾ به هار سينگار تي مڪمل طور مردن جي اجاره داري هئي. ڪجهه قبيلن ۾ ڪنهن پئي ڪم تي ايترو وقت نه ضايع ڪيو ويندو هو جيترو جسم جي زيبائش تي ڪيو ويندو هو. ظاهري طور آرٽ پهرين شڪل جسم جي رنڱڻ آهي. ڪڏهن ڪڏهن ان جو مقصد عورتن جو ڌيان حاصل ڪرڻ ۽ ڪڏهن دشمن کي ڊيڄارڻ هوندو هو. آسٽريلوي ماڻهو سدائين پاڻ سان اڇو، ڳاڙهو ۽ پيلو رنگ کڻي گهمندا هئا ته جيئن ته ڪثرت سان پنهنجو حسن سنواري سگهن. جڏهن اهي شيون ختم ٿي وينديون هيون ته اهي ڏورانهن علائقن مان مهم جوئي ۽ خطري جي باوجود انهن کي حاصل ڪري وٺندا هئا. عام ڏينهن ۾ اهي ڳٽن، ڪلهن ۽ سيني تي رنگ جا ڪجهه داغ هڻي مطمئن ٿي ويندا هئا پر ڪن خاص ڏڻن تي جيڪڏهن انهن پوري جسم کي نه رڱيو هوندو هو ته انهن کي شرم محسوس ٿيندو هو.

ڪجهه قبيلن ۾ جسم رڱڻ جا حق رڳو مردن وٽ ئي هوندا هئا. ڪجهه قبيلن ۾ پرڻيل عورتن کي ڳچيءَ تي رنگ هڻڻ منع ٿيل هو. پر عورتون سيني کان پراڻي آرٽ يعني ڪاسميٽڪ کي حاصل ڪرڻ ۾ پنٺي نه رهيون. جڏهن ڪيپٽن ڪڪ نيوزيلينڊ ۾ ويو ته هن ڏٺو ته جڏهن ان جا ملاح ڪناري تي واپس آيا ته انهن جا نڪ هڙرادو طور تي

ڳاڙهي يا پيلي رنگ جا هئا. مڪاني ماڻهن جو رنگ سندن رنگن تي چڙهي ويو هو. وچ آفريڪا جي فلاطا عورتون ڏينهن جا ڪيترائي ڪلاڪ پنهنجي هار سينگار تي وڃائيندڙيون هيون. اهي پنهنجي آڱرين ۽ آڱوٺن تي سڄي رات مينديءَ جا پن چنبڙائي رکنديون هيون جنهن مان اهي ڳاڙها ناسي ٿي ويندا هئا. اهي پنهنجا ڏند نيرا، ناسي، ۽ پيلا ڪنديون هيون، پنهنجي وارن ۾ نيل وجهنديون هيون ۽ پنهنجي اکين جي پتلين ۾ سرمو وجهنديون هيون. هر بانڪو عورت پنهنجي ڊريسنگ ڪيس ۾ چمٽو رکندي هئي جنهن سان هوءَ پنهنجي چيڙن کي مٿي ڪندي هئي. وارن کي سيون، منڊيون، گهنٽيون ۽ بٽڻ پڻ رکندي هئي. اڻ سڌريل ماڻهن جو روح پريڪلر جي يونان وانگر رنگ روغن جي ناپائداريءَ تي بي چين ٿي ويندو هو. ان ڪري ان نقش ٺاهڻ ۽ لباس کي وڌيڪ پائدار سينگار جي طور تي ايجاد ڪيو. گهڻين ئي قبيلن ۾ عورتون ۽ مرد رنگدار سين وسيلي پنهنجي چپن تي سوراخ وسيلي رنگ چنبڙائڻ لاءِ خوشيءَ سان تيار ٿي ويندا هئا گرين لينڊ ۾ مائرون پنهنجي ڌيئرن کي اهڙي قسم جو رنگ هڻي ڇڏينديون هيون. ته جيئن جلد انهن جي شادي ٿي وڃي تنهن هوندي به اڪثر ڪري ان رنگ هڻڻ کي گهڻو گهٽ يا بي اثر سمجهيو ويندو هو. ڪيترائي قبيلا پنهنجي جسم تي گهرا گهاوَ ٺاهي ڇڏيندا هئا ته جيئن پنهجي ساٿين لاءِ دلڪش ۽ دشمنن لاءِ حوصلا شڪن بنجي وڃن. ٿيو فائيل گاتير چوي ٿو ته "انهن وٽ پرت لاءِ ڪپڙا نه هئا اهي پنهنجي ڪلن تي ڪشيده ڪاري ڪندا هئا" چقمق جي ٽڪرن سان گوشت کي ڪپيو ويندو هو ۽ زخم کي وڌيڪ وڏو ڪرڻ لاءِ اڪثر ان کي مٽي وڌي ويندي هئي. ٽوريس سٽريس جي رهواسين کي وڏن وڏن زخمن جا نشان هوندا هئا. ابيوڪتا جا ماڻهو پنهنجو پاڻ کي ڪرڙي گهڙيال ۽ ڪچون جي شڪل جا جهير ڏيندا هئا. جارج چوي ٿو "جسم جو ڪوبه حصو اهڙو ڪونهي جنهن تي چٽ نه ڪڍيا ويا هجن. سجاوٽ، بدشڪلي، رنگ روغن، شڪل ڦيرائڻ، عجيب و غريب مهاندا ٺاهڻ فقط سينگار لاءِ هٿابو نوڪدوس جا ماڻهو پنهنجي چپن ۾ هڪ پلگ ٽنبي ڇڏيندا هئا. ان کي بار بار وڏي پلگ سان تبديل ڪيو ويندو هو. ايسيتائين جو اهو سوراخ چار انچ قطر جو ٿي ويندو هو. ڪنن جون

واليون ۽ نڪ جي نٿ فيشن هيون. لگيس ليند جي ماڻهن کي يقين هو ته جيڪو نٿ کان سواءِ مري ويو اهو ايندڙ جهان ۾ خوفناڪ اذيت برادشت ڪندو.

شروع ۾ پوشاڪ سينگار جي هڪ شڪل يا جنسي رڪاوٽ هئي. سردي يا شرم لاءِ استعمال ٿيندڙ شيءِ نه هئي. ڪمبري اگهاڙن ماڻهن کي برف تان ليٽائي اتان ترڪندا هئا. جڏهن ڊارون فيوجي جي ماڻهن تي رحم کائي انهن کي سرديءَ کان بچڻ لاءِ ڳاڙهو ڪپڙو ڏنو ته انهن ٽڪرا ٽڪرا ڪري انهن کي زيبائش لاءِ استعمال ڪيو. جيئن ڪڪ انهن لاءِ چيو آهي ته اهي سدائين اگهاڙو رهڻ تي مطمئن هئا پر خوبصورت نظر اچڻ چاهيندا هئا. ساڳيءَ ريت اورينيڪو جي عورتن اهي ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيا جيڪي عيسائي پادرين انهن کي پائڻ لاءِ ڏنا هئا. هنن انهن ڪپڙن جون اگڙيون ٺاهي ڳچي ۾ لڙڪائي ڇڏيون. سندن ضد هو ته ڪپڙا پائڻ تي ڪين شرم محسوس ٿيندو. هڪ پراڻو ليکڪ برازيل جي ماڻهن بابت لکي ٿو ته اهي گهڻو ڪري اگهاڙا هوندا هئا ۽ چوي ٿو ته "ڪجھ ماڻهن ڪپڙا پائڻ شروع ڪيا هئا پر اهي رڳو فيشن جي طور تي ڪپڙا استعمال ڪندا هئا ستر پوشيءِ لاءِ نه. جڏهن انهن کي ڪپڙو پائڻ جو حڪم مليو ته اهي رڳو ٽوپي پائيندا هئا ۽ باقي ڪپڙا گهر تي رکي ڇڏيندا هئا." جڏهن پوشاڪ جي حيثيت زيبائش کان وڌيڪ ٿي وئي ته اها جزوي طور تي شادي شده وفادار زال لاءِ لازمي ٿي وئي. ۽ جزوي طور عورت جي حسن تي صورت تي زور ڏيڻ لاءِ استعمال ٿيڻ لڳي. گهڻو ڪري اڻ سڌريل عورت، پوءِ جي عورت وانگر، پنهنجي پوشاڪ اگهاڙپ ڍڪڻ لاءِ نه پر پنهنجي دلڪشي وڌائڻ لاءِ استعمال ڪندي هئي. عورت ۽ مرد کان سواءِ هرشيءِ تبديل ٿيندڙ آهي.

شروع ۾ بئي صنفون لباس کان وڌيڪ زيورن کي ترجيح ڏينديون هيون. اڻ سڌريل دور جا ماڻهو تمام گهٽ زندگيءَ جي ضرورتن جو واپار ڪندا هئا. واپار گهڻو ڪري هارسينگار جي شين جو ٿيندو هو. زيور تمدن جي عنصرن ۾ سيني کان قديم عنصر آهي. قبرن مان ويھ هزار سال پراڻا ٽڪرا ۽ ڏندن جا ٺهيل هار مليا. سادي شروعات کان زيبائش ۽ آرائش جلد ئي مؤثر تناسب تائين پهچي وئي ۽ ان زندگيءَ ۾ اهم ڪردار

ادا ڪيو. گالا قبيلي جي عورتن کي ڇهن پائونڊن جون واليون پاتل هونديون هيون. ڏنگا قبيلي جي ڪجھ عورتن کي پنجاھ پائونڊن جا زيور پاتل هئا. هڪ آفريڪي حسينا ٽامي جون واليون پائيندي هئي، جيڪي اس ۾ گرم ٿي ونديون هيون. ان ڪري ان کي هڪ ملازم رکڻو پوندو هو جيڪو ڇانو ڪري ۽ وجھڻو هئي. وايونياس جي راڻي ويهن پائونڊن جو وزن وارو هس پائي گهمندي هئي ان ڪري ان کي ٿوري دير کان پوءِ آرام لاءِ ليٽڻو پوندو هو. جن غريب عورتن وٽ هلڪو ڳهه هوندو هو ته اهي انهن جي نقش قدم هلڻ جون ڪوشش ڪنديون هيون جن کي ڳرا ڳهه پاتل هوندا هئا.

جڏهن ته آرٽ جي پيڙهه نرجانور طرفان وهاڻ جي وقت رنگن وران ۽ ڪنين سان جسم کي سجائڻ ۽ خوبصورت بنائڻ جي عمل مان معلوم ٿئي ٿي. جهڙي ريت پاڻ سان محبت ۽ پنهنجي ساٿيءَ سان محبت وڌيڪ ٿي ويندي ته وڌيڪ محبت کي فطرت ۾ هاريو ويندو آهي اهڙي ريت شخصي آرائش جي عادت شخصيت کان ٻاهر نڪري خارجي دنيا جو رخ ڪري ٿي. روح معروضي طريقن رنگ ۽ شڪل وسيلي پنهنجي احساس جو اظهار ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. آرٽ حقيقت ۾ ان وقت شروع ٿي، جڏهن انسان شين کي خوبصورت بنائڻ جي ذميواري ڪنئي ته شايد ان جو پهريون خارجي ذريعو ٿانو ٺاهڻ هو. ٿانو ٺاهڻ جو عمل لکت ۽ رياست وانگر تاريخي تمدن جو حصو آهي. ليڪن ان کان سواءِ به اڻ سڌريل دور جي انسان. بلڪ عورت ان قديم صنعت کي متي، پاڻي ۽ هنرمند آڱرين سان شڪلين جي حيران ڪندڙ تناسب جي ذريعي آرٽ ٺاهي ڇڏي. ان جي شاهدي ڏکڻ آفريقا جي بيرونگار ۽ پيبلو انڊين جي ٿانون ٺاهڻ سان ملي ٿي.

ٿانون ٺاهڻ واري جڏهن ٿانو جي سطح تي رنگين ڊزائنون ٺاهيون ته ان پينٽنگ جي آرٽ تخليق ڪئي. اڻ سڌريل دور جي هٿن ۾ پينٽنگ ڪا آزاد آرٽ نه پر ٿانون ٺاهڻ جي فن ۽ مسجم سازي سان گڏيل هئي. فطري انسان متيءَ مان رنگ ٺاهيا. اهڙا رنگ هٿيارن، اوزارن، ٿانون، ڪپڙي ۽ گهرن کي سجائڻ ۾ ڪم ايندا هئا. آفريقا ۽ لوسيانا جا ڪيترائي شڪاري قبيلا پنهنجي غارن جي پٿين ۽ پرپاسي جي ٽڪرين تي

انهن جانورن جون چٽيون شڪليون ٺاهيندا هئا جن جي پٺيان اهي شڪار دوران ڊوڙندا هئا. پينٽنگ وانگر مجسما ٺاهڻ جو آغاز ٻ شايد ٽانو ٺاهڻ کان ئي ٿيو آهي. ٽانون ٺاهڻ واري ڏنو ته هو نه رڳو استعمال جون شيون ٺاهي سگهي ٿو پر اهڙيون نقلي شيون ٻ ٺاهي سگهي ٿو جيڪي جادو جي ڦيٽڻ طور ڪم اچي سگهن. ۽ ان کان سواءِ خوبصورت شين جو ٻ ڪم ڏيئي سگهن اسڪيمو ماڻهو ڪريبو جي سڱن ۽ درياهي ڳئونءَ جي ڏندن سان انسانن ۽ جانورن جا ننڍا ننڍا مجسما ٺاهيندا هئا. اڻ سڌريل انسان پنهنجي جهوپڙي ٽوٽم يا قبر تي ڪاٺ ڪا شڪل ٺاهي چڏيندو هو. جيڪا معبود شيءِ يا مئل شخص جي نشاندهي ڪندي هئي. شروع ۾ هو رڳو منهن ٺاهيندو هو پوءِ مٿو ۽ پوءِ پورو انسان تراشڻ لڳو. قبرن تي اهڙا نشان ٺاهڻ سان مجسمه سازي هڪ آرٽ بنجي ويئي. ان ڪري اليسٽر پيٽن جا قديم رهواسي پنهنجي مردن جي مقبرن تي هڪ سڱ وارا مجسما ٺاهيندا هئا. اهڙا ڪيترائي مجسما مليا آهن، جن مان ڪيترا ته ويهه فوٽ ڊگها هوندا هئا. ڪجھ هاٿي ڪنڊرن ۾ پيا آهن. جيڪي بظاهر سٺ فوٽ ڊگها هئا.

اڏاوت جو فن ڪيئن شروع ٿيو؟ اسان ايڏي شاندار اصطلاح کي اڻ سڌريل دور جي جهوپڙيءَ جي اڏاوت تي لاڳو ڪري سگهون ٿا. ڇوته اڏاوت جو فن رڳو اڏاوت نه پر خوبصورت اڏاوت آهي. اهو فن ان وقت شروع ٿيو جڏهن پهريون ڀيرو ڪنهن مرد يا عورت ڪنهن رهائش گاهه کي ظاهري حالت يا ان جي استعمال جي پهلو کان ڏٺو. شايد ڪنهن اڏوات کي حسن ۽ خوبصورتي تي ڏيڻ جي پهرين ڪوشش گهرن بجاءِ قبرن کان شروع ٿي. جڏهن يادگاري ٿنيو مجسمو بنجي ويو، تڏهن مقبرو مندر بنجي ويو. ڇوته اڻ سڌريل دور جيَ ماڻهن لاءِ مردا جيئرن ماڻهن جي مقابلي ۾.وڌيڪ طاقتور هئا. ان کان سواءِ مردا هڪ جاءِ تي رهي پئي سگهيا، جڏهن ته جيئرا ماڻهو گهڻو رلندا وتندا هئا ۽ مستقل شهر گهاٽ گهٽ ٺاهيندا هئا. شروعاتي زميني ۾ شايد شين کي تراشڻ ۽ مقبرا ٺاهڻ کان گهڻو اڳ انسان تناسب ۾ خوشي محسوس ڪئي. جانورن جي آواز، انهن جي ڇهڇهاهٽ، ٽينگن ٽپن ۽ ڪنب ڇنڊڻ کي گيت ۽ ناچ ۾ تبديل ڪيو ويو. شايد جانور وانگر انسان ٻ ڳالهائڻ کان اڳ ڳاتو ۽ ڳائي سان

گڏ ناچ ۾ تبديل ڪيو ويو. شايد جانور وانگر انسان به ڳالهائڻ کان اڳ ڳائو ۽ ڳائي سان گڏ ناچ به ڪئي. در حقيقت اڻ سڌريل دور جي انسان رقص ۾ سيني کان وڌيڪ بهتر اظهار ڪيو. هن انکي ابتدائي سادين شڪيلن کان وني منجهيل شڪلين تائين ترقي ڏني، جنهن جو مثال تمدن ۾ نه ٿو ملي. ۽ ان جو هزارين شڪليون ترتيب ڏنيون. قبيلن جا وڏا وڏا ڏڻ گڏيل ۽ انفرادي ناچ سان ملهايا ويندا هئا. وڏيون وڏيون جنگيون جنگي ناچ ۽ گيتن سان شروع ڪيون وينديون هيون. مذهب جون وڏيون رسمون گيت، ڊرامي ۽ رقص جو سنگم هيون. اڄ جيڪي ڳالهيون اسان کي راند لڳن ٿيون ابتدائي انسان لاءِ سنجيدا معاملا هئا.

هنن رقص رڳو پنهنجي ذات جي اظهار لاءِ نه پر ديوتائن جي گذارش لاءِ به ڪيو. مثال طور ٽئين پيدائش کي روڪڻ لاءِ معياري ترغيب رقص ذريعي ڏني ويندي هئي. اسپنسر رقص جو بنياد ان رسم کي قرار ڏنو آهي، جيڪا ڪنهن فاتح سردار جي جنگ کان واپسيءَ تي آجيان جي طور تي ادا ڪئي ويندي هئي. فرائيڊ ان کي شهواني خواهش جي فطري اظهار ۽ عاشقانه هيجان جي گروهي ٽيڪنڪ مان ڪڍيو آهي. جيڪڏهن ان تنگ نظريءَ سان ان ڳالهه تي زور ڏنو وڃي ته رقص مقدس رسمن ۽ تماشن مان پيدا ٿيو ۽ پوءِ انهن ٽن نظرين کي هڪ ٻئي ۾ ضم ڪيو وڃي ته رقص جو موجوده تصور اڳيان ايندو.

اسان يقين سان چئي سگهون ٿا ته رقص مان موسيقي ۽ ڊرامو پيدا ٿيو. اهڙي موسيقي ان خواهش جي نتيجي مان پيدا ٿي ته رقص جي توازن کي آواز سان تيز ڪيو وڃي ۽ حب الوطني ۽ پيدائش لاءِ هيجان پيدا ڪيو وڃي. موسيقيءَ جا اوزار وسعت ۽ پورنتا جي لحاظ کان محدود هئا پر اهي قسمن جي لحاظ کان اڻ ڳڻيا هئا. مڪاني هوشيار ماڻهو ڪرسنگهو، دهل، گهڙيال، گهنٽي، گهنگهرو، چڪچڪي بانسري اوزار سڱن، ڪل، عاج، پٽل، ٽامي، بانس ۽ ڪاٺي سان ٺاهيندا هئا. ۽ انهن کي تراشي لسو ٺاهي رنگ روغن هٽي، انهن کي پنهنجي پر ۾ سهڻو ٺاهيندا. ڪمان جي چڪيل ڏاڳي مان سوين سازن جهڙوڪ اڻ سڌريل دور جي بربط کان جديد وائلن ۽ پيانو جو بنياد پيو. پيشيور ناچن وانگر پيشيور ڳائڪ به قبيلن ۾ ئي پيدا ٿيا ۽ هلڪا اسڪيل جيڪي مڌم سرن ۾ هوندا هئا

ترقي ڪري ويا.

موسيقي گيت ۽ نرت جي ميلاپ سان وحشي دور جي انسان اسان لاءِ ڊراموءِ ڊانس ۽ رامو پيدا ڪيو. جيئن ته اڻ سڌريل دور جي نرت گهڻو ڪري نقالي هو. ان ۾ جانورن ۽ انسانن جي حرڪتن ۽ چرپر جو نقل ڪيو ويو ۽ ايڪشن ۽ واقعن جو مزو ٻيهر ورتو ويو. ڪجهه آسٽريلوي قبيلا هڪ اهڙي ڪاهيءَ جي ٻاهريان ناچ ڪندا هئا جنهن تي ڪک ۽ ٻوٽا رکيا ويندا هئا ۽ اها شرم گاهه جي نشاندهي ڪندي هئي. پر جوش شهواني ادائن ڪان پوءِ پنهنجا نيزا علامتي طور ان ڪاهيءَ ۾ ٽنبي ڇڏيندا هئا. ان ئي ٻيٽ جا اتر الهندي وارا قبيلا موت ۽ محشر جي ڏينهن جو ڊرامو ڪندا هئا، جيڪو سادگيءَ ۾ وچين دور جي ڊرامن ۽ جديد جذباتي ڊرامن ڪان مختلف هو. ناچو آهستي آهستي زمين تي سمهي پوندا هئا. پنهنجي هٿن ۾ جهليل ڏارن ۾ منهن لڪائي ڇڏيندا هئا ۽ موت جو بهانو ڪندا هئا. پوءِ پنهنجي ليڊر جي اشاري تي هڪدم زبردست فتح منديءَ جي آواز ۽ ناچ سان اٿندا ۽ روح جي ٻيهر جيئري ٿيڻ جو اعلان ڪندا هئا. ان ئي انداز ۾ هزارين خاموش ادائن سان قبيلي جي تاريخ جا اهم واقعا يا فرد جي زندگيءَ جا اهم واقعا بيان ڪيا ويندا هئا. جڏهن انهن مان توازن غائب ٿي ويو ته ناچ ڊرامي ۾ منتقل ٿي ويو. ائين آرٽ جي عظيم ترين شڪل وجود ۾ آئي.

اهڙي ريت تمدن ڪان اڳ انسان تمدن جي بنياد ۽ شڪليون تخليق ڪيون. اڻ سڌريل ڪلچر جي ان مختصر سروي تي نظر وجهندي لڳت ۽ رياست ڪان سواءِ اسان تهذيب جي هر عنصر کي موجود ڏسون ٿا. اسان لاءِ معاشي زندگيءَ جا مڙئي طريقا ايجاد ڪيا ويا. شڪار ماهيگيري ان گڏ ڪرڻ، پوکي راهي، ٽرانسپورٽيشن، اڏاوت، صنعت، واپار ماليات ۽ سياسي زندگيءَ جو مادو ڊانچو منظم ٿي چڪو هو. جرڳو، ڪٽنب وغيره، ٻهراڙيءَ جي ڪميونٽي ۽ قبيلا. آزادي ۽ نظم ۽ ضبط ٻه اهڙا ابتڙ آهن، جن جي ٻاهران تمدن ڦرندو رهي ٿو. جڏهن ڦريون ٻيرو انهن ٻاڻ ۾ ٿاهه ڪيو ته قانون ۽ انصاف شروع ٿيو. اخلاقيات جا قانون وجود ۾ آيا. ٻارن جي تربيت، جنس جي باضابطگي اخلاق، عادتون، وفاداري ۽ عمدگيءَ جو پيدا ٿيڻ ۽ مذهب جا بنياد پيا. اخلاق جي حوصلا افزائي ۽

گروهه جي مضبوطيءَ لاءِ مذهب جون اميدون ۽ خوف لاڳو ٿيو. گفتار پيچيده زبانن ۾ ترقي ڪئي ويئي. طب ۽ سرجريءَ جي شروعات ٿي، ۽ سائنس ادب ۽ آرٽ ۾ معمولي شروعات ٿي. بحرحال اها حيران ڪندڙ تخليق جي تصوير آهي. بي چيني مان هئيت وجود ۾ پئي آئي جانور مان عقلمند انسان ڏانهن سفر شروع پئي ٿيو. انهن "وحشين" جي سوين هزارين سالن جي تجربن کان سواءِ تمدن وجود ۾ نہ اچي ها. جهڙيءَ ريت هڪ خوش قسمت مگر نالائق پٽ پنهنجي بزرگن جي ڏکهي پورهئي مان حاصل ڪيل ڪلچر، سلامتي ۽ سهولتون وراثت ۾ وٺي. ان لاءِ ٿورائتو هوندو آهي ساڳيءَ ريت اسان بہ هر شيءِ ۾ پنهنجي وحشي ابن ڏاڏن جا ٿورائتا آهيون.

باب ڇهون

# تاريخ کان اڳ تهذيب جي شروعات

## قديم پٿر واري ثقافت

تهذيب جي عنصرن کي سمجهڻ لاءِ جن اڻ سڌريل تهذيبن جو اسان نقشو جوڙيو آهي، اهي لازمي طور اسان جا ابا ڏاڏا نہ هئا. ڇوتہ جيترو اسان ڄاڻون ٿا. اها اعليٰ تهذيبن جي انتهائي خراب پاڇي آهي. جنهن کي ان وقت زوال آيو، جڏهن گهٽجندڙ برف جي بدولت انسان خط سرطان کان اتر جي وچترن پرڳڻن ڏانهن رخ ڪيو. اسان اهو سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ عام طور تي تهذيب ڪيئن پيدا ٿيندي آهي ۽ ڪيئن پلجندي آهي. اسان کي اجا خاص طور تي پنهنجي تهذيب جي تاريخ کان اڳ واري ابتدا ڳولڻو آهي. اجان بہ اسان مختصر نموني انهن قدمن جي کوجنا ڪرڻ چاهيون ٿا، جن وسيلي انسان تاريخ کان اڳ تاريخ جي تهذيبن جي تياري ڪئي. ڪهڙيءَ ريت جهنگ ياغار جون انسان مصر جو رازو. بابل ۽ نينوا جو هيئت دان، عبراني پيغمبر، فارسي حاڪم، يوناني شاعر، رومي انجنيئر، هندو مهاتما، جاپاني چترڪار، ۽ چيني ڏاهو بنيو؟ اسان کي علم البشريات مان گذرندي آثار قديم جي علم جو اپياس ڪندي تاريخ تائين وڃڻو آهي.

سڄي ڌرتيءَ جي گولي تي تجسس ۾ ورتل ذهن زمين کي کوٽي رهيا آهن، ڪجھ سون ڪڍڻ لاءِ، ڪجھ چاندي، ڪجھ لوھ ۽ ڪجھ ڪوئلو ڪڍڻ لاءِ. جڏهن تہ انهن مان گهڻا علم لاءِ زمين کوٽي رهيا آهن. عجيب ۽ غريب ماڻهو سومي ڪنارن وٽان پٿر جا اوزار کوٽي ڪڍي رهيا آهن. ۽ تاريخ کان اڳ واري دور ۾ غارن جي ڇتين تي اڪريل

تصويرن جو اڀياس ڪري رهيا آهن. چاؤڪاؤتين تي پراڻين ڪوپرين کي ڳولي رهيا آهن. موهن جي دڙي ۽ يوڪٽان جي ڊبيل شهرن جو انڪشاف ڪري رهيا آهن. مصري فرعونن کي مقبرن مان ڪڍي رهيا آهن. منوس ۽ پري ايم جي محلن تان مٽي هٽائي رهيا آهن. پرسيپوليس جي کنڊرن کي ظاهر ڪري رهيا آهن. ڪارٿيج جا باقي لاءِ آفريڪا جي مٽي ڪوٽي رهيا آهن. جهنگ ۾ اينگ ڪور جي عاليشان مندرن کي پيهر فتح ڪري رهيا آهن. ١٨٣٩ع ۾ جيڪس بوشيردي پرٿيس کي فرانس ۾ ابي ويليءَ وٽ پهرين پٿر جي دور کي چقمق جا ٽڪرا مليا. نون سالن تائين دنيا ان کي چريو بادشاهه سمجهي کلندي رهي. ١٨٧٢ع ۾ شليمان پنهنجي پئسي ۽ تقريباً پنهنجي هٿن سان ترائيءَ جي مڙني شهرن کان سيني کان قديم شهر کي کوٽيو پر سموري دنيا ٽوڪ واري انداز ۾ کلندي رهي. ڪنهن به صديءَ ۾ تاريخ ۾ ايڏي دلچسپي نه ورتي ويئي جيتري اوڻويهين صدي ۾ ورتي ويئي. ان ۾ شيمپولين نوجوان نيپولين سان گڏ ١٧٩٦ع ۾ مصر جو سفر ڪيو. نيپولين هيٺن خالي واپس موٽيو پر شيمپولين پنهنجي قبضي ۾ گذريل ۽ موجوده سموري مصر کي ڪٺي موٽيو. ان وقت کان پوءِ نيون تهذيبون ۽ ثقافتون ڳوليون ويون جيڪي ارتقا جي علم جي سرحدون ڏور ماضيءَ ڏانهن وٺي ويون.

(I)

## قديم پٿر جي دور ۾ انسان

اڻ سڌريل انسان پنهنجي علم کي وڌائڻ ۽ جهالت کي لڪائڻ لاءِ اڻ ڳڻيا ڪتاب لکيا. اسان ڀين پر فڪر علمن لاءِ قديم ۽ جديد انسان جو ذڪر ڪريَ ڇڏي ڏيون ٿا. هتي اسان جو مسئلو ابتدائي پٿر واري دور ۽ ان کان پوءِ جي پٿر واري دور جي تهذيبن ۾ اسان جي موجوده زندگيءَ ۾ ادا ٿيندڙ ڪردار کي ڳولڻ آهي.

ان آڪاٽي جي پس منظر ۾ اسان کي جيڪا تصوير ناهڻي آهي، اها هن زمين کان گهڻي مختلف آهي، جنهن ڌرتيءَ تي اڄ اسان رهون ٿا. اسان کي اهڙي زمين دريافت ڪرڻي آهي، جيڪا برف سبب ڄمي وڃڻ ڪري ڍڪي رهي هجي ۽ جنهن اسان جي وچٿرن خطن کي هزارين سالن

ڪان اتر قطب بنائي ڇڏيو آهي. ان وڏندڙ برف جي اڳيان هماليہ، اپس، ۽ پائر مينس بهرت جبل ايا ڪري ڇڏيا آهن. اگر اسان موجوده سائنس جي نازڪ نظرين کي قبول ڪري وٺون ته هيءَ مخلوق جيڪا ڳالهائڻ سکي انسان بڻي. اها انهن موافق نسلن مان هڪ هئي، جيڪا برف ۾ صدين کان ڍڪيل انهن جبلن ۾ به زنده رهجي ويئي. برف ڄمڻ جي وچ وارن مرحلن ۾، جڏهن برف پوئتي هٽي رهي هئي ته هن عجيب ۽ غريب مخلوق (انسان) باهه دريافت ڪري ورتي، پٿر ۽ هڏي مان هٿيار ۽ اوزار ٺاهڻ جو فن سکي ورتو ۽ اهڙي ريت تمدن جي راهه هموار ڪئي. گهڻا آکوج (باقيات) اهڙا مليا آهن. جن کي تاريخ کان اڳ انسانن سان لاڳاپيو ويو آهي. ١٩٢٩ع ۾ هڪ نوجوان چيني حياتيات دان ڊبليوسي پائي کي پيڪنگ کان ٣٧ ميل پري چاؤ ڪاؤتين جي غار مان هڪ اهڙي کوپري ملي جنهن کي ايبي پروئيل ۽ جي ايليٽ سمٿ جهڙن ماهرن نساني کوپري قرار ڏنو آهي. کوپريءَ جي ويجهو باهه جا نشان ۽ اهڙا پٿر موجود هئا جن کي اوزارن جي طور تي ڪتب آندو ويندو هو. پر انسان بابت انهن نشانين سان گڏ جانورن جون هڏيون هيون جن کي گڏيل راءِ جي طور تي برفاني دور سان منسوب ڪيو ويو، جيڪو ڏهه لک سال اڳ وارو دور هو. گڏيل راءِ موجب پيڪنگ جي اها کوپري اسان جي علم موجب قديم ترين انساني پنڊ پهڻ Fossil آهي ۽ ان جي ويجهو جيڪي اوزار مليا آهن اهي انساني تاريخ جا پهريان هٿيار آهن. برطانيا جي ڪائونٽي سيسڪس ۾ پلٽ ڊائون واري هنڌ ڊاسن ۽ ورڊ ورڊ کي ١٩١١ع ۾ ڪجهه انساني حصا مليا آهن، جن کي هاٽي پلٽ ڊائون جو انسان چيو وڃي ٿو. ان سان جيڪي تاريخون لاڳاپيون ويون آهن، اهي ڏهن کان ساڍا ٻارهن لک سال پراڻيون آهن. اهڙي قسم جون غير يقيني ڳالهيون ان کوپري ۽ ان جي هڏيءَ سان منسوب ڪيون ويون آهن، جيڪا ١٨٩١ع ۾ جاوا مان ملي آهي ۽ جاڙيءَ جي هڏي ١٩٠٧ ۾ هائيڊل برگ وٽان ملي. بلاشڪ سيني کان پهرين انساني جسم جا آکوج (باقيات) ١٨٥٧ع ۾ جرمني جي هنڌ نينڊرتل مان مليا آهن. انهن بابت اندازو آهي ته اهي چاليهه هزار سال قبل مسيح پراڻا آهن. گليلئي جي سمنڊ جي ڪناري تي ليند رٿل نسل جي چٽسالي ٿيل آهي. ۽ بيلجيم فرانس ۽

اسپين ۾ دريافت ٿيل انساني آکوجن جهڙا آهن. ۽ اهو نسل اسان جي دور کان چاليهه هزار سال اڳ يورپ تي قابض هو. انهن جو قد ننڍرو سندن کوپڙي ۱۶۰۰ م ڪعب سينٽي ميٽر هئي جيڪا اسان جي کوپرين کان بہ سؤ پيرا وڏي آهي.

يورپ جي انهن پراڻن ماڻهن کي هڪ نئين نسل ڪروميگنن نالي اٽڪل ويهه هزار سال مسيح يورپ مان تڙي ڪڍيو. ان نسل جا يادگار ۱۸۶۸ع ۾ ڏکڻ فرانس جي دوب دور دون سان مليا. ان ئي نموني ۾ دور جا گهڻا آکوج (باقيات) فرانس، سوئيٽزر لينڊ، جرمني ۽ ويلز جي ڪيترن ئي هنڌن تان کوٽي ڪڍيا ويا آهن. انهن باقيات مان زبردست طاقت ۽ قد، قيامت جي نشاندهي ٿئي ٿي. جن جو قد پنج فوٽ ڏهن انچن کان وٺي ڇهه فٽ ڇئن انچن تائين ۽ کوپري ۱۵۹۰ کان ۱۷۱۵ م ڪعب سينٽي ميٽر هئي. نيندر ٿل نسل وانگر ڪروميگنن بہ غارن ۾ رهندڙ نسل هو ڇوتہ انهن جا آکوج (باقيات) غارن مان مليا آهن پر ان ڳالهه جو ڪوبہ ثبوت نہ آهي تہ سندن رڳو اهي ئي هئا. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ فقط انهن ماڻهن جون هڏيون آثار قديمہ جي ماهرن کي مليون هجن، جيڪي غارن ۾ رهندا هئا. هاٽوڪي نظريي موجب اهو عاليشان نسل وچ ايشيا کان آفريقا جي رستي يورپ آيو ۽ آفريقا کي اٽلي ۽ اسپين سان ملايائين. انهن جون باقيات پڌائين ٿيون تہ اهي يورپ تي قبضو ڪرڻ لاءِ نيندرٿلن سان ڪيئرن ئي سالن تائين وڙهندا رهيا. جرمني ۽ فرانس جي ويڙهه وڏي پراڻي آهي پر تنهن هوندي نندرٿل نسل غائب ٿي ويو. ڪرو ميگنن بچي ويا ۽ جديد اولهہ يورپ جا وارث ٿيا ۽ انهن ان تهذيب جو بنياد رکيو جنهن وارث جا اڄوڪا يورپي لوڪ آهن.

قديم پٿر جي زماني جي انهن تهذيبن ۽ پين يورپي تهذيبن جي آکوجن کي ستن وڏن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. اها ورهاست فرانس ۾ سيني کان ابتدائي ۽ مضبوط بنيادن تي دارو مدار رکي ٿي. اهي مڙني تهذيبون اڻ تراشيل پٿر جا اوزار استعمال ڪنديون هيون. پهريون ٽي تهذيبون ٽين ۽ چوٿين برفاني دور دوران جڙيون.

**١ - شيلان کان اڳ جي تهذيب Pre-Chellan Culture**

اها هڪ لک پنجاهہ هزار سال پراڻي تهذيب آهي. ان ۾ جيڪي

چقمق جا پٿر مليا آهن، اهي اڻ گهڙيل ۽ اصلي حالت ۾ ڪتب ايندا هئا. پر گهٽا اهڙا پٿر به مليا آهن، جيڪي مٿ وانگر آهن ۽ تورا گهڙيل به آهن. شايد شيلان ڪان اڳ جي تهذيب يورپي انسان کي اها عزت بخشي ته انهن مٿ جهڙي پٿر جو پهريون اوزار ناهيو.

### ٢- شيلان تهذيب The Chellan Culture

هيءُ هڪ لک پراڻي تهذيب آهي. هن تهذيب ۾ پٿر کي ٻنهي طرفن کان گهڙي بهتر بڻايو ويو ۽ بادام جي شڪل ڏني ويئي ۽ هٿ لاءِ وڏيڪ موزون بڻايو.

### ٣- آشيلين تهذيب The Acheulean Culture

اٽڪل ٧٥ هزار سال پراڻي تهذيب آهي. يورپ گرين لينڊ، آمريڪا، ڪينادا، ميڪسيڪو، آفريقا، انڊيا ۽ چين ۾ ان جي آکوجن (باقيات) جي گهٽائي آهي. هن مٿ جهڙي پٿر کي نه رڳو وڏيڪ موزون بڻايو پر مخصوص اوزار مثلاً هتوڙا، ڪريي، تير جي چوٽي ۽ چاقو.به ناهيا، ان ۾ ئي اسان کي مصروف انساني صفت جي تصوير نظر اچي ٿي.

### ٤- مائوس ٽيرين تهذيب The Mousterian Culture

هي تهذيب مڙني وڏن ڪندن ۾ ملي ٿي ۽ خاص ڪري نيندرٿل جي آکوجن (باقيات) جي حوالي سان چاليهه هزار سالن اڳ وجود رکندي هئي. هنن ماڻهن ۾ چقمق ۽ مٿ جهڙا بيڪار اوزار گهٽ ملن ٿا. هتي اڳ جي ڀيٽ ۾ اوزار وڏيڪ موزون هلڪا، تيز ۽ خوبصورت ناهيا ويندا هئا ۽ انهن کي ماهر ڏکهي عرصي جي مهارت کان پوءِ ناهيندا هئا.

### ٥- اوريگنيشين تهذيب The Aurignacian Culture

هي تهذيب ٢٥ هزار سال قبل مسيح آهي. برفباريءَ کان پوءِ جي دور جي پهرين ۽ صنعتن ۽ ڪروميگنن نسل جي پهرين معلوم تهذيب آهي. هن ۾ سيون، هتوڙا وغيره پٿر مان ناهيا ويا. پهاڙين تي ڪچي اڪر جي صورت ۾ آرٽ ظاهر ٿي، جنهن ۾ گهٽو ڪري اگهاڙين عورت جون تصويرون هيون.

٦- سولوترين The Solutrean Cultre

هيءَ تهذيب ويهه هزار سال قبل مسيح پراڻي آهي ۽ فرانس، اسپين، چيڪو سلواڪيا ۽ پولينڊ ۾ ظاهر ٿي. اوريگنيشن دور جي اوزارن ۾ آري برمي، ڪارائي، ٻرڇي ۽ نيزي جو اضافو ڪيو ويو. هڏي مان سنهڙيون ۽ تکيون سيون ٺاهيون وينديون هيون. جانورن جي سڱن مان گهڻا اوزار گهڙيا ۽ ٺاهيا ويندا هئا. آخرڪار ڪروميگنين تهذيب جي عروج تي ميگدبيلنيميان تهذيب ظاهر ٿي.

٧- ميگدبيلنيمان تهذيب The Magdalenian Culture

هيءَ تهذيب پوري يورپ ۾ ١٦هزار قبل مسيح نمودار ٿي، صنعت ۾ ان جي نمايان حيثيت عاج مان ٺهيل ۽ هڏي ۽ سڱن مان ٺهيل خوبصورت ٽانو ۽ خوبصورت سيون هيون. آرٽ ۾ هي زمانو ڪروميگنين نسل جي خوبصورت تڪميل يعني الطميرا ڊرائنگ جو زمانو هو.

قديم پٿر جي انهن تهذيبن جي ذريعي تاريخ کان اڳ جي انسان انهن دستڪارين جو بنياد رکيو، جيڪي صنعتي انقلاب تائين يورپي ورثي جو حصو رهيون. پيليو ليٿڪ صفتن جي وسعت جي ڪري انهن جي ڪلاسيڪل ۽ جديد تهذيبن تائين رسد آسان ٿي ويئي. ١٩٢١ع ۾ روڊيشيا مان ملنڊڙ کوپري ۽ غار جون تصويرون ١٨٩٦ع ۾ ڊي مارگن جا مليل چقمق جا پٿر، سئين ڪار سومالي لينڊ ۾ پيليوليٿڪ دريافتون، فيوم جي حوض ۾ قديم پٿر جي دور جون شيون ۽ ڏکڻ آفريقا جي Still Bay جي تهذيب، ان ڳالهه جي نشاندهي ڪن ٿيون ته هي اونداهو کنڊ تاريخ کان اڳ واري دور جي انهن ئي حالتن مان گذريو. جن جو ذڪر اسان يورپ جو خاڪو ٺاهيندي ڪيو آهي. درحقيقت شايد تيونس ۽ الجيريا ۾ نيم اوريگ نيشين آڪوج (باقيات) ان مفروض کي مستحڪم ڪن ٿيون ته ڪرو ميگنن نسل اصل ۾ آفريقي هو يا ان جي پڇاڙي آفريقي نسل ۾ ٿي. شام، انڊيا، چين، سائيبيريا ۽ ايشيا جي ٻين حصن ۾ ڪوٽي پيليو ليٿڪ اوزار ڪڍيا ويا. اينڊريوز ۽ انهن جي عيسائي پوئلڳن انهن کي منگوليا ۾ ڏٺو. نيندر ٿل ڏانچا ۽ موس ٽيرين. اوريگنيشين چقمق جا پٿر فلسطين ۾ وڏي مقدار ۾ کوٽي ڪڍيا ويا. نيبراسڪا ۾ هڏيءَ جا اوزار مليا جن کي پنج لک سال قبل مسيح جي دور جا چيو

وڃي ٿو. اوڪ لاهوما ۽ نيو ميسيڪو ۾ تيرن جون چوٽيون مليون آهن. جن بابت انهن جاڳولينبڙ ٻڌائن ٿا ته اهي ٽيهه لک پنجاهه هزار قبل مسيح جون آهن تاريخ کان اڳ جي انسان تاريخي انسان کي تهذيب جا بنياد فراهم ڪرڻ لاءِ ڪيڏي وڏي جاکوڙ ڪئي.

(II)

## قديم پٿر جي دور جا فن

پنهنجي تصور جو لغام ڍرو ڇڏڻ بجاءِ جيڪڏهن اسان پيليوليٿڪ انسان طرفان ٺاهيل اوزان کي ٺي ڏسون ته اسان کي انهن جي زندگيءَ جي وڌيڪ واضع تصور ملي ويندو. هٿ جي مٺ ۾ آيل پٿر پهريون اوزار هوندو. گهڻن جانورن اها ڳالهه انسان کي سيکاري هوندي. ان ڪري هڪ پاسي کان چنهبارو پٿر جيڪو مٺ ۾ آسانيءَ سان اچي سگهي، پهرين انسانن لاءِ هٿوڙو، ڪهاڙو، ڇيڻي يا چاقو وغيره بنجي ويو. اڄ به استعمال جي لحاظ کان Hammer جو مطلب پٿر آهي. آهستي آهستي اهي مخصوص اوزار هڪ جهڙي شڪل مان مختلف شڪلين ۾ تبديل ٿيندا ويا. هٿيو هڻڻ لاءِ سوراخ ٺاهيا ويا. آري ٺاهڻ لاءِ ان جا ڏند ٺاهيا ويا ۽ تير يا نيزو ٺاهڻ لاءِ ڏارن کي گهڙيو ويو. پٿر جي ڪريي جنهن جي شڪل سپيءَ جهڙي هئي بعد ۾ بيلچو بنجي ويئي. کهري سطح جو پٿر رنبي ۾ تبديل ٿي ويو. هڏي، ڪاني، عاج ۽ پٿر مان پيليوليٿڪ انسان هٿيارن ۽ اوزان جون مختلف شڪليون، ڪهاڙيون، ڪرپيون، ڊرل، چاقو، ڇيڻي، تير، سنداڻ، ٺپا، خنجر، برڇي، پاٺا، سوئو، سئي ۽ بي شمار ٻيون شيون ٺاهيون. هر روز ان جو واسطو هڪ نئين علم سان پوندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن هو اتفاقي ڪوجنائن کي لاڀائتي ايجادون ڪندو هو.

پر انسان جي سيني کان وڏي ڪاميابي باهه جي ايجاد هئي. ڊارون نشاندهي ڪئي آهي ته ٻرندڙ جبل جي گرم لاوا انسان کي باهه جو فن سيکاريو هوندو. اليسڪيلس موجب پروميٿيس ديوتا کي ليمنوس جي ٻيٽ تي هينگ جي ڊٺل ٻرندڙ جبل جي گرم مان باهه ٻارڻ جو فن مليو.

نيندرٿل جي آکوجن (باقيات) مان اسان کي تارڪول جا ٽڪر ۽ سڙيل هڏيون مليون آهن. اهڙي ريت انسان طرفان ڳوليل باهه چاليهه هزار

سال پراڻي آهي. ڪروميگنين ماڻهو سٽيپ رکڻ لاءِ پٿر جا پيالا ٺاهيندا هئا. جن کي اهي روشنيءَ لاءِ ٻاريندا هئا. اهڙي ريت ڏيئو ٻه گهڻو پراڻو آهي. ٻاهه انسان کي وڏندڙ برف جي ڪري پوندڙ ٿڌ جي مقابلو ڪرڻ جي لائق بڻايو. ٻاهه ان کي رات جو زمين تي سمهڻ جي قابل بڻايو. ڇوته جهڙي ريت اڻ سڌريل انسان ٻاهه کان خوف کائي ان جي پوڄا ڪندو هو ساڳي ريت جانور ٻه ان کان ڊڄندا هئا. ٻاهه اونداهيءَ تي فتح حاصل ڪري ان خوف کي گهٽائي ڇڏيو. ۽ اهو عمل انساني تاريخ جي ڄار ۾ سونهري ڏاڪو آهي. ٻاهه مان کاڌي پچائڻ جو فن پيدا ٿيو ۽ ان کان اڳ جيڪي هزارين کاڌا کائڻ جوڳا نه هئا، اهي هاڻي انساني خوراڪ ۾ شامل ٿي ويا. ٻاهه جي ڪري ڌاتون پکرجڻ لڳيون. ائين ڪروميگنين دور کان صنعتي انقلاب تائين ٽيڪنالاجيءَ جي سيني کان حقيقي ترقي ٻاهه ئي هئي.

اسان وٽ پيليو ليٿڪ انسان جا يادگار فقط ان جي آرٽ جا نمونا آهن. سٺ سال اڳ سينورما سيلنيودي سوتالا پنهنجي جاگير الطمير (اتر اسپين) ۾ هڪ وڏو غار ڏٺو. هزارين سالن جي ڪريل پٿرن ان جي داخلا جو رستو بند ڪري ڇڏيو هو. نيئن اڏاوت لاءِ ڪيل ڌماڪن سان اتفاقي رستو کلي ويو. ٽن سالن کان پوءِ سوتالا اهو غار ڳولهي لڌو ۽ پٿين تي عجيب و غريب نشان ڏٺائين. هڪ ڏينهن ان جي ڌي ان سان گڏ ويئي. ڇوته ان جو قد پيءُ کان ننڍو هو ۽ هو مٿي مٿيٰ ڪٽي ڇت ڏانهن ڏسي سگهندي هئي. انڪري هن ڇت ڏانهن ڏٺو. اتي ان کي هڪ ڪونهين (سان) جي خوبصورت رنگين پر ٿوري مبهم تصوير ٿهيل نظر آئي. پٿين ۽ ڇت کي غور سان ڏسڻ ڪري ٻيون ٻه ڪوڙ ساريون تصويرون نظر آيون.

جڏهن ۱۸۸۰ع ۾ سوتالا پنهنجي مشاهدن تي ٻڌل رپورٽ شايع ڪئي ته قديم آثارن جي ماهرن ان جي ان رپورٽ جي خوشي گاڏڙ شڪ سان آجيان ڪئي. ڪجهه ماڻهن ته وڃي اهي ڊرائنگ ڏٺيون پر انهن کي فقط بي وقوف بنائيندڙ جعل سازي قرار ڏنو. ٽيهن سالن تائين اها بي يقيني قائم رهي. ٻين غارن ۾ تصويرون ملڻ سان انهن کي تاريخ کان اڳ جون تصويرون مڃيو ويو ان سان سوتالاجي راءِ جي تصديق ٿي ويئي پر ان وقت تائين سوتالا مري چڪو هو. هو قديم آثارن مان ماهر الطميرا آيا ۽

يڪراڻجي طور تي ان ڳالهه جي تصديق ڪئي ته اهي تصويرون پيليوليسٽڪ دور جون آهن. هاڻي عام راءِ موجب الطميرا جون اهي تصويرون ۽ تاريخ کان اڳ به گهڻي آرٽ ميگڊيلنين تهذيب (١٦ هزار سال قبل مسيح) سان منسوب آهن. قديم پٿر جي دور بابت ڪجهه دير پوءِ جون تصويرون فرانس جي گهڻن غارن مان مليون آهن. انهن تصويرن جا موضوع گهڻو ڪري جانور آهن. رينڊير، هاٿي، گهوڙا، سوئر ۽ رڇ. شايد اهي پسنديده غذا جو حصو هئا ۽ ان ڪري ئي اهي شڪار جا مرغوب جانور هئا. ڪڏهن ڪڏهن جانورن جي آرپار تير لنگهايو ويندو هو. فريزر ۽ ريناخ موجب ان سان جادو جي شڪل تاهڻ مقصد هوندو هو. جنهن سان جانور ڪمزور پئجي ويندو هو ۽ شڪاريءَ جي پيٽ ۾ پهچي ويندو هو. اهو تصور ڪيو وڃي ٿو ته اها سادي آرٽ هئي، جنهن جي جمالياتي تخليق جي خالص خوشيءَ لاءِ تاهيو ويندو هو. جادوءَ جو مقصد پورو ڪرڻ لاءِ ڪچي نقاشيءَ مان ڪم هلي سگهيو پئي. جڏهن ته اهي تصويرون اڪثر ايڏيون نازڪ ۽ حسين ۽ مهارت سان تاهيون ويون آهن. جو انهن مان خبر پوي ٿي ته گهٽ ۽ گهٽ آرٽ جي هن شعبي ۾ انساني تاريخ پنهنجي ڊگهي سفر ۾ ان مرحلي کان اڳتي نه وڌي. ان آرٽ ۾ زندگي، تحرڪ، ۽ پاڪيزگيءَ کي خوبصورتي سان ڏيکاريو ويو آهي. خوبصورت خطن سان گڏ جانورن کي جڻ جيئرو ڪيو ويو آهي، ڇا ليوناردو جي Last Supper يا ايل گريڪو جي Assumption انهن ڪروميگنين تصويرن جو اڄ ويهن هزارن سالن کان پوءِ به مقابلو ڪري سگهن ٿيون؟

پينٽنگ هڪ ڏکي آرٽ آهي جنهن پنهنجي اندر ذهني ۽ فني ارتقايون ڪيتريون ئي صديون سيهيڙي رکيون آهن. جيڪڏهن اسان رائج نظرئي کي قبول ڪري وٺون (جيڪا سدائين خطرناڪ ڳالهه هوندي آهي) ته پينٽنگ جنگ تراشيءَ کان خاڪ تراشي ۽ رنگ پرڻ ۽ مجسمه سازيءَ سان وجود ۾ آئي ته اسان جي اها راءِ ڪنهن حد تائين ته درست ٿي سگهي ٿي پر مڪمل طور تي نه.

تاريخ کان اڳ جي وچين دور واري آرٽ جي خوبصورت نمائندگي ڪنهن. تيرانداز جي ايريل مجسمي يا فرانس ۾ لاسيل واري هنڌ

آريگنيشين پهاڙن مان ڪئي ويئي آهي، فرانس ۾ آريگي واري هنڌ هڪ غار ۾ لوئيس بيجوان ٻين ميگڊيلينسين يادگارن سان گڏ هرڻ جي آنڊن سان ٺهيل خوبصورت هٿيا به ڳوليا آهن. انهن مان هڪ کي ته زبردست مهارت سان ٺاهيو ويو آهي. جڙ ان جي پٺيان آرٽ جي صدين جي روايت موجوده هجي. سڄي تاريخ کان اڳ واري روم جي سمنڊ، مصر ڪريٽ، اٽلي، فرانس ۽ اسپين ۾ ننڍين مگر ٿلهين عورتن جون اڻ ڳڻيون تصويرون ملن ٿيون. جيڪي يا ته ماءُتا جي پوڄا جي نشاندهي ڪن ٿيون يا وري حسن جي آفريقي تصور جون علامتون آهن. چيڪو سلواڪيا ۾ جهنگلي گهوڙا هرڻ ۽ هاٿيءَ جا پٿر جا مجسما مليان آهن، جيڪي ٽيهه هزار سال قبل مسيح پراڻا آهن.

ترقيءَ جي اعتبار کان ترقيءَ جي سموري تبديلي ٽڙندي ٽاپرندي نظر اچي ٿي. جڏهن اسان سوچيون ٿا ته اهي مجسما، گهٽ ايريل مجسما ۽ تصويرون ان آرٽ جو تمام ننڍيو حصو آهن. جنهن آرٽ تاريخ کان اڳ جي انسان جي زندگيءَ جو اظهار ۽ ان جي سجاوٽ ڪئي ته ان جو مطلب اهو هرگز نه آهي ته تاريخ کان اڳ وارو انسان ان وقت فنڪار هو، جڏهن هو غارن ۾ رهندو هو بلڪ هن جاپانين وانگر تندهيءَ سن سنگ تراشي ڪئي ۽ يونانين وانگر ڀرپور مجسمه سازي ڪئي. هن رڳو غارن ۾ نقاشي نه ڪئي پر ڪپڙي، ڪاٺي ۽ هر شيءِ تي چٽ ٺاهيا. ايسيتائين جو هن پاڻ کي به ان کان ڌار نه ڪيو. ٿي سگهي ٿو ته هن وڏيڪ اعليٰ شاهڪار تخليق ڪيا هجن جيڪي اسان کي نه ملي سگهيا هجن هڪ ڪنڊ ۾ هڪ اهڙي نالي 'ملي آهي،' جيڪا هرڻ جي هڏين مان ٺهيل آهي ۽ روغن سان ڀريل آهي. هڪ ٻي ڪنڊ ۾ پيلي مٽيءَ جي رفقن سان هڪ ٻي پليٽ هئي. جنهن کي ٻه سؤ صديون گذري چڪيون هيون. بظاهر ١٨ هزار سال اڳ وارا فن وڌيڪ ترقي يافته ۽ وڏي پيماني تي استعمال ۾ ايندڙ هئا. تاريخ کان اڳ وارن ماڻهن ۾ پيشور فنڪارن جو طبقو به هيو ۽ اهڙا رولو فنڪار به هئا، جيڪي ننڍڙن غارن ۾ بکون ڪڍي واپاري بور جوازيءَ کي ڇڏي قديم آرٽ تخليق ڪندا هئا.

(II)

## جديد پٿر واري تهذيب

گذريل هڪ سؤ سالن ۾ فرانس، پرتگال، برازيل، جاپان ۽ مانچوريا ۾ تاريخ کان اڳ وارن يادگارن جا ڍير مليا آهن. ڊنمارڪ ۾ گهريلو غيرضروري شيون مليون آهن، جنهن مان قديم ماڻهن جي بورچي خانن جو اندازو ٿئي ٿو. انهن گندن ڍيرن ۾ خول، خاص طور تي سپون، سامونڊي، ڪوڏ، مخلتلف زميني ۽ دريائي جانورن جون هڏيون، سڱن، هڏين ۽ اڻ گهڙيل پٿرن جا هٿيار ۽ اوزار، معدني آکوج (باقيات) مثلاً تارڪول چار ۽ پگهل ٽانو شامل آهن. اهي بچي ويل يادگار هڪ اهڙي تهذيب ڏانهن اشارو ڪن ٿا، جيڪا اٺ هزار سال قبل مسيح ٿي هئي. جيتوڻيڪ اها قديم پٿر جي دور کان پوءِ جي تهذيب آهي پر اها صحيح طور تي جديد پٿر واري دور جي نہ هئي ڇوتہ اها اجا گهڙيل پٿر جي استعمال تائين نہ پهتي هئي. اسان انهن ماڻهن بابت جن يادگار ڇڏيا آهن، ان ڳالهہ کان سواءِ ڪجھ نہ ٿا ڄاڻون تہ انهن جو ڪو ڪيٿولڪ قسم جو ذوق هو. مزدازيل جي ڪجھ پراڻي تهذيب جا اهي ماڻهو ميسوليٿڪ يا وچين پٿر واري دور جي نمائندگي ڪن ٿا. اهو دور قديم ۽ جديد پٿر واري دورن جي وچ وارو دور آهي.

١٨٥۴ع ۾ سياري جي موسم معمول جي ابتڙ خشڪ هئي، سوئٽزرلينڊ جي ڍنڍن جي سطح ڪري پئي هئي ۽ ان ڏينهن تاريخ کان اڳ جي هڪ پئي دور جو انڪشاف ٿيو. انهن ڍنڍن ۾ بہ سؤ هنڌن تي اهڙا ڍير مليا جيڪي ٿينهن کان ستر صدين تائين پاڻيءَ ۾ بيٺا هئا. انهن ڍيرن جي ترتيب ان ڳالهہ جي نشاندهي ڪري رهي هئي تہ انهن تي ننڍا ننڍا ڳوٺ ٺاهيا ويا هئا. شايد اڪيلائي يا پنهنجي بچاءَ لاءِ هر هڪ زمين سان هڪ ننڍي پل جي مدد سان جڙيل هو. گهرن جا فريم ورڪ پاڻيءَ جي ڪيچل کان بچيل هئا. انهن کنڊرن ۾ هڏين ۽ پٿر جا گهڙيل اوزار هئا، جيڪي قديم آثارن جي ماهرن لاءِ جديد پٿر واري دور جي علامت بنجي ويا. جيڪا علامت ايشيا ۾ ڏھ هزار سال قبل مسيح ۽ يورپ ۾ پنج هزار سال قبل مسيح موجود هئي. انهن آکوجن سان ملندڙ جلندڙ ڍير هڪ عجيب نسل، جنهن کي اسان دڙا ٺاهيندڙ پئي سڳهون ٿا. ميسيسيپي جي

ماترين ۾ چڙهيا. انهن بابت اسان کان سواءِ ڪجهه نه ٿا ڄاڻون ته انهن دڙن ۾ قربانگاهون، جاميٽريءَ جي شڪلين ۽ ٽوٽمر جانورن جي شڪلين وارا پٿر، هڏا ۽ ڪنٽيل ذات جون شيون مليون ٿيون جيڪي انهن پر اسرار ماڻهن کي پٿر جي جديد دور جي آخر ۾ آڻين ٿيون.

جيڪڏهن اسان انهن آکوجن (باقيات) مان پٿر جي جديد دور جي تصوير ٺاهڻ جي ڪوشش ڪيون ته اسان هڪ ڇڙڪائيندڙ ايجاد زراعت کي ڏسون ٿا. ان اعتبار کان سموري انساني تاريخ ٻن انقلابن تي ٻڌل آهي.

i– جديد پٿر جي شڪار کان زراعت جو سفر

ii– جديد زراعت کان صنعت جو سفر.

ڪو ٻيو انقلاب انهن ٻن جيڏو حقيقي ۽ بنيادي اهميت وارو نه آهي. انهن آکوجن مان خبر پوي ٿي ته ڏنڊين مان رهندڙ ڪڻڪ، ٻاجهري، رائي (سرنهن)، مڪئي، جو ۽ ان کان سواءِ هڪ سؤ ويهن قسمن جا ميوا ۽ ٻيون شيون کائيندا هئا انهن ڪنڊرن ۾ هر نه ٿو ملي جوته اڳ هر ڪانيءَ جا هوندا هئا. جن کي چقمق جي تيز آواز سان ڳنڍيو ويندو هو. پر پٿر جي جديد دور واري هڪ ٽڪري جي ڇتسالي ۾ هڪ هاريءَ کي ٻن ڏاندن وسيلي هر ڪاهيندي ڏيکاريو ويو آهي جيڪو تاريخ جي هڪ عهد سان ايجاد جي ظاهر ٿيڻ جي نشاندهي ڪري ٿو. زراعت کان اڳ زمين (سر آرٿرڪيٿ جي سراسري اندازي موجب) ٻه ڪروڙ انسانن کي سهارو ڏيئي سگهي پئي. انهن ماڻهن جي زندگي شڪار ۽ خطرن جي ڪري گهٽجي ويندي هئي. پوءِ انساني نسل جي آباديءَ ۾ واڌارو شروع ٿيو جنهن ڳالهه انسان جي زمين کي ڪتب آڻڻ جي تصديق ڪري ڇڏي.

ان دوران پٿر جي جديد دور جا انسان تهذيب جي هڪ ٻي پيڙهه وجهي رهيا هئا. يعني جانورن کي پالتو بنائڻ ۽ انهن جي نسل کي وڌائڻ. بيشڪ اهو هڪ ڍگهو عمل هو، جيڪو شايد پٿر جي جديد دور کان اڳ شروع ٿيو. انسان ۽ جانور جي سنگت ۾ هڪ خاص ملنساريءَ جو ڪردار رهيو هوندو اهو ڪردار اڄ ٻ·اسان کي اڻ سڌريل دور جي جهنگلي جانورن کي پالڻ پنهنجي جهوپڙين ۾ پولڻ؛ طوطن ۽ اهڙن ئي ٻين ساٿن

کي رکڻ ۾ نظر اچي ٿو. پٿر جي جديد دور جو قديم ترين آکوج (باقيات) کتمي جو آهي، جيڪو انساني نسل جو سيني کان وڏيک پراڻو ۽ احترام جوڳو ساٿي آهي. ڪجھ عرصي کان پوءِ (ڇهه هزار سال قبل مسيح) ٻڪري رڍ، سوئر ۽ ڏاند اچن ٿا ۽ سيني کان آخر ۾ گھوڙو اچي ٿو، جيڪو پٿر جي قديم دور جي انسانن لاءِ شڪار جو جانور هو. جنهن جو اندازو غارن جي تصويرن مان ٿئي ٿو. انهن جانورن کي پناهگاهن ۾ ڪٺي وجي پالتو بڻايو ويو ۽ بهترين غلام بڻايو ويو. سوين طريقن سان انهن کي استعمال ۾ آندو ويو ته جيئن، فرصت، دولت ۽ افرادي قوت حاصل ڪئي وڃي. زمين جي نئين مالڪ (انسان) غذا جي پيداوار ۾ رسد ۾ پاليل ۽ شڪار وارن ٻنهي جانورن کي استعمال ڪيو ۽ شايد ان ئي دور ۾ هن ڳئون جي کير کي غذا جي طور تي استعمال ڪرڻ سکيو.

پٿر جي جديد دور جي ايجاد ڪندڙن اوزارن ۽ هٿيارن ۾ آهستي آهستي سڌارا آندا. انهن ۾ چرخو ليور، سوئو، چمٽو، ڪهاڙي، ڪوڏر، ڏاڪڻ، ڇيٽي، آڏاڻو، ڏاتو، آري، برف تي هلندڙ گاڏي ۽ سيون وغيره شامل آهن. هتي انساني نسل جي هڪ ٻي بنيادي ايجاد ڦيٿو آهي، جيڪو صنعت ۽ تهذيب جي عام ضرورتن مان هڪ آهي. پٿر جي جديد دور ۾ ان کي جنڊ ۾ تبديل ڪيو ويو. ان ۾ سوراخ ڪيو ويو ۽ گھڙيل شڪل ۾ ڪتب آندو ويو ۽ هر طرح جي پٿر ۽ معدني شيشي کي به ان ۾ پيٺو ويو. چقمق جي پٿرن کي وڏي پيماني تي کوٽي ڪڍيو ويو. برطانيا ۾ برينڊن جي کنڊرن مان هرڻ جا سڱ مليا آهن، جن جي مٿي پريل سطحن تي ڪم ڪندڙ جي اڱرين جا نشان هئا. جن اهي اوزار ڏهه هزار سال اڳ رکيا هئا. بيلجيم ۾ پٿر جي جديد دور جي کاڻ کوٽيندڙ جي هڏين جو ڍانچو مليو آهي، جيڪو ڪرندڙ جبل جي هيٺيان اچي ويو هو. ان جي هٿ ۾ اجان تائين هرڻ جي سڱ جي ڪوڏر جهليل هئي. اسان سؤ صدين کان پوءِ به انکي پاڻ مان هڪ سمجھي رهيا آهيون ۽ پنهنجي ڪمزور تخيل ۾ ان جي دهشت ۽ موت جي دٻپ کي محسوس ڪيون ٿا. ڪيترن هزارن سالن کان انسان زمين جي پيالي مان تهذيب جا معدني بنياد کوٽي رهيو آهي.

سيون تاهي انسان اٽڻ شروع ڪيو يا اٽڻ شروع ڪرڻ لاءِ انهن کي

سين جي ضرورت محسوس ٿي. هاٿي هو جانورن جون کلون ۽ ان ئي گهڻو مطمئن رهي نہ پئي سگهيو. هن رد جي ان ۽ وڻن جي ڇوڏن مان پنهنجي پوشاڪ ٺاهي، جنهن مان هندوءَ جو ڏگهو چولو، يونانيءَ جو ٽوگا ۽ مصر وارن جو اسڪرٽ، ايستائين جو پوري انساني نسل جي پوشاڪ ٺهي. پوئن جي رس مصر وارن جا اسڪرٽ ايستائين جو پوري انساني نسل جي پوشاڪ ٺهي. پوتن جي رس ۽ زميني معدنيات جي رنگن کي ملائي بادشاهن جي چمڪيلي ۽ ڀڙڪيلي پوشاڪ ٺاهي ويئي. پهرين انسان ڪپڙن کي ائين ويڙهيو جيئن هو کلن کي ويڙهيندو هو، پوءِ هن جانورن جي کلن ۾ سوراخ ڪيا ۽ کهرن ڇوڏن سان انهن سوراخن کي جوڙي ڇڏيو جيئن اڄ ڪلھ جوتا ٺاهيا ويندا آهن. آهستي آهستي اهي ڇوڏا ۽ ٻوٽن جي کلن جون تندون ڌاڳن ۾ تبديل ٿي ويون ۽ سلائي وجود ۾ آئي جيڪا عورتن جي فنن مان هڪ وڏو فن بنجي ويئي. پٿر جي جديد دور جي کنڊرن مان آئينا بہ مليا آهن ائين پيو محسوس ٿئي ڄڻ تهذيب لاءِ هرشيءِ تيار هئي.

قديم پٿر جي ابتدائي دور وارين قبرن مان ٿانو نہ مليا آهن پر وچين ميگذيلنين تهذيب جي آکوجن ۾ ان جا ٽڪر ملن ٿا. پٿر جي دور ۾ مٽيءَ جي ٿانون جو استعمال هو. آرٽ جي شروعات جي خبر نہ ٿي پوي پر شايد ڪنهن اڻ سڌريل دور جي انسان ڏٺو هوندو تہ انجي پير سان آلي مٽيءَ ۾ جيڪو ڪپ ٺهيو تہ هن ڏٺو تہ ان سان پاڻي گهٽ سمڻ لڳو يا ڪنهن باھ مان آلي مٽيءَ جي ٽڪر جي اتفاقي پچي وڃڻ مان ان کي ان اهم ايجاد جي خبر پئي. ان کي ان وسيع تجربي جي امڪانن جي خبر پئي جو هن هٿ لاءِ ان کي آسان ۽ ان کي باھ يا سج جي تپش ذريعي سخت ڪرڻ جو فن سکي ورتو. ان کان اڳ انسان هزارين سالن تائين پنهنجو کاڌو ۽ پاڻي پيئني ۽ ڪدوءَ جي کل ۽ ناريل ۽ سامونڊي خولن جهڙن فطري ٿانون ۾ رکندو هو. پوءِ هن ڪاٺي يا پٿر جا پيالا ۽ ڏوئي ٺاهي. گاھ ۽ ٻين ساون ٻوٽن مان ٽوڪريون ۽ ٽوڪرا ٺاهيا. پوءِ هن پڪل مٽيءَ جا پائدار ٿانو ٺاهيا ۽ اها انساني نسلن جي وڏين صنعتن مان هڪ تخليق هئي. جيسيتائين لڌل شين آکوج پڌائين ٿا تہ جديد پٿر جي دور جو انسان ٿانون ٺاهڻ کان باقائده هنر کان بي خبر هو پر پنهنجي هٿن سان هن

خوبصورتن شڪليون ناهيون ۽ انهن کي سادين ڊزائينن سان سجايو ۽ ٿانو ناهڻ جي شروعات ڪئي جيڪا شروع ۾ نہ رڳو هڪ صنعت هئي پر آرٽ پڻ هئي.

ان ڪان پوءِ اسان کي هڪ ٻئي صنعت يعني اڏاوت جي نشانيون ملنٿيون قديم پٿر جي دور جي انسان غار ڪان سواءِ ڪنهن ٻي اوتاري جي نشاني نہ ڇڏي آهي پر جديد پٿر جي دور جي آکوجن (باقيات) ۾ اسان اڏاوت جو سامان مثلاً ڏاڪڻ، چرخي، ليور ۽ ڪڙو وغيره ڏسون ٿا. ڍنڍن اندر رهندڙ ماڻهو وڏا ماهر وادا هئا شهتير کي ڳنڍي ان کي زوردار ڪاٺ جي ميخن سان ٻڌي ڇڏيندا هئا يا انهن جي متن کي سنهو ڪري جوڙي ڇڏيندا هئا يا وري انهن کي ڏنگن شهتيرن سان وڌيڪ مضبوط ڪري ڇڏيندا هئا. فرش متيءَ جا هئا. پٿيون ڪوٽن (ٽارين) جون، جن تي متي چڙهيل هوندي هئي. ڇتيون، ڪلن، پوڙن يا ڪانن جون هونديون هيون. چرخي ۽ ڦيٿي جي مدد سان عمارت جي سامان کي هڪ جاءِ تان ٻي جاءِ تي نيو ويندو هو ۽ وڏن وڏن پٿرن سان ڳوٺن جا بنياد رکندا هئا.

ٽرانسپورٽ بہ هڪ صنعت بنجي ويئي. ننڍيون ٻيڙيون ناهيون ويون جن وسيلي ڍنڍن ۾ خوب اچ وڃ ٿيندي هئي: جبلن ۽ ڏورانهن ڪنڍن تائين واپار ٿيڻ لڳو. پٿر ۽ معدني شيشي کي ڏورانهن علائقي ڪان يورپ گهرايو ويو. هڪ جهڙا لفظ، اڪر، ڏند ڪٿائون، ٿانو ۽ نمونا تاريخ کان اڳ جي انسان جي مختلف گروهن جي ثقافتي رابطن ۾ هڪجهڙائي ملن ٿا.

جديد پٿر جي دور ۾ ٿانون ڪان سواءِ سموري آرٽ ملي ٿي، جنهن جي قديم پٿر جي انسان جي چٽسالي ۽ مسجمہ سازيءَ مان ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي. انگلستان ڪان چين تائين جديد پٿر جي زندگيءَ جي آثارن مان پٿر جا گول ڍير ڏسون ٿا جن کي DOLMENS سڏي پٿر کي MENHIRS ۽ گهٽن ٻين پٿرن کي CROMLECHS چون ٿا. انهن پٿرن جو مقصد معلوم نہ آهي. شايد اسان انهن پٿر جي عمارتن جي مفهوم يا فرض کي ڪڏهن بہ نہ سمجهي سگهندا سين. شايد اهي قربان گاهن ۽ مندرن جون باقيات آهن. جديد پٿر جي دور جي انسان جي

مذهب جي ڏند ڪٿا هئي. جنهن سان هو هر روز سج ڪي فتح ۽ شڪست کي ڊرامو ڪندو هو. زمين جي موت ۽ نئين حياتي ۽ زمين جي چنڊ جي عجيب ۽ غريب اثرن کي ڊرامائي انداز ۾ پيش ڪندو هو. جيسيتائين اسان تاريخ کان اڳ جي آغار جي باري ۾ ڪو مفروضو قائم ڪري نه ٿا وٺون اسان ان وقت تائين تاريخي عقيدن کي نه سمجهي سگهنداسين شايد هيئتي ضرورتن جي ڪري پٿرن جي ترتيب جو يقين ٿيو ۽ جهڙي ريت شينڊبر جو خيال آهي "اها ترتيب اسان کي ڪلينڊر متعلق اسان کي ٻڌائي ٿي. ڪجھ سائنسي علم به موجود هو، چوته ڪجھ پٿر جي جديد دور جي کوپڙين تي سرجريءَ جون نشانيون ملن ٿيون ۽ ڪجھ هڏين جا ڍانچا بظاهر ٽٽل مگر بعد ۾ ڳنڍيل عضون جي نشاندهي ڪن ٿا.

اسان تاريخ کان اڳ جي دور جي انسان جي ڪاميابين جو مناسب اندازو نه ٿا لڳائي سگهون چوته اسان کي انهن جي زندگين جو ذڪر ڪندي خيال آرائيءَ کان بچڻ گهرجي، جيئن ڳالھ شاهديءَ کان مٿيري ٿي وڃي ٿي. جڏهن ته ان جي ابتڙ اسان کي شڪ آهي ته وقت انهن باقيات کي تباھ ڪري ڇڏيو آهي، جيڪي قديم ۽ جديد انسان جي وچ ۾ مفاصلي کي سمجھڻ لاءِ مددگار ٿي سگهن پيون. ان جي باوجود به پٿر جي دور جي ترقين جو بچيل سچيل چڱو خاصو رڪارڊ موجود آهي. پٿر جي قديم دور جي اوزارن، باھ، آرٽ ۽ جديد پٿر جي جي دور جي زراعت، جانور، پالڻ، اٿاوت، ٽانو ٿاهڻ، اڏاوت، ٽرانسپورٽ، زمين تي انساني نسل جي يقيني غلبي ۽ گهٽي آباديءَ تهذيب جا سمورا بنياد رکيا. تاريخي تهذيب لاءِ ذات، لکت ۽ رياست کان سواءِ هرشيءِ تيار ٿي چڪي هئي. انسان کي پنهنجي ۽ ڪارناما رڪارڊ ڪرڻ جي ضرورت هئي. جنهن وسيلي ايندڙ کي اها تاريخ محفوظ طريقي سان منتقل ٿي سگهي ۽ ان سان ئي تهذيب جي شروعات ٿئي هئي.

(III)

## تاريخ وارو دور

### 1- ذات ڪاريءَ جي شروعات

انسان ڪڏهن ۽ ڪيئن ذات جو استعمال شروع ڪيو. اسان کي

ان ڳالهہ جو قطعي علم نہ آهي، اسان رڳو ڏاڪا هٿيي سگهون ٿا تہ اهو عمل اتفاقي ٿيو ۽ شروعاتي آکوجن (باقيات) جي عدم موجودگيءَ جي ڪري اسان اندازو لڳائي وٺون ٿا تہ اهو پٿر جي جديد دور جي خاتمي تي شروع ٿيو. اهو بہ چار هزار قبل مسيح جو دور هو. اسان وٽ اهڙو ماپو بہ موجود آهي جنهن وسيلي اسان اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ (تحرير ۽ تهذيب جو بہ) فقط ڇهہ هزار سالن جو آهي، جيڪو پٿر جي چاليهہ هزار سالن ۾ انساني زندگيءَ جي ڏهن لکن سالن جو تت آهي. ۽ اهو اسان جي تاريخ جو نئون موضوع آهي.

انساني استعمال ۾ ايندڙ قديم ترين ڌات ٽامو هئي. اسان کي اها ڌات سونٽررليند جي روبن هانس واري هنڌ ڊنڊ جي گهرن مان ملي ٿي. جيڪا ڇهہ هزار سال قبل مسيح پراڻي آهي. تاريخ کان اڳ واري ميوپيوٽيميا ۾ ٽي هزار هڪ سؤ سال قبل مسيح پراڻي ۽ اتر آمريڪا جي ڌرا ٺاهيندڙن جي يادگار بہ اڻ ڇاتل تاريخ تائين پراڻي ملي ٿي. ڌات جو دور ان جي ملڻ سان شروع نہ ٿيو. بلڪ باهہ ۾ ڪم وسيلي انسان جي ڪتب اچڻ سان شروع ٿيو. ڌات جي ماهرن جو يقين آهي تہ پٿر مان ٽامي جو پهريون ڀيرو نهڻ اتفاقي حادثو هو. ان حادثي دوران ڪنهن قديم باهہ جبلن تي لڳل ٽامي کي پگهرائي ڇڏيو هوندو اهڙا واقعا اسان جي زماني ۾ پيش ايندا رهندا آهن. ممڪن آهي تہ قديم انسان جيڪو پٿر مان ڪم هلائي رهيو هو. ان وري وري ٿيندڙ واقعي مان لچڪيدار ڌات کي هٿيار ۽ اوزار بنائڻ لاءِ وڌيڪ پائيدار تصور ڪيو. شايد پهريون ڀيرو اها ڌات فطري شڪل ۾ استعمال ڪئي ويئي. گهٽو پوءِ ۽ اٽڪل ساڍا ٽي هزار سال قبل مسيح روم جي ايرندي سمنڊ جي ڀرپاسي جي علائقي ۾ انسان ڪچي ڌات کي پچائي خالص بنائڻ جو فن ڳولي لڌو. پندرهن سؤ سال قبل مسيح (جهڙي ريت مصر ۾ ريخ مارا جي مقبري تي گهٽ ايريل مجسمي کي ڏسي اندازو لڳائي سگجهي ٿو)انسان ڌات ڪاري شروع ڪئي. پگهريل ٽامي کي مٽيءَ يا واريءَ جي ٿانو ۾ وجهي گهربل شڪل مثال طور نيزي جي اٽي يا ڪهاڙي ٺاهڻ لاءِ ٿڌو ڪيو ويو. هڪ ڀيرو جڏهن ان عمل کي ڳولي لڌو ويو تہ ڪيترين ئي ڌاتن تي ان کہ، لاڳو ڪيو ويو ۽ انسان کي اهڙا عاليشان عنصر مليا جن وسيلي ان

کي عظيم صنعتن جي اڏاوت ڪرڻي هئي ۽ زمين، سمنڊ ۽ هوا کي فتح ڪرڻو هو روم جي ايرندي سمنڊ واريون زمينون ٽامي ۽ ٻين ڌاتن سان زرخير هيون. ان ڪري جو عظيم نيون تهذيبون چوٿيون هزار سال ۾ ايلم، ميسو پوٽيميا ۽ مصر ۾ ظاهر ٿيون ۽ دنيا کي بدلائڻ لاءِ مڙني طرفن ۾ پکڙجي ويون.

ٽامو بذات خود نرم ۽ ڪجھ مقصدن لاءِ چڱو خاصو موزون هون ان کان سواءِ اسان جي بجليءَ جي دور جو ڇا ٿئي ها؟ پر اهو وڏن ڪمن لاءِ ناڪافي هو. ان کي سخت ڪرڻ لاءِ ملاوت جي ضرورت هئي. جيتوڻيڪ فطرت گهٽيون ئي ملاوتون مهيا ڪيون ۽ اڳي ئي ٽين يا جست سان گڏيل ٽامو به حاصل ٿيو.

انسان ٻي وک کڻڻ کان اڳ صدين تائين وقت وڃائيندو رهيو يعني ڪهڙي ريت هڪ ڌات کي ٻئي ڌات سان ملائي مرڪب حاصل ڪيا وڃن، جيڪي ان جي ضرورت لاءِ وڌيڪ موزون هجن. اها دريافت گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار سال پراڻي آهي. چوته ڪرڻن جي باقيات سان ٽي.هزار قبل مسيح ۾ ڪنجهو مليو آهي. مصر جي باقيات مان ٻه هزار سال اٺ سؤ سال قبل مسيح ۾ ٽرائي جي ٻئي شهر ۾ ٻه هزار سال قبل مسيح جي باقياب ۾ به ڪنجهو مليو آهي. اسان ڪنجهي جي دور بابت وڌيڪ يقين سان ڪجھ نه ٿا چئي سگهون. چوته اها ڌات مخلتف ماڻهن وٽ مخلتف دورن ۾ آئي ان ڪري اهو اصطلاح تاريخي مفهوم ڪانسواءِ هوندو. ان کان سواءِ ڪجھ تهذيبون مثال طور فن ليند، اتر روس پولي نيشيا، وچ آفريقا، ڏکڻ هندستان (سنڌ۹) اتر آمريڪا تاريخي آسٽريليا ۽ جا پٿر جي دور کان اڻ سڌيون لوهه تائين پهتيون انهن تهذيبن ۾ جتي به ڪنجهو ملي ٿو ته ان مان لڳي ٿو ته اهو پنڊبتن، وڏي طبقي ۽ بادشاهن جي استعمال هيٺ هو. جڏهن ته عام ماڻهوءَ کي اجان تائين پٿر سان ئي گذارو ڪرڻو پوندو هو. پٿر جي قديم ۽ جديد دّرجي جا اصطلاح گهٽي حد تائين اضافي آهن ۽ پنهنجي.دور جو مفهوم ڏيڻ بجاءِ حالتن جو مفهوم ڏين ٿا. گهٽيون اڻ سڌريل قومون (اسيڪمو ۽ پولينيشيا جا رهواسي، اڄ تائين پٿر جي دور ۾ زنده آهن ۽ لوهه کي فقط نزاڪت سمجهن ٿا، جيڪو ڪوج لڳائيندڙن تلاش ڪيو آهي. ڪيپٽن ڪڪ جڏهن

۱۷۷۸ع ۾ نيوزي لينڊ ويوتہ هن ڇهہ پينس جي ميخ مان ڪيترائي سوئر خريد ڪيا. هڪ ٻئي سيلانيءَ ڊاگ ٻيٽ جي رهواسين بابت لکيو آهي تہ اهي لوهہ جا لالچي هئا ۽ جهازن مان ميخون ڪڍڻ چاهيندا هئا.

۱ ڪنجهو مضبوط ۽ پائدار هوندو آهي پر ان کي ٺاهڻ لاءِ ٽامي ۽ جست جي ضرورت هوندي آهي. جيڪي ڌاتو وڏي مقدار ۾ ۽ سهولت سان ملي نہ ٿي سگهيا ۽ جيڪڏهن اهي ملن ها تہ انسان کي صنعت ۽ جنگ لاءِ بهترين سامان ملي سگهي ها. جلد يا لوهہ جي بحرحال ضرورت هئي پر اها تاريخ جي بي قاعدگي آهي جو ايڏي مقدار ۾ هئڻ جي باوجود ٽامي ۽ ڪنجهي وانگر جلد اڳيان نہ اچي سگهيو.

انسان ڳاڙهي لوهہ مان هٿيار ٺاهڻ جي آرٽ شروع ڪئي هوندي. جهڙيءَ ريت ڏڙي سازن (ڏرا ٺاهيندڙ) ڪيو هو ۽ اجهڙي ريت اڄ بہ ڪجهہ اڻ سڌريل قومون ڪن ٿيون. پوءِ شايد هنن باهہ وسيلي ڪچي ڌات کي پگهارڻ شروع ڪيو هوندو ۽ ڪٽي ان کي ٺيڪ ڪيو ويو هوندو. ان لوهہ جا ٽڪر مصر جي قبرن مان مليا آهن ۽ بابل ۽ نينوا جي چٽسالي لوهہ کي حمورابي (ٻہ هزار سال قبل مسيح) جي گادي شهر ۾ مهانگي ۽ ناياب شيءِ جي طور تي ظاهر ڪري ٿي. اتر روڊميشيا ۾ اٽڪل چار هزار سال پراڻي لوهہ جي فائونڊري ملي آهي. ڏکڻ آفريقا ۾ کاڻ کوٽڻ جو ڪم تمام پراڻو فن آهي. سيني کان پراڻو ڪٽيل لوهہ چاڪن جو مجموعو آهي. جيڪو فلسطين ۾ گيرار واري هنڌ مليو آهي. پيٽريءَ (هڪ تاريخدان) ان جي تاريخ تيرهن سؤ سال پنجاهہ سال قبل مسيح مقرر ڪئي آهي. مصر ۾ هڪ صدي پوءِ ڌات اڳيان اچي ٿي. اولهہ يورپ ۾ اهو پهريون.آسٽريليا جي هنڌ هال اسٽيٽ ۾ نو سؤ سال قبل مسيح سامهون اچي ٿي. اها انڊيا ۾ سڪندر اعظم سان گڏ، آمريڪا ۾ ڪولمبس سان گڏ ۽ اوشياني ۾ ڪيپٽن ڪڪ سان گڏ داخل ٿي. هڪ صدي کانپوءِ ٻي صديءَ ۾ لوهہ زمين تي سولائي فتح حاصل ڪري ورتي.

## ۲- لکت

تهذيب ڏانهن سفر ۾ سيني کان اهم قدم تحرير (لکت) هو. پٿر جي جديد دور جي ٿانون جي ٽڪرن تي نقش ٿيل ليکون مليون آهن جن کي ڪجهہ شاگردن علامتون قرار ڏنو آهي. اها ڳالهہ شڪ واري آهي

پر ممڪن آهي ته تحرير مخصوص سوچ ۽ نقش ٿيل علامتن جي صورت ۾ ننهن ۽ آڱرين جي نشانين کان شروع ٿي هجي، جيڪي نشان نرم مٽيءَ تي زيبائش لاءِ استعمال ڪيا ويا هئا. ابتدائي سميري تصوير نگاريءَ ۾ پکي جي تصوير سوسا ۽ ايلم جي قديم ترين ٺانون تي پکيءَ جي اڪريل تصوير سان هڪجهڙائي رکي ٿي. اناج جي ابتدائي تصوير سڌو سنئون اناج جي اهميت مان ورتي ويئي جيڪا سوسا ۽ سمير جي ٺانون تي هئي. سمير جي سڌي اسڪريٽ، پنهنجي پهرين ظهور ۾ علامتن ۽ تصويرن جي مختصر شڪل آهي. جيڪا ميسوپوٽيميا ۽ ايلم جي قديم ٺانون ٺاهڻ واري فن تي چٽيل هئي. پينٽنگ ۽ مجسمي سازيءَ وانگر تحرير به پنهنجي اصل ۾ ٺانو ٺاهڻ جي آرٽ کان شروع ٿي آهي. اها ڊرائينگ جي صورت ۾ شروع ٿي ۽ ان مٽيءَ جا ٺانون ٺاهڻ واري ڪنير کي ٺانو، مجسمي ساز کي مورت ۽ رازي کي سرون ڏنيون. ان مٽيءَ تي لکندڙ کي مٽيءَ جو سامان به فراهم ڪيو. اها ابتدا کان ميسوپوٽيميا جي پيڪائي تحرير تائين هم سمجهه جوڳي ۽ منطقي ارتقا آهي.

اسان جن قديم ترين گرافڪ علامتن کان واقف آهيون. اهي فلنڊر پيٽريءَ (هڪ تاريخدان) مصر، اسپين ۽ ويجهي اوير جي تاريخ کان اڳ وارن مقبرن مان ملندڙ ٺڪرين، ٺانون ۽ پٿرن مان حاصل ڪيون. پيٽريءَ پنهنجي عام سخاوت جي ڪري انهن سان ستن هزارن سالن جي عمر لاڳاپي ڇڏي. روم جي سمنڊ جي ان دريافت ۾ اٽڪل ٽي سؤ علامتون شامل هيون. انهن مان گهڻيون مڙني علائقن ۾ هڪجهڙيون هيون، جيڪي رومي سمنڊ جي هڪ هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين پنجن هزارن سالن جي واپاري لاڳاپن جي نشاندهي ڪري رهيون هيون. اهي تصويرون نه هيون پر گهڻو ڪري ڪاروباري علامتون ناهيون. يا اهي گهڻو ڪري جائداد جون نشانيون، مقدار يا ٻيون ڪاروباري يادداشتون هيون. اهو بور جوازي اهي سوچي خوش ٿي سگهن ٿا ته ادب جي شروعات ڪاروباري بلن کان ٿي. علامتون اڪر نه هئا ڇوته اهي پوري لفظ يا تصويرن جي نمائندگي ڪندڙ هيون پر فونيشيا جي رهواسين جا اڪر حيران ڪندڙ حد تائين ابجد جي اکرن وانگر هئا. پيٽري نتيجو ڪڍي ٿو ته علامتن جو وسيع نظام اڻ سڌريل دور جي آهستي آهستي استعمال ۾ آندو

ويو. جنهن جا ڪيترائي مقصد هئا. اهو واپار جي ڪم ۾ آيو ۽ هڪ علائقي کان ٻي علائقي تائين پکڙجي ويو. آخرڪار ڪجهه ڏزن علامتون ڪامياب ٿي ڪاروباري طبقي جي گڏيل ملڪيت بنجي ويون. جڏهن ته ٻين شڪلين جي مڪاني باقيات آهستي آهستي اڪيلائيءَ جو شڪار ٿي ختم ٿي ويئي. اهي نشانيون ابجد جي اکرن جي شروعات هيون. اهو هڪ دلچسپ نظريو آهي، جيڪو فقط پروفيسر پيڙيءَ ئي ايجاد ڪيو.

انهن شروعاتي واپاري علامتن جي ارتقا ٻلي ڪجهه ٻه هجي پر انهن سان گڏوگڏ تحرير (صورتخطي) جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي رهي، جيڪا ڊرائينگ ۽ پينٽنگ جي هڪ شاخ هئي ۽ ان تصويرن وسيلي مربوط سوچ کي پيش ڪيو. اسپيريٽر ڊنڊ ويجهو جبلن ۾ انهن ڪچين تصويرن جي باقيات آهن، جن وسيلي آمريڪي انڊينز، اينڊرڻ نلسن لاءِ ان عظيم ڊنڊ کي پار ڪرڻ جون ڪهاڻيون بيان ڪيون آهن. ڊرائنگ جي اهڙي ئي ارتقا تحرير جي صورت حال پٿر جي جديد دور ۾ ٻه ٿي. يقيناً ٽي هزار ڇهه سؤ قبل مسيح تائين شايد ان کان ٻه ڪافي اڳ، ايلم، سمير ۽ مصر ۾ سوچ جي تصويرن Thoght Pictures جو سرشتو ترقي ڪري چڪو هو جن کي Heirographics چون ٿا ڇوته انهن کي گهٽو ڪري پنڊت ٺاهيندا هئا. اهڙو ئي نظام اڍائي هزار سال قبل مسيح ۾ ڪريٽ ۾ ظاهر ٿيو. هي هڪ حيرتناڪ اپياس آهي ته ڪهڙيءَ ريت انهن Heirographics کي، جيڪي سوچ جي نمائندگي ڪندا هئا، استعمال وسيلي علامتن جي مجموعي ۾ ودو، جيڪي هجي جي نشاندهي ڪندا هئا ۽ آخرڪار علامتن کي پوري، هجي ظاهر ڪرڻ لاءِ نه پر ان جو ابتدائي آواز ڪڍڻ لاءِ ڪتب آندو ويو. اهڙي اکر وجود ۾ آيا. الف بي جي اهڙي صورتخطي شايد ٽي هزار قبل مسيح مصر ۾ موجود هئي. جڏهن ته ڪريٽ ۾ اها سورنهن سؤ سال قبل مسيح ظاهر ٿي (ليکڪ کي شايد موهن جي دڙي جي بابت ڄاڻ نه هئي. مترجم) فونيشيا جي رهواسين صورتخطي تخليق نه ڪئي. اها صورتخطي شايد هنن مصر ۽ ڪريٽ سان آندي. هنن ان کي ٿورو ٿورو ڪري نائير،سيدان ۽ بائبلوز مان آٽي رومي سمنڊ جي هر شهر ۾ پکيڙي ڇڏيو. اهي صورت خطي ٺاهڻ وارا نه هئا پر انهن جا دلال هئا. هومر دور ۾ يوناني ان فونيشيائي صورت خطي کي لکي رهيا هئا ۽ انهن

جي پهرين پن اکرن کي سامي سالن سان سان سڏيندا هئا.
(الفا- بيٽا) عبراني الف- ب.

تحرير واپار جي پيداوار ۽ ان لاءِ سهولت محسوس ٿئي ٿي. هتي به تهذيب واپار کان گهٽ کجھ حاصل ڪيو. جڏهن پنڊتن اهڙو نظام ايجاد ڪيو، جنهن وسيلي جادوئي، رسمي ۽ طبي فارمولا لکي سگهن ته تاريخ ۾ سيڪيولر ۽ پنڊتي سوچ ۾ تضاد پيدا ٿيو ۽ ڳالهائڻ کان پوءِ عظيم ترين انساني ايجاد تحرير وجود ۾ آئي. تحرير جي ترقيءَ جو علم رڪارڊ رکڻ ۽ وهنوار جا ذريعا مهيا ڪري، سائنس کي گڏ ڪري، ادب جي ترقي ۽ مختلف قبلين ۾ امن ۽ سلامتيءَ جي پکيڙ وسيلي تهذيب کي پيدا ڪيو. هڪ زبان ڳالهائڻ ۽ لکڻ جي ڪري اهي هڪ رياست جي پاڇي ۾ اچي ويا. تحرير جو ابتدائي ترين ظهور، ان مرحلي جي نشاندهي ڪري ٿو. جتان تاريخ جي شروعات ٿئي ٿي.

### ٣- گم ٿيل تهذيبون

تهذيب يافته قومن جي تاريخ تائين پهچندي اها ڳالهه ذهن نشين ڪرڻي پوندي ته اسان هر تهذيب جو نه رڳو هڪ حصو چوندي رهيا هوندا سين پر انهن ننڍڙين تهذيبن جو ذڪر ڪري رهيا هونداسين. جيڪي زمين تي جيئريون رهجي ويون. اسان پوري تاريخ ۾ جاري رهندڙ شين کي مڪمل طور نظرانداز نه ٿا ڪري سگهون. اهي تهذيبون جيڪي ڪڏهن تمام وڏيون هيون، فطرت جي ڪنهن آفت يا جنگ جي ڪري تباهه ٿي ويون ۽ انهن جو ڪجھ آکوج به باقي نه بچيو. ڪريٽ، سميريا ۽ يوڪٽان جي ڪوتائيءَ مان ان ڳالهه جو اندازو ٿي سگهي ٿو ته اهڙيون ڪهاڻيون ڪيتري قدر سچيون ٿي سگهن ٿيون.

انهن گم ٿيل تهذيبن مان هڪ جا کنڊر پئسفڪ سمنڊ ۾ آهن اليسٽر ٻيٽ جي زبردست مجسمسازي، پولي نيشيا جي طاقتور قومن ۽ بهادر جنگجو ماڻهن جي روايت، جيڪا ڪڏهن سمووا ۽ تبيتي ماڻهن لاءِ احترام جوڳي هئي. انهن جي موجوده رهواسين جي فنڪارانه اهليت ۽ شاعرانه حساسيت ۽ هڪ اهڙي قوم جي وڃايل عظمت جي نشاندهي ڪري ٿي. جيڪا تهذيب جي قالب ۾ نه پئي سگهي مگر اعليٰ مقام تان ڪري پئي. اوقيانوس ۾ آئس لينڊ کان ڏکڻ پول تائين سمنڊن جو اٿيل

مرڪزيءَ ته انهن سٽن جي حمايت ڪري ٿو. جن کي اطلاطون ڏاڍي خوبصورت نموني سان بيان ڪيو. هڪ اهڙي تهذيب جيڪا ڪڏهن هڪ اهڙي ٻيٽ تي آباد هئي جيڪو يورپ ۽ ايشيا ۾ خشڪيءَ جو ٽڪر هو. اها تهذيب اوچتو گم ٿي ۽ هڪ زميني هلچل وسيلي سمنڊ خشڪيءَ جو اهو ٽڪر ڪائي ڇڏيو. ٽرائي کي نئين زندگي ڏيڻ وارو شليمان اهو يقين رکندو هو. اوقيانوسي سمنڊ يورپ ۽ يوڪٽان جي وچ واري رابطي جو ڪم ڏنو ۽ مصري تهذيب اوقيانوس سمنڊ مان ئي اڀري ٿي. شايد آمريڪا به اوقيانوس هو ۽ پٿر جي جديد دور ۾ ڪاميٽن کان اڳ واري تهذيب به آفريقا ۽ يورپ سان تعلق رکندي هئي. شايد هر دريافت نئين دريافت آهي.

ارسطو جي خيال ۾ اها ڳالهه يقين طور تي امڪاني آهي ته گهٽيون ئي تهذيبون آيون، انهن عظيم ايجادون ۽ عياشيون ڪيون، تباهه ٿي ويون ۽ انساني ياداشت تان ميسارجي ويون. بيڪن چوي ٿو ته تاريخ هڪ تباهه ٿيل ساموينڊي جهاز جي تختن وانگر آهي. اسان پاڻ کي تسلي ڏيون ٿا ته انفرادي ياداشت کي تجربي جو وڏو حصو وساري ڇڏڻ گهرجي ته جيئن اسان جو فهم قائم رهي ان ڪري انساني نسل پنهنجي وراثت مان تهذيبي تجربن جو وڏيڪ چٽو ۽ عاليشان ورثو محفوظ ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن اهو نسلي ورثو ڏهوڻو قيمتي هجي ها ته انکي پورو ڪوبه جذب نه ڪري سگهي ها.

### ۴- تهذيب جا گوشوارا

لاجواب سوالن جي هن باب کي هن ڪتاب سان گڏ ئي ختم ڪرڻ مناسب ٿيندو ته شروعات ڪٿان کان ٿي؟ اها ڳالهه به اهڙي آهي، جنهن جو ڪو جواب ناهي. جيڪڏهن اسان تاريخ جو ڪوهيڙي کي هٽائيندڙ زميني ماهرن تي ڀروسو ڪري سگهون ته انهن جو چوڻ آهي ته وچ ايشيا جا خشڪ علائقا ڪڏهن گهميل ۽ وچٽرا هئا. هتي به گهٽيون ڍنڍون ۽ نديون هيون. آخري برف جي لهر ان خطي کي خشڪ ڪري ڇڏيو. ايسيتائين جو شهرن ۽ رياستن لاءِ مينهن وسڻ ناڪافي رهجي ويو. ماڻهو شهرن کي خالي ڪري پاڻي جي ڳولا ۽ اوير ۽ اولهه، اتر ۽ ڏکڻ ڏانهن ڀڄي نڪتا. جن مان اڌ ريگستان ۾ بيڪٽرا جي شهر ۾ دفن

آهن. جنهن جي ٻاويهن ميلن جي دائري ۾ اريراضي هوندي. ١٨٦٨ع ۾ اولهه ترڪستان جا ٨٠ هزار ماڻهو هجرت ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا، ڇوته واريءَ جي وڏن جي ڪري سندن علائقو تباهه ٿي ويو. گهڻن ماڻهن جو يقين آهي ته گهڻا علائقا، جيڪي هاڻي مري رهيا آهن. اهي ڪنهن سمي زبردست ترقي ڏسي چڪا آهن.

١٩٠٧ع پمپليءَ ڏکڻ ترڪستان ۾ انوا واري هنڌ ٽانون ۽ تهذيب جا باقي آکوج ڳولي لڌا، جن کي هن نو هزار سال قبل مسيح سان منسوب ڪيو آهي. جنهن ۾ چار هزار سالن جو امڪاني وڌاءُ ٿي سگهي ٿو. هتي ڪٽڪ، ٻاجهري ۽ جوئر جي پوک ٿيندي هئي. ٽامي جو استعمال، جانورن کي پالتو بنائڻ ۽ ٽانون جي چٽساليءَ جي روايت موجود هئي. ۽ اها تهذيب يقيناً صدين جو پس منظر رکندي هوندي. بظاهر ترڪستان جي تهذيب پنجن هزارن سالن کان به وڌيڪ قديم هئي. شايد ان جا تاريخدان به هئا. جن تهذيب جي بنيادن جي ڳولا لاءِ ماضيءَ ۾ غوطا هنيا فلسفي به هئا، جن مرندڙ قوم جي زوال تي ماتم ڪيو.

ان مرڪز مان اسان پنهنجي تخيل وسيلي ڏسي سگهون ٿا ته اهڙا ماڻهو جيڪي بنا بارش واري آسمان ۽ قاتل زمين مان تن رخن ڏانهن سفر ڪري ويا. اهي پاڻ سان گڏ پنهنجي فن ۽ تهذيب کي به کڻي ويا. اوپر مان آيل چين، منشوريا ۽ اتر آمريڪا ۽ پهتي ڏکڻ ۾ هندستان (سنڌ)، اولهه ۾ ايلم، سميريا مصر اتلي ۽ اسپين تائين، قديم ايلم (جديد فارس) ۾ سوسا واري هنڌ اهڙيون باقيات مليون آهن، جيڪي انواجي باقيات سان ملن ٿيون. اهو چار هزار قبل مسيح جي تهذيب جي شروعات جو زمانو هو. ساڳيءَ ريت فن ۽ ٽانون ۽ اوزارن ۾ تعلق ميسوپوٽيميا ۽ مصر جي لاڳاپن جي شاهدي ڏيئي ٿو.

اسان يقين سان نه ٿا چئي سگهون ته ڪهڙي تهذيب اڳ آئي ۽ ڪهڙي بعد ۾! شايد ان سان گهڻو فرق نه ٿو پوي. اهي پنهنجي اصل ۾ هڪ ڪٽنب ۽ نموني وانگر هيون. جيڪڏهن اسان پنهنجن ابن ڏاڏن جو احترام ڪريون ۽ ايلم ۽ سميريا جي تهذيب کي مصر کان اڳ رکون ته اها غير روايتي ڪوڙي افتراع نه هوندي بلڪ ايشيائي تهذيبن جي دور جي جيڪڏهن آفريقا ۽ يورپ جي تهذيبن سان ڀيٽ ڪيون ته اها ڀيٽ اسان

جي ڄاڻ ۾ اضافي سان گڏو گڏ وڌندي ويندي. جيئن جيئن قديم آثارن جا بيلچا نيل نديءَ سان گڏ گڏ هڪ صديءَ جي ڪامياب تحقيق ڪان پوءِ سوئز ڪان عرب، فلسطين، ميسوپوٽيميا ۽ ايران تائين پهچندا، جيڪا ڳالهه هر سال جي وڌندڙ تحقيق سان ممڪن آهي ته اها ڳالهه اڳيان ايندي ته اهو ميسوپوٽيميا جي دريائن جو زرخيز دوآبو ئي هجي، جنهن تهذيب جي ڊرامي جا سيني ڪان ابتدائي منظر ڏٺا هجن.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڊ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)